# تخت گاهه خدا آباد

(ڪلهوڙا دؤر حڪومت جو معاشي ۽ سياسي تجزيو)

چونڊ ۽ ترتيب

**نظير احمد پنڌ**



سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن

# تخت گاهہ خدا آباد

(ڪلهوڙا دؤر حڪومت جو معاشي ۽ سياسي تجزيو)

چونڊ ۽ ترتيب

**نظير احمد ٻنڀ**



**سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن**

10/7 رمپا پلازا ايم اي جناح روڊ، ڪراچي - 74400

فون : 2765867 -021 فيڪس: 2724359 -021

# تخت ٺٽاه خدا آباد

(ڪلهوڙا دؤر حڪومت جو سياسي ۽ معاشي تجزيو)

چونڊ ۽ ترتيب

## نظير احمد پنج

ڪمپوزنگ


سنگم پبليڪيشنس

سچل ڳوٺ، ڪراچي

فون: 4643379 -021

پبلشر

## سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن

7/10 رمپا پلازا ايم اي جناح روڊ، ڪراچي - 74400

فون : 2765867 -021   فيڪس: 2724359 -021

ايڊيشن پهريون : ڊسمبر 2004ع

قيمت : 200 روپيا

# فهرست

# پبلشر نوٽ

سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئشن (سگا) پنهنجي قيام کان وٺي تعليم، صحت، سماجي، معاشي، ثقافتي ۽ ادبي زندگيءَ سان لاڳاپيل کيترن ئي شعبن ۾ سنڌي سماج کي پاڻ پرو ڪرڻ ۽ ترقي وٺرائڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهي آهي. سنڌي سماج جي ان خدمت جي سلسلي ۾ روشن تارا اسڪول، ڪميونٽي اسڪول، اکين، چمڙي ۽ ٻين عام بيمارين جي علاج لاءِ ڪيمپون ۽ اسپتالون، ماڻهن کي پاڻ پرو ڪرڻ لاءِ ننڍن قرضن جون اسڪيمون ،سماجي جاڳرتا ۽ ايڊووڪيسي کان علاوه سنڌ جي مشاهيرن، محسنن ۽ رهبرن جا ڏهاڙا ملهائڻ ۽ سندن پيغام کي عام ڪرڻ لاءِ ڪانفرنسون ۽ سيمينار منعقد ڪرڻ وغيره شامل آهن. ان سلسلي ۾ سگا پاران ڪرايل شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ سچل سرمست جي پيغام کي دنيا ۾ عام ڪرڻ لاءِ بين الاقوامي ڪانفرنسون يقينن هر ڪنهن کي ياد هونديون.

سگا سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جي ترويج خاطر اشاعت جو سلسلو بہ جاري رکيو ۽ شاهہ سچل کان علاوه ٻين ڪيترن ئي اهم موضوعن تي معياري ڪتاب ڇپرايا ۽ ان سان گڏوگڏ سگا سماچار ۽ حياتي رسالي جي اشاعت کي بہ جاري رکيو.

سنڌي ادب کي سگهارو ڪرڻ واري روايت کي جاري رکندي سگا پاران، سنڌ ۾ ڪلهوڙا دؤر جي قديم راڄڌاني، خداآباد بابت تاريخي مضمونن ۽ مقالن جو هي شاهڪار ڪتاب "تخت گاهہ خداآباد" شايع ڪري، سنڌ جي تاريخ کي گڏ ڪرڻ واري فرض کي نڀاهيندي فخر محسوس ڪري رهيا آهيون.

هن اهم تاريخي مواد کي گڏ ڪرڻ ۽ ان کي خوبصورت نموني سهيڙي ڏيڻ تي اسين خداآباد واسي ۽ سگا جي جاکوڙي ساٿي جناب نذير احمد ٻنڊ صاحب جا نهايت ٿورائتا آهيون.

اميد تہ اسان جي هيءَ نماڻي ڪوشش سنڌي ادب جي تارخ ۾ پنهنجي جڳهہ والارينڌي.

**علي حسين بروهي**
سيڪريٽري جنرل
11 نومبر 2004

# پنهنجي پاران

## نظير احمد پنڀ

ٻاراڻي عمر ۾ پنهنجي ڳوٺ، تاريخي مسجد خدا آباد جي چوگرد ۽ پري پري تائين ڦهليل کوٽن جا نشان ۽ وڏا مٽي جا دڙا ڏسندي، اهو احساس ڪونه ٿيندو هو تہ ڪو مان سنڌ جي تمام اهم ۽ تاريخي خطي جو رهواسي آهيان. عمر ۾ اڳاڻي سان بابا سائين وٽان خداآباد مسجد سان عقيدت ۽ هتان جي تاريخ بابت قصا ٻڌندو هيس. سائين تاج محمد صحرائي، دادوڪان شاگرد وٺي مسجد خداآبد پرسان منزل ڪري، شاگردن کي تاريخ جي ڪمال ۽ زوال جي داستانن سان گڏ تخت گاهہ خداآباد بابت معلومات ٻڌائيندا هيا. ان ۾ شريڪ ٿيندو رهيس. زمين کيڙيندي، برساتن هلندي عام ماڻهون کي تخت گاهہ واري ماڳ مڪان تي سون ۽ چاندي جي ڳولا ڪندي ڏسندو هيس، حيرانگي ٿيندي هئي. ميان يار محمد ڪلهوڙي جي حج واري ميلو ۽ مقبرو ۾ سانڌيل ڏنبو ڏسنداهياسين ۽ معتقدن طرفان منشا پوري ٿيڻ جي عويض مقبري ۾لٽڪيل ڏنڊا، پاڃاريون، هر ۽ پڙ ڏسنداهياسين، هي سمورو ماحول حيران ڪندڙ هوندو هو ۽ سوچ ۾ اضافو ڪندو هو.

خداآباد جي بزرگ شهرين ۽ سائين سيد احمد شاهہ بخاري "استاد بخاري" سان، بشير احمد قريشي ۽ منهنجون گڏيل ڪچهريون ٿورو گهڻو اطمينان ضرور ڏينديون هيون. خداآباد بابت تاريخي معلومات جي کوٽ پنهنجي جاءِ تي قائم رهي جيڪا مايوس ڪندي رهي.

شهيد ذوالفقار علي ڀٽو، حڪومتي عهدا ڇڏي، صدر ايوب خان خلاف تحريڪ شروع ڪئي. اهڙي تحريڪ عام ماڻهون ۾ عزتدار هجڻ ۽ ملڪ جي مالڪ هجڻ جو احساس وڌايو. پيپلز پارٽي جو ڪارڪن هجڻ ڪري، حڪومتي انداز ۽ اختيار تمام ويجهڙائپ سان ڏسندي ڏسندي، خداآباد جي تاريخ، ڪلچر ۽ ثقافت بابت اندر واري سانديل سوچ ۽ لوچ ۾ نواڻ آئي. خداآباد جي تخت گاهہ هجڻ واري اهميت سان رشتي ۽ ناتي جو احساس وڌيو. گڏوگڏ خداآباد بابت پيرائتي معلومات ۽ ڪامل ڄاڻ نہ هجڻ واري ڪوتاهي بہ سامهون آئي. جڏهين خداآباد جي تختگاهہ هجڻ ۽ اتان جي رهواسي هجڻ ڪري بحث مباحثن دوران

خداآباد بابت ڪيترن اڻاٽريل سوالن جا جواب ڪونہ ڏئي سگھيا هئا. ان وقت تاريخ جي ڳولا ڦولا بنسبت شوق وڌيو.

سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن جون پاڻ سڃاڻڻ واريون سرگرميون ۽ سنڌي ادبي سنگت جي ادبي لوچ ڏسي هنن پنهين تنظيمن لاءِ دل چوندي هئي تہ هنن جو ميمبر ٿيان ۽ هنن جي ڪارڪن هجڻ جي حيثيت ۾ پنهنجي سڃاڻپ ٺئي. اڳ ۾ سگا جو همدرد هيس. دادو سگا شاخ خداآباد ۾ ڪلينڪ قائم ڪئي. ان ۾ محترم محمد رمضان خشڪ نائب صدر جي حيثيت ۾ دل جي گهرائي ۽ محبت سان ڪم ڪيو. هن جي اهڙي عمل ۽ مرحوم عبدالستار ڪيڙو ۽ محترم عبدالمجيد جمالي جي همت افزائي وسيلي خداآباد ۾ سگا جي شاخ قائم ڪرڻ لاءِ ڪنويز مقرر ٿيس ۽ پوءِ خداآباد ۾ سگا شاخ قائم ٿي تہ باني صدر ٿيس.اهڙي طرح ايسوسيئيشن جي تعليم، صحت، ثقافت ۽ عوامي جاڳرتا واري ڪم ڪرڻ ڪري، هن تنظيم ۾ پاڻ کي ضم ڪري ڇڏيم. 1991ع ۾ سنڌي ادبي سنگت جي خداآباد ۾ شاخ قائم ڪرڻ لاءِ عباس علي "امر پنڊ" جي نوجوان جذبن سان ملي ڪري شاخ قائم ڪئي وئي. شاخ جو باني سيڪريٽري امرپنڊ ۽ ڪائونسلر مان چونڊجي آياسين. بيان ڪيل پنهين سرگرم تنظيمن نئون ماحول ۽ اتساھ پيدا ڪيو ۽ توانائي ۾ اظافو ٿيو. خداآباد جي سگائي سٿ جي پرپور محبتن ۽ نهايت مانواري سگا جي ان وقت جي چيئرمين سائين ڊاڪٽر سليمان شيخ جي شفقت وڏا حوصلا ڏنا. جناب بخش علي لاکو جي دلداري وطن جي فرض چڪائڻ جو درس ڏنو. خداآباد جي سڃاڻ ساٿين گڏجي فيصلو ڪيو تہ تختگاھ خداآباد تي جامع ڪتاب سيهڙڻ گهرجي. سائين ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ قرب ڪري خداآباد اچي، خداآباد تي ڪتاب شايع ڪندڙ سٿ جي 1996ع ۾ پهرين گڏجاڻي جي صدارت ڪئي. گڏجاڻي ۾ سائين حاڪم علي شاھ بخاري، پروفيسر محمد لائق زرداري، ڊاڪٽر لياقت منگي، جناب عثمان ميمڻ، جناب عبدالله خان جيسر، جناب الهنواز رڪٽائي، جناب عظيم سنڌي، جناب اسلم عباسي، سائين محمد قربان ڪلهوڙو، والد بزرگ محترم بلاول خان پنڊ، محترم بهاول خان پنڊ، محترم محمد ابراهيم پنهور، محترم پير بخش برماڻي، سگا سٿ خداآباد، پيان ۽ دادو جا ساٿي شريڪ ٿيا. فيصلو ڪري ڪتاب شايع ڪرڻ لاءِ ڪم جي ورڇ ڪئي وئي. ليڪن ڪن مجبورين ڪري ڪم اڳتي ڪونہ وڌيو. ان بعد استاد بخاري ايڪڊمي دادو ۾ جولاءِ 2003ع ۾ گڏجاڻي ڪري رٽيل ڪم جي تڪميل لاءِ بيهر فيصلو ڪيو ويو. اهڙي طرح پروفيسر غلام محمد لاکو جي سهڪار هيٺ ڪتاب لاءِ عنوان ۽ بين اسمن جي ورڇ جو فيصلو ڪيو ويو. محترم عظيم سنڌي، محترم اسلم عباسي ۽ محترم عبدالغفار صديقي طرفان پرپور پوئواري، ۽ مواد

سهيڙڻ ۾ اثرائتا رابطا جڙيا. انهيءَ سبب ڪري هن ڪتاب جي ترتيب واري ڪم پنهنجي پڄاڻي تي پهچي سگهيو. ڊاڪٽر غلام محمد لاکو سان اڪثر ڪيل گڏجاڻين وسيلي رهنمائي ملي ۽ وڏيڪ سنهجايون پيدا ٿيون. مان سيني سنڌ جي سڄڻن ۽ اديب صاحبان جو ٿورائتو آهيان، جن خدا آباد تي جامع ڪتاب شايع ڪرڻ لاءِ مواد موڪليو رهنمائي ڪئي. سنگم پبليڪيشن جا وڏا وڙ جن سيني ڪمزورين هوندي ڀرپور تعاون ڪيو.

تخت گاهہ خداآباد جو ٽڙيل پکڙيل مواد. لائق ليکڪن وڏي محنت ۽ محبت سان گڏ ڪري ڏياري موڪليو. مواد تي نظر ڊوڙائڻ سان خداآباد جي تاريخ چٽي تي آڏو اچي ٿي. ان وقت جي واقعاتي لغت، اديبن ۽ عالمن جي آمد، تصنيف ۽ تاليف، خدا وادي لپي جي ڄاڻ ملي ٿي. خدا آباد جي خاڪ سان نسبت هجڻ تي فخر آهي. هن راڄڌاني وسيلي ڪلهوڙا حاڪمن جي جدوجهد ۽ قربانين ڪري، سنڌ وري دنيا جي نقشي تي ملڪ جي صورت ۾ جاءِ والاري. ڪتاب ۾ سهيڙيل مواد پڙهڻ سان حالتن جي وڏي پروڙ پوري ٿي. ڦورو ۽ دهشتگرد ڌرين جا ڪرتوت ڏسجن ٿا. سياسي حالتن جي بي رحم فيصلن جو پتو پوي ٿو. خطي خداآباد جي تاريخ، ڪمال ۽ زوال، سرهاڻ ۽ خوشبو ۽ پاڻ ڪي ان سان وابسطہ ڏسي گهڻو ڪجهہ محسوس ٿئي ٿو. خداآبادجي سيني سڄاڻ ڌرين جي ڪتاب شايع ڪرائڻ واري خواهش ۽ پنهنجن مجبورين کي ڏسي ڪڏهين ڪڏهين مايوسي وڪوڙي ويندي هئي. اهڙي مايوسي مان جان آجي ڪرڻ ۾ سائين حاڪم علي شاهہ، عظيم سنڌي ۽ اسلم عباسي وڏو ٽيڪو ڏنو. منهنجي گذارش تي سنڌ گريجوئيس ايسوسيئشن جي مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي ۾ چيئرمين محترم ولي محمد روشن ۽ سيڪريٽري جنرل محترم علي حسين بروهي، هن تاريخي ڪتاب شايع ڪرڻ جي اهميت چٽي ڪئي، مذڪوره ساٿين جي ذاتي ڪوشش ڪري سي اِي سي هن ڪتاب جي شايع ڪرڻ لاءِ گهربل رقم منظورڪئي. سگا ستّ جا احسان مجان تو جو ڪتاب شايع ڪري سنڌ جي هن تخت گاهہ بابت معلومات گڏ ڪرڻ ۾ مدد ڪئي ۽ قومي فرض بہ پورو ڪيو. مان محترم عبدالحميد جمالي ۽ سائين گل محمد عمراڻي جا خاص ٿورا ٿو مڃان جن جي ذاتي ڪوشش ڪري. اسان کي وڏو حوصلو مليو.

تخت گاهہ خداآباد جي تاريخ، تاريخي جامع مسجد خداآباد ۽ مقبرو ميان يار محمد ڪلهوڙو سنڌ جي ماڻهن جو قومي ورثو آهن.هنن کي محفوظ رکڻ، سيڪارڻ ۽ سنوارڻ قومي فرضن جي ادائگي آهي اچو تہ سڀ گڏجي تاريخ مان عبرت حاصل ڪيون ۽ مستقبل بابت پنهنجا فرض نڀايون.

# مقدمو

## پروفيسر غلام محمد لاکو

ڪلهوڙا حڪمرانن خداآباد جي نالي سان ٻه شهر تعمير ڪرايا: پهرين خداآباد موجوده دادو ضلعي ۾ هئي، جڏهن ته خداآباد جو ٻيو شهر، هالا جيءَ آس پاس هو. ٻئي شهر هن وقت ڪنڊرن جي صورت ۾ موجود آهن. ايندڙ ورقن ۾ دادو واري خداآباد جو اڀياس اڃي رهيو آهي.

خداآباد "اول" جو باني ميان يار محمد ڪلهوڙو هو، جنهن کي عام طرح مقامي ماڻهو "ڏنڌائي" چوندا آهن. ميان يار محمد کان پوءِ ميان نور محمد پڻ هن شهر مان ويهي حڪومت ڪئي. خداآباد جو هي شهر اڌ صدي (1710 - 1750ع) سنڌ جو دارالحڪومت رهيو. محمد مراد ياب خان پڻ ڪجهه وقت هن شهر ۾ ويهي، سنڌ جو انتظام هلايو. بعد ۾ نظربنديءَ جا ڏينهن به هتي ڪٽيائين. فوت ٿيو ته هن شهر ۾ ابدي آرام جي جاءِ مليس.

ظاهر ۾ ته هي هڪ شهر آهي جتان ويهي ڪلهوڙن سنڌ تي حڪمراني ڪئي. ليڪن حقيقت ۾ هن شهر جيئن تڪڙو عروج حاصل ڪيو، نيڪ ان ريت تمام جلد زوال پذير پڻ ٿيو. خداآباد جي بنياد پوڻ تي خود يار محمد کي به خبر نه هئي ته، اڳتي هلي پاڻ هڪ ڪامياب حڪمران ثابت ٿيندو ۽ سندس تعمير ڪرايل شهر، تاريخ جي صفحن تي وڏي شان مان سان نروار ٿيندو. ميان يار محمد جو مدفن گاهه به هتي ٿيو. سندس تعمير ڪرايل جامع مسجد، بهترين ڪاشيءَ جي استعمال سبب، اڄ به ڏکڻ ايشيا جي فن تعمير ۾ اهم جاءِ والاري ٿي.

ميان نور محمد جي حڪومتي دور ۾، ڪلهوڙن جي حڪومت جي سائيز وڏي ته، شهر خداآباد به پنهنجي وسعت کي پهتو. بولان لڪ کان ڪري ڪراچي ۽ ٿر تائين، سمورو سنڌ جو ملڪ ميان نور محمد جي تابع ٿي ويو. اهوئي دور آهي جڏهن خداآباد جي پڪيڙ وڏي. ان ۾ محل ۽ محلاتون، باغ ۽

باغيچا، ڪوٽ ۽ قلعا تـوڙي مدرسا ۽ مسجدون، جڳهـي انداز ۾ تعمير ٿيا. امير ۽ غريب، سفير ۽ وزير، عـالم ۽ اديب، شاعر ۽ طبيب ۽ واپاري تـوڙي سياح، سنڌ جي مختلف حصن ۽ پڻ ايران مرڪزي ايشيا ۽ ڏکڻ ايشيا جي جدا جدا پاڳن کان ڪم ڪار، ميل ملاقات، سياحت سفارت، يا واپار توڙي ملازمت جي خيال کان، دارالحڪومت خداآباد ايندا ٿي رهيا. سنڌ جو قومي شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي بہ هتي آيو تہ مير علي شير قانع بہ هن شهر ۾ ڏٺو ويو. انهيءَ دور ۾ متعدد ڪتاب پڻ هتي لکجڻ ۾ آيا، جن جي ساک اڄ سوڌو قائم آهي. هن ڏس ۾ منشور الوصيت، نامہ نغز، طب دائودي ۽ صيد المراد جي خاص طرح سان ڀچار ڪرڻ ڪپي، ان کان علاوہ واپاري طبقي سنڌي رسم الخط جي هڪ خاص نموني جي ايجاد ڪئي، جنهن کي پوءِ ”خداوادي“ خط سڏيو ويو.

شهر ۽ بستيون صدين تائين وڌندا ويجهندا آهن. ليڪن خداآباد جي معاملي ۾ ائين نہ ٿيو. هي شهر جنهن تيز رفتار سان اڀريو ۽ عروج کي پهتو، ٺيڪ ان طرح سان زوال پذير ٿيو. خداآباد سرڪاري مرڪز بنيو تہ سڀ کان اول سيوهڻ جي ماڻهن کي پاڻ ڏي ڇڪيائين. بعد ۾ نئي، نصرپور ۽ بکر مان بہ هن شهر ڏي عوام جو سيلاب ٽٽو. ان ريت هي شهر هر لحاظ کان اهميت اختيار ڪندو ويو. ائين ٿو لڳي تہ خداآباد کي بدنظر لڳي. ميان نور محمد سان نادر جي حملي وقت سرائين بي وفائي ڪئي. ميان صاحب جهڙي مدبر حڪمران جي دل ڀڳي. ان جو اثر سنڌ سان گڏ خداآباد تي بہ پيو. چو تہ ڪجهہ سال پوءِ نور محمد هي شهر ڇڏي، نئين ٻڌايل شهر محمد آباد ۾ اچي ترسيو. ائين خداآباد جي رونقن ۾ گهٽتائي اچڻ جي ابتدا ٿي. بعد ۾ ڪلهوڙن کي ٻيا مرڪز بہ وجود ۾ آندا. نور محمد کان پوءِ پاٽرن ۾ جهيڙو شروع ٿيو تہ ڪوسن بلوچن بہ همت نہ هاري. جعفر خان ڪوسي خداآباد ۾ ڦر ڪرائي. نتيجي ۾ ميان غلام شاهہ لشڪر موڪلي ڪوسن کي مارايو ۽ جعفر خان کي قتل ڪرايو. خداآباد جي بربادي واسطي سامان تيار ٿي چڪو هو. جڏهن ميان غلام شاهہ حيدرآباد جو شهر آباد ڪيو، تڏهن جهڙوڪر خداآباد جي زوال ۾ تيزي آئي. لشڪر، ڪاريگر، منشي، سفير ۽ وزير، توڙي هندو مصاحب ۽ تاجر، سڀ جا سڀ حيدرآباد ڏي منتقل ٿيا. ليڪن سنڌ جي هن دارالحڪومت کي آخري ڌڪو ٽالپرن جي هٿان پهتو. عبدالنبي کي ڊوڙائي ٽالپرن سنڌ تي قبضو ڪيو. بعد ۾ خداآباد ۾ ڦرلٽ ڪرائي، شهر کي ٻاهيون ڏئي ويران ڪرائي ڇڏيو. ائين شهرن جو شهر خداآباد هڪ بستيءَ ۾ بدلجي ويو، جو اڄ سوڌو موجود آهي.

خداآباد بابت ڪتابن ۾ ٽڙيل پکڙيل مواد موجود آهي. خدا ڀلو ڪري

هتان جي هڪ سڄاڻ رهواسي ۽ مشهور سماجي ورڪر، جناب نظير احمد پنڊ جو جنهن خداآباد جي دز پيل تاريخ کي اجاگر ڪرڻ جو سعيو ڪيو آهي. ايندڙ ورقن ۾ شاندار شهر خداآباد بابت، مختلف رخن کان هڪ تحقيقي، علمي ۽ تاريخي اپياس اچي رهيو آهي. جدا جدا اديبن، اسڪالرن ۽ تاريخدانن، خداآباد جي باري ۾ سيرحاصل مضمون ۽ مقالا لکيا آهن. خداآباد بابت منعقد ٿيندڙ قومي سيمينار جي حوالي سان تيار ڪيل مقالن ۽ انهن جي ڪتابي صورت ۾اشاعت، اميد تہ هن ڏس ۾ وڌيڪ ڪم ڪرڻ لاءِ راهہ هموار ڪندي. ضرورت هن ڳالهہ جي آهي تہ خداآباد ۾ بچي ويل آثارن، قبرن ۽ مقبرن جي هڪ سنجيده ۽ پيرائتي اسٽڊي ڪرائي ان کي ڇپرائي محفوظ ڪجي. هن تاريخي ڪم جي تڪميل تي آءٌ نظير احمد پنڊ صاحب کي مبارڪباد ڏيندي، سندن اداري جي اهلڪارن کي پڻ جس چوندس. خدا سيني کي سنڌ جي علمي خدمت ڪرڻ جي وڌيڪ توفيق ڏي.

# تختگاهہ خداآباد کان موجوده خداآباد تائين

نظير احمد ڀنڀرو

ڪلهوڙن جي دور حڪومت جي پڇاڙڪن ايامن ۾ تخت خداآباد تي ڇا گذريو؟ ميرن جي صاحبي ۾ سنڌ جي هيءَ اهم وسندي ڪيئن وئي برباد ٿيندي؟ انگريزن جي بادشاهت ۾ هي ٻيهر ڪيئن وسيو ۽ پاڪستان ۾ ڪيئن پيو هلي؟ مختصر جائزو ڏجي ٿو.

ڪلهوڙن جو دؤر گهڻن حوالن سان سنڌ جي تاريخ ۾ سونهري ۽ منفرد مقام رکي ٿو. هي اهو دور آهي جنهن جي فقيرن، بادشاهتن کي مات ڏني ۽ ڳيا ڳيا ٿيل قوم خواهہ ملڪ کي جاگرافيائي ۽ نظرياتي وحدت ڏني. هن ئي دور ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، پنهنجي ڏاهپ، وطن پرستي ۽ قومي شعور کي اڀٽي وڌايو. ڪلهوڙا دور حڪومت ۾ نہ صرف علم و دانش ۽ شعور اڀٽي وڌيو، پر سنڌ اندر سياسي، سماجي ۽ معاشي بهتري آئي، زراعت و آبپاشي نظام سڌريو، وڻج واپار ترقي ڪئي، ڏاهن ۽ باشعور ماڻهن جي سنڌ ۾ آمد وڌي. نالي وارا هندو ڪٽنب، ٻين علائقن مان لڏي اچي هت آباد ٿيا. خوب نالو ڪمايو ۽ سنڌ جي شان ۾ بہ اضافو ڪيائون. سنڌ جي آبادي ۾ اضافو ٿيو ۽ آبادي وڌي وڃي 30 لک کي پهتي.

ڪلهوڙن طرفان تخت گاهہ بنائڻ کان اڳ ۾ خداآباد جي علائقي کي ٻين مختلف نالن سان سڏيو ويندو هو. ٻڌيہ ڪان سومرن ۽ سمن جي حڪومت تائين، علائقي جي سياسي ۽ سماجي ماحول ۾ وڏي تبديلي ڪانہ ٿي. ارغون، ترخان ۽ مغل دور جو پنهنجو مزاج هو. وسيلن لاءِ تقاضائون تبديل ٿيون تہ قدر ۽ مزاج پراڻا ڪونہ رهيا. هن دور ۾ جنهن کي بہ هي علائقو جاگير طور ملندو

هو. هتان جا غيرتمند ۽ باهمت رهواسي انهن کي سک سان سمهڻ نہ ڏيندا هئا ۽ نہ وري سک سان اپت حاصل ڪرڻ ڏيندا هئا. ميان يار محمد ڪلهوڙي 1701ع ۾ خداآباد جو نالو ڏئي پنهنجي حڪومت جو تختگاهہ بنايو. اڌ صدي کان وڌيڪ سنڌ جي گادي جو هنڌ رهيو. اڄ بہ خداآباد نالي واري سجاٽپ رکي ٿو. هن جي خمير جي خوشبو چئجي جو جن هتان لڏيو ۽ جت آباد ٿيا، خداآباد جي نالن سان وسنديون، ڪالونيون ۽ پاڙا جوڙي، ماضي سان ناتو نيائيندا آيا ۽ خداآبادي دور کي وساري نہ سگهيا. ڪلهوڙا دور جون بہ يادگار اڏاوتون اڄ بہ هت صحيح سلامت موجود آهن. هڪ تاريخي جامع مسجد خداآباد ۽ ٻيو مقبرو ميان يار محمد ڪلهوڙو. هي اڏاوتون ان دور جي عظمت جون امين آهن. هي قومي يادگار دادو شهر کان ڏکڻ طرف 15 ڪلوميٽر مفاصلي تي انڊس هاءِ تي واقع آهن. يادگارن تي ڪاشيگري جي من موهيندڙ ڪم، جنهن ۾ ڪئين خوبصورت رنگ، ننڍا وڏا مختلف سائز جا ٽائلس، اڻ ڳڻيا آهن. جيڪي مختلف گلن جي صورت بنائن ٿا. رنگسازي جو ڪم تہ حيران ڪندڙ آهي. شاهہ جهان مسجد ٺٽو کان پوءِ، سنڌ ۾ هي ٻئي نمبر تي قديم مسجد آهي، جيڪا اڄ بہ عبادت هيٺ آهي.

1755ع ۾ والي سنڌ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وفات بعد هن جي پٽن جي پاڻ ۾ اٽيٽ ٿي، ميان غلام شاهہ جي تخت نشيني بعد 1759ع ۾ ڪوسن جي گهل (ڏاڙيل جعفر ڪوسي جي ٽولي) ڪن ڪوسہ سردارن جي چوڻ تي خداآباد ۾ ڪاهي پئي، هنن هندو توڙي مسلمانن کي ڦري ۽ پوءِ ڏنائون شهر کي باهہ! ان وقت ڀاڄڙ پئي. هندن جا ڪٽنب لڏي ويا. ڪي وڃي وينا ساهتي پرڳڻي، ٺلٽي، سيوهڻ، لاڙڪاڻہ ۽ ڪي وڃي وينا سکر (سنڌ جي هندن جي تاريخ) ميان غلام شاهہ کي جڏهين خبر پئي تہ هن ڏاڙيلن خلاف قدم کنيو ۽ ڪين ڳولي قتل ڪرايو. هي واقعو خداآباد جي بربادي جو وڏو سبب بڻيو. خداآباد کي ٻوڏ جي بچاءَ کان ڏنل بند، دبي ڳوٺ (خداآباد کان اوپر طرف) وٽان دريا ۾ چاڙهہ سبب ڇيو وڃي ٿو تہ ٽٽو، جنهن بہ وڏي بربادي آندي.

ٽالپر ريڊار ۽ جنگجو قسم جا ماڻهو هئا. پنهنجن مرشدن سان ويڙهہ ڪائي سنڌ جي صاحبي حاصل ڪئي هئائون. ميرن قبضي ڪرڻ سان ئي سنڌ کي ٽن ڀتيين ۾ ونڊي ڇڏيو. ارغونن، ترخانن ۽ مغلن سان ويڙهاند ڪائي ڪلهوڙن، سنڌ کي هڪ قومي وحدت ڏني هئي. ميرن پنهنجي صاحبي ۾ وري سنڌ کي ڀتيون ڪري ڇڏيون! ميرن کي دولت گهربل هئي، سا خوب حاصل

ڪيائون. دولت گڏ ڪرڻ واري جنون ۾ مير صاحبان ڪنهن سان بہ رعايت ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئا. حيدرآباد، ميرپور خاص ۽ خيرپور جا مير هڪ ٻئي کي بہ ڪونہ بخشيندا هئا. حيدرآباد ۽ ميرپور خاص جي ميرن جي وچ ۾ اٺ ڏاگهن جي پيل تان 5 ڏينهن جنگ هلي. (ڪيول ملڪاڻي سنڌ ڪهاڻي) ميرن آبادي لائق زرخيز زرعي زمينن کي شڪار گاهن ۾ تبديل ڪري ڇڏيو هو. مراعات يافتہ طبقي کي ڇيڪ ڇڏي ڏنو هئائون.

تختگاهہ خداآباد سان تہ ميرن کي ازلي ويرُ هو. ميرن جي صاحبي ۾ تہ خداآباد بلڪل تباهہ ٿي وئي. ميرن جي واسطيدارن جو هڪ اڌ واقعو نموني طور هت ڏجي ٿو. خداآباد کان اتر اولهہ طرف چنگلاڻين جو ڳوٺ اڄ بہ موجود آهي. هن ڳوٺ جي ڪوسہ ذات وارن جون ميرن سان مٽيون مائٽيون هيون. ڳوٺ جو هڪ شخص نالي رندو خان ڪوسو وڏو ڏنگو ۽ سرڪش هو. علائقي ۾ ڪنهن جي ڪا پلي مينهن يا ڍڳي وڏيڪ وڙائتي ڏسندو هو تہ ڪاهي وڃي وٿاڻ تي ٻڌندو هو ۽ ڪنهن جي جهلڻ تي جهل ڪونہ ڏيندو هو. پڪل فصل ۾ پنهنجو مال ڇڏي ڏيندو هو ۽ دهشتگردي ۽ پيل مستقل ڪرائيندو رهندو هو. اهڙن عملن ڪري خداآباد تي خراب اثر پيو. ٻئي طرف ميرن جا ڪمدار ۽ ڪاراوا من ماني ڪندا رهندا هئا. اُن اپائيندڙن کي حڪم ڏئي، مختلف سوارين وسيلي 10 - 15 ڪلوميٽر چوگرد ايراضي اندر سيني ڏرين کي مجبور ڪندا هئا تہ پنهنجا فصل، پير شاهہ ڳوٺ، نزد ڳوٺ ٻوڪ وٺ گڏ ڪن. ناانصافي سان داڻبندي ڪندا هئا ۽ مهينن تائين صاف تيل ان جي ٻٽائي لاءِ انتظار ڪرائيندا هئا. هن روش بہ آبادي ۾ لڏ پلاڻ آندي. چنگلاڻين جا ڪوسا، بروچن کان سواءِ ٻين مقامي ماڻهن جي مجبورين عيوض ماڻهو خريد ڪري غلام بنائيندا هئا. هر وقت اهڙن غلام ماڻهن سان غيرانساني سلوڪ روا رکي ڪم وٺندا هئا. انگريزن اچي اهڙن غلامن کي آزاد ڪرايو. (روايتون)

ميرن جي صاحبيءَ ۾ ٻين قورو ۽ رولاڪ ڏرين سميت ڪابل جا پناڻ پنهنجي ڦيتانگ ۾ پورا هئا. سنڌ جو رخ گهٽ ڪيائون. ڪابل جي بادشاهہ شاهہ شجاع کي جڏهن ڪابل مان پڇائي ڪڍيائون، تڏهن ڪجهہ وقت هندستان ۾ رهي، سنڌ مان گذري ڪابل واپس وڃي رهيو هو تہ ميرن ۽ شاهہ شجاع جي اميرن جي وچ ۾ ڪرڙي ڄڃي جنگ لڳي. ميرن هار کاڌي. هارايل فوج ٻيڙين وسيلي درياءَ سنڌ اڪري پڄڻ لاءِ دريا جي ڪپ تي اچي ٻيٺي. شاهہ شجاع جي پهچڻ جي خوف کان بدحواس تي دريا جي ڪپ تي هوندي بہ مذڪوره فوج

پاڻي پاڻي پڪاري رهي هئي. (ڪرڙي جي جنگ، سکر هسٽاريڪل سوسائٽي).

ميرن، مقبول عام مقامي حڪومت تي غاصبانہ قبضو ڪيو هو. مير فوجي مدد سان راڄ هلائيندا هئا. ڏلن ۽ محصولن جي بهاني سان دولت جي ڦرلٽ ڪرڻ ۾ مشغول رهيا. پروچن ڪي عام رعيت ڪان وڌيڪ حق ڏئي ڇڏيا هئائون. (سڪاري سنڌ ۾ ڏکيارا ماڻهو. جيمس مئڪمرڊو). ميرن جي علم عام ڪرڻ سان دلچسپي نہ هئي. عوام کي جاهل رکڻ ۾ خوش ٿيندا هيا. ميرن جي صاحبي لاءِ پير علي محمد شاهہ راشدي جي لفظن ۾ تہ نائومل جي غداري نہ ڪري ها تہ سنڌي مسلمان گهوڙن ۾ انن تي سواري ڪن ها ۽ سنڌي هندو گڏهن ۽ خچرن تي سواري ڪن ها. ميرن جي صاحبي ۾ تمام گهڻو حڪومتي بگاڙ پيدا ٿيو. مير مسئلن کي ٺيڪ نہ ڪري سگهيا ۽ آخر سنڌ انگريزن جي قبضي ۾ هلي وئي.

## سيٺ نائومل جو وطن

سنڌ جي سيٺ نائومل جو ڪٽنب برصغير ۾ خاص مقام رکي ٿو. ميرن جي صاحبي ۾ تہ سنڌن وڻج واپار آفريڪا ۽ يورپ تائين ڦهليل هو. سنڌن جو وڏي سامونڊي جهازران ڪمپني وسيلي ڪاروبار هوندو هو. انگريزن سميت ٻين يورپي واپاري ڌرين وٽ حيثيت هئي. نہ صرف واپاري پر ميرن جي صاحبي ۾ سياسي طاقت بہ حاصل ڪي ورتي هئي. ميرن جي ڪمزورين تي سيٺ نائومل جي ڀرپور نظر هئي. ميرن جي صاحبي ۾ مذهبي ڌرين جي اڇهري چال چلت ۽ انتهائي قدمن ڪري سيٺ نائومل جي بزرگ سان مذهبي ڇڪتاڻ ۽ ڏاڍ تي. ميرن جي ڪاتي ۾ آيل اهڙي قدم ڪري سيٺ نائومل انتقامي قدم کڻي، انگريزن جي ڌر بڻجي ويو. جڏهن ميرن ۽ انگريزن وچ ۾ جنگ لڳي تہ ان وقت سيٺ نائومل جي ڌر انگريزن لا نہ صرف سونهہ وارو ڪم ڪيو پر هنن لاءِ ڪاڏ خوراڪ، اڇ وڄ ۽ ٻين گهربل ضرورتن جو پورائو ڪيو. سيٺ نائومل جي پيءُ پنهنجي خاص سامونڊي جهاز ۾ ڪراچي پرسان سمنڊ ۾ ميرن جي شڪست جو انتظار ڪرڻ لڳو. ميرن جي شڪست سان ڪين اطمينان ٿيو. سيٺ نائومل جي انگريزن سان اهڙي هلت ۽ همدردي ڪري انگريزن جي دور حڪومت ۾ هندن مٿان انگريز مهربان رهيا. سيٺ نائومل جي ڪٽنب جي ڙڏن جو اصل وطن سامتياڻي پرڳڻو هو ڪلهوڙن جي دور حڪومت ڪان اڳ سامتياڻي، قيصر خان پنهور جي انتظام جو صدر مقام هو. سامتاڻي خدا آباد ڪان ڏکڻ طرف 2 ڪلوميٽر تي آهي. سامتاڻي پرسان ننڍو ڳوٺ ڪانهري آهي. سيٺ جا وڏا اتان

جا وينل هئا.

## انگريزن جي آمد:

جنرل نيپئر 1843ع ۾ سنڌ فتح ڪئي، نيپئر نيپولائي لڙاين ۾ ”ڊيوڪ آف ويلنگٽن“ جو پسنديده جونيئر آفيسر ٿي رهيو هو. ڪيس سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ بمبئي ۽ بنگال جي فوجي دستي جي ڪمانڊر جي حيثيت ۾ موڪليو ويو هو. گهٽن معاهدن، چالبازين ۽ دوکيبازين جي آڙ ۾ سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ، ميرن کي نه چاهيندي به مياڻي واري جنگ هن جوڙائي. آخر سنڌ انگريزن فتح ڪئي. مياڻي واري جنگ ۾ انگريزن جا ڪل 62 ماڻهو مارجي ويا جن ۾ 6 آفيسر هئا ۽ 194 زخمي ٿيا. جڏهن ته 400 ماڻهو ميرن جا شهيد ٿيا (ڪيول ملڪاڻي) نيپئر 7 سالن تائين ڏيڍبي سان حڪومت ڪئي. امن امان قائم ڪيو ۽ ماڻهن جا اهنج دور ڪيا. منجهر ڍنڍ تي هفتو ترسي فيصلا نبيريا. نيپئر 1843ع کان اڳ ورتل قرض معاف ڪري ڇڏيا. انهن ڏينهن ۾ برطانوي راڄ جي سالگره سنڌ ۾ ملهائي وئي. ان موقعي تي سر چارلس نيپئر، حيدرآباد ۾ هڪ دربار ڪوٺائي ۽ سنڌ جي جاگيردارن، وڏيرن ۽ پيرن کي پنهنجي سامراجي حڪومت جي سياسي بعيت ڪرڻ جي آڇ ڏني. وقت جي سرڪار اهو به اعلان ڪيو ته فقط انهن جاگيردارن کي زمين جي قبضي رکڻ جي اجازت هوندي، جيڪي اچي دربار ۾ حاضري ڀريندا، باقي جاگيردارن جون زمينون ضبط ڪيون وينديون. سنڌ جا اڪثر جاگيردار، وڏيرا ۽ پير وچي حاضر ٿيا. هن وڏيري (وڏي زميندار) واٽئي، پير ۽ (گوري ۽ ڪاري) صاحب وچ ۾ اختيار جو چوڪنڊو ترتيب ڏنو. هن پوليس ڪاتو پڻ کوليو. جنرل نيپئر جي وڃڻ بعد سرٻاٽلر فريئر سنڌ جو منتظم ٿيو. سنڌ تي 9 سالن تائين فريئر جي نگراني رهي. 35 سالن واري ڄمار جي فريئر 1853ع ۾ ڪراچي اندر انگريزي تعليم جو اسڪول قائم ڪيو. ڪراچي حيدرآباد، ريلوي ٽريڪ جي ڪم جي نگراني ڪئي. ڪراچي ۾ وڏي ميلي جو اهتمام ڪيو، جنهن سموري هندستان ۽ وچ ايشيا جي ملڪن کي پاڻ ڏانهن متوجه ڪيو. فريئر وائسراءِ کان اها ڳالهه مڃرائي ته انگلينڊ کان ايندڙ جهاز بمبئي کان اڳ ڪراچي ترسن. فريئر سنڌي صورتخطي بابت فيصلو ڏنو ۽ پوءِ هر سطح تي انتظاميه جي ٻولي طور سنڌ اندر رائج ٿي، جيڪا اڄ به مروج آهي. هن ”سنڌ ڊسٽرڪٽ ڊاڪ“ تحت پهرين ٽڪلي جاري ڪئي. فريئر سنڌي ماڻهن ۾ تمام گهڻو مقبول ٿيو. هي انگريزن جي صرف 16 سالہ ڪارڪردگي آهي.

ميرن جي ڏينهن ۾ هندن کي گهوڙي سواري، زمين جي مالڪي ۽ لشڪر ۾ ڀرتي جي منع ٿيل هئي. نائومل جي سهڪار ڪري هندن کي انگريز حڪومت ۾ ڪاروباري دنيا سان گڏ ملازمتون مليون. زمين حاصل ڪرڻ جا سڀ موقعا مليا. هندن جديد تعليم حاصل ڪرڻ ۾ بنهه دير ڪانه ڪئي ۽ انگريزن جي ضرورت ٿي ويا. سنڌي مسلمان دير سان جاڳيا. انگريزن مان خوف ۽ نفرت ڪائڻ ڪري پوئتي رهجي ويا هئا. ڏسبو ته 1843ع کان هلندڙ بيزاري وارو دور 1857ع تائين بيداري واري دور ۾ تبديل ٿيو. وقت چوي آءُ بادشاهه. بيداري واري دور ۾ سنڌي مسلمانن انگريزي سکڻ ۽ حالتن ۾ توازن پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هندن سان گڏجي مسلمانن جي رهنمائن سنا فيصلا ڪرڻ شروع ڪيا. 82 - 1881ع ۾ سنڌ جي هندن ۽ مسلمانن گڏجي "سنڌ سڀا" جماعت جوڙي. ان جو روح روان ڏيارام ڄيٺمل هو. ليڪن پهريون صدر سيٺ آتمرام پوچواڻي کي چونڊيو ويو. ڏيارام گدومل، حسن علي آفندي، ساڌو هيرانند، مسٽر فتح علي، ڀائي هيرانند مسند شڪارپوري، سرائي نارو خان لنڊ ليند لارڊ، لاڙڪاڻه، سنڌ سڀا جا سرگرم ڪارڪن هئا. (سنڌ جو تاريخي ۽ تحقيقي جائزو - غلام محمد لاکو). اڳتي هلي سنڌ ۾ جڏهن هنگامي ۽ ڇڪتاڻ وارا دور شروع ٿيا ته سيني بچاءُ ۽ مزاج مطابق، ڪانگريس، مسلم ليگ ۽ ٻين پارٽين ۽ گروهن ۾ شموليت ڪئي. انگريزن جي مشهور منطق ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو ۽ ڪجهه پنهنجن رمزن ڪري، وڏو فيصلو ٿيو. ننڍو ڪنڊ ورهائجي ويو.

خداآباد ۾ انگريزن جا گماشتا، درياهه سنڌ وسيلي پهتا. نور جا (نور جا ڪلهوڙا دور حڪومت ۾ تخت گاهه خداآباد جو بندرگاهه هو) وٽ ٻيڙا بيهاري، سفيد گهوڙن تي چڙهي آيا. اعلان ڪندا ويا ته ميرن جي حڪومت ختم ٿي وئي. انگريزن جي حڪومت آهي. ڪنهن سان ڪا ناانصافي ٿيل آهي، ته انصاف ڪرڻ لاءِ واهرو آهيون. مظلوم انصاف حاصل ڪرڻ لاءِ وٽن پهتا. بروقت فيصلا ڪندا به رهيا. چنگلاڻين واري رندو خان خلاف خلق خدا دانهيو. جوابدار کي گهرائي فيصلو ڪيو ويو. اعلان ٿيو ته رندو خان جيڪا شيءِ زبردستي حاصل ڪئي آهي، وجي واپس وٺن. ماڻهو رندو خان جو مال متاع ته ڪاهي ويا پر گهر جون رليون، وٿا ۽ ٻيلهڙا به ڪٽي ويا. رندو خان سان نه صرف عدالتي ڪٺهڙي ۾ هن جي ڏاڏاين جي بدلي اهڙي ٿي، پر هن ڪجهه هفتا اڳ ۾، هميشه جيان، جنهن فصل جي ٻيل ڪرائي هئي، ساڳيو فصل

بڻئي تيڻ لڳو، تہ نياڻيون ميڙ وٺي ديرن تي آن پنڻ لاءِ ويو. ڪڙمين هن کي خيرات ڏيڻ کان بہ انڪار ڪيو. هي تمام ننڍو مثال آهي. خلق خدا جي آهُن ۽ پڪارن جو، ۽ الله سائين جي بي آواز لٺ جو. جنهن ڪري ميراڻي حڪومت ختم ٿي.

انگريزن جي هندستانين مٿان قبضي جي عرصي ۾، برا ۽ ڀلا، اڻ ڳڻيا داستان آهن. هتان جي قدرتي وسيلن جي ڦرلٽ وغيره آهي. ليڪن انگريزن جو ڏنل جديد تعليمي نظام جڏهين متعارف ٿيو ۽ وڌيو تہ اهو شعور ۽ سگهہ جو وسيلو بڻيو، سائنس ۽ ٽيڪنالاجي آئي. ننڍي کنڊ ۾ جڏهين گهڻو ڪجهہ شروع ٿيو تہ سنڌ ۾ بہ جوڳي منصوبہ بندي ٿي. ريلوي ۽ سکر بئراج جا وڏا ڪم ٿيا. يورپ جي ڏنل جمهوري طرز حڪومت قائم ڪرڻ جو وسيلو بہ متعارف ٿيو وغيره وغيره. هي سڀ سنڌ جي ماڻهن لاءِ اهم هئا، ليڪن هت خداآباد جو ذڪر مقصود آهي.

## ريلوي ۽ سکر بئراج ۽ ٻيا ترقياتي اسم:

خداآباد ريلوي اسٽيشن بہ آهي. ريلوي پٽڙي جڙڻ، پليون ۽ ٻي جوڙجڪ ۾ مقامي ماڻهن کي مزدوري ملي. نوڪريون مليون. سفري سهوليت حاصل ٿي. سامان کي گهرائڻ ۽ ٻاهر موڪلڻ ممڪن ٿيو. ريلوي وسيلي مقامي ماڻهن کي فائدو ٿيو پر خداآباد اسٽيشن وسيلي پري پري تائين سهوليت ملي. ريلوي کان اڳ ۾ اچ وڃ جو نظام چڱو نہ هو. گاسليٽ جا گاڏا، ڪراچي مان بک ٿي خداآباد ايندا هئا بعد ۾ بيل گاڏي وسيلي ڄوهي، ٽنڊو رحيم خان تائين سامان درآمد ٿيندو هو. ڪاڇي جي علائقي (ٽنڊو رحيم خان ۽ ڄوهي) واسطي هن ريلوي اسٽيشن وڏي سهوليت فراهم ڪئي. ڏکڻ بالا ۽ ٽنڊي رحيم خان جي واپارين جو ان وقت بلوچستان سان غير معمولي واپاري سلسلو هو. ٽنڊو رحيم خان جا اڪثر واڻيا واپاري ڪم ۾ اڳتي هئا. هنن واڻين خداآباد اسٽيشن تي گدام تعمير ڪيا. رهائش اختيار ڪئي ۽ مقادمي/پلاوٽي وسيلي سامان موڪلڻ ۽ گهرائڻ جي خاطري فراهم ڪئي. سورت، بمبئي، بڙودا کان، ڪپڙو، ڪراڪري جو سامان ميرٺ مان ۽ ٻيو گهربل سامان ٻين هنڌان ايندو هو. هتان اَن (ڪڻڪ ۽ جوئر) گهہ، (ڪاٺ جي ناهيل ٿانو پيتاڙي ۾) بک ٿي ڪراچي موڪليو ويندو هو. پيتاڙي وارو گهہ هڪ روپئي ۾ 5 پاءِ ملندا هئا. ڏاس، ڪاٺ، ٻهہ ۽ ڪانن جي ڪتر، واڻ وغيره ڪوئٽہ، ڪراچي ۽ شڪارپور

موڪليو ويندو هو. جوهبي ۾ ٽنڊو رحيم جي ٽپال، خداآباد ريلوي اسٽيشن وسيلي مٽبي هئي. ٽيليگرام جي بہ سهوليت فراهم ٿي. اسٽيشن ٻاهران 100 - 200 اٺن جا گلا موجود بيٺا هوندا هئا، جيڪي بار برداري ۾ سواري جي لاءِ ڪم ايندا هئا. بيان ڪيل مدت هيٺ خداآباد جي آبادي ۾ سماجي ۽ معاشي بهتري آهي. ٽاٽو بولا خان جا واٽيا اسٽيشن تي گهر ٺاهيو رهيل هئا. جيڪو ٻڪريون ۽ رڍون ڪترينداهئا. هي سموري منظر نگاري، وڏي تحرڪ جو مثال آهي. خداآباد ان جو مرڪز رهي.

سکر بئراج جي جڙڻ ڪري، دادو ڪينال مان نڪرندڙ خداآباد مائيز ، D-10 ڦڪا، لوئر فارم ۾ دئابو شاخ واري آبپاشي سسٽم وسيلي پاڻي مليو. خداآباد ۾ ان جي چوگرد علائقو سرسبز ٿيو. فصل هيٺ تيل زمين ۾ اضافو ٿيو. نيون جنسون ۾ نوان گاهہ متعارف ٿيا. ان جي اپت وڏي ۾ مال متاع جي چاري لاءِ گاهہ پڻ وڌيو. معاشي خوشحالي ٿي. سکر بئراج کان اڳي ڳوٺاٽي زندگي ڏاڍي ڏکي هئي.

خداآباد پرسان 880 ايڪڙ ايراضي تي پاڳناڙي ڪيٽل فارم جڙيو، جنهن وسيلي سٺي نسل جي چوپائي مال پالڻ جي ترغيب ملي. آس پاس پاڳناڙي نسل جي ڳائي مال ۾ اضافو ٿيو. افسوس جو پاڪستان نهڻ بعد ون يونٽ جي ايامن ۾ هي فارم ختم ڪري 800 ايڪڙ بهترين زمين غير سنڌين ۾ نيلام ڪئي وئي.

خداآباد جي جاڙي ڳوٺ ڦڪا، ۾ مختلف ڪيٽيگريز جي آفيسرن جي رهائش لاءِ 24 ايڪڙن تي مشتمل وڏو اريگيشن ريسٽ هائوس بہ انگريزن جوڙايو. حڪمران ڌرين جا ڪامورا، پوليس ڪماني، روينيو، تعليم ۾ بين ڪاتن جا عملدار هتي ڪچهريون ڪري، عوام جا اهنج دور ڪندا هئا. عدالتون لڳائيندا هئا. ريسٽ هائوس ايريا ۾ سواري جي وهٽن لاءِ ايراضي هئي ۾ ٻاجيون پوکيون ويندون هيون. باغ هيو، فرنيچر ۾ ڪراڪري هئي. اريگيشن سسٽم جي چڪاس ۾ ضروري هدايتن لاءِ دادو سان ٽيليفون جو نظام هو. هن وقت اتي ويراني آهي.

ضلع ڪائونسل دادو جو خداآباد اسٽيشن پرسان ريسٽ هائوس جڙيو. جنهن ۾ اعليٰ قسم جي رهائش جو بندوبست هو. ڪامورا منزل ڪرڻ لاءِ هي ريسٽ هائوس استعمال ڪندا هئا. واٽين جون شاديون واريون تقريبون هت ٿينديون هيون. گهوٽيتا ۽ ڪنواريتا هت گڏ ٿيندا هئا. هاڻي برباد آهي.

## پير الاهي بخش جي ڪوشش سان خدا آباد جي ٻيهر تعمير:

1942ع بيگاري بند جيڪب آباد کان ٽٽو. جنهن ڪري لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعن جي وڏي ايراضي پاڻي هيٺ آئي. خداآباد جو علائقو متاهين تي آهي. ان ڪري خلق خدا اچي خداآباد ۾ پناهه ورتي. هن علائقي جو چونڊيل نمائندو پير الاهي بخش هو. هن جو پير ڳوٺ 4 – 3 ڪلوميٽر ڏکڻ طرف خداآباد پرسان آهي. پير صاحب پارليامينٽ ۾ 1937ع کان ويندڙ هو. وزير ۽ وزير اعليٰ به ٿيو. 1942ع ۾ سنڌ حڪومت کان ٻوڏ جي متاثر تيلن لاءِ 2 ماڊل ڳوٺ جوڙائڻ ۽ ٻوڏ متاثرين کي رهائش ڏيڻ جي منظوري ورتي. اهڙي طرح خداآباد تاريخي مسجد پرسان خداآباد ماڊل وليج 100 ايڪڙ تي 50 ڪٽنبن کي آباد ڪرڻ لاءِ جڙيو. ويران ٿيل تخت گاهه خداآباد واري هنڌ تي مذڪوره ڳوٺ تعمير ٿيو. ان کي ئي موجوده خداآباد سڏجي ٿو. 5000 والن تي هر هڪ گهر جڙيو. جنهن ۾ ڪچا ڪمرا ۽ ٻاهران ديوار نهي. ڳوٺ ۾ بوائز پرائمري اسڪول قائم ٿيو. هن خداآباد ماڊل وليج جو افتتاح، سنڌ جي گورنر سر فرانسس موڊي ۽ سندس گهرواريءَ ڪيو. گورنر جو پرنسپل سيڪريٽري جناب هاشم رضا به خداآباد آيو. ان موقعي تي گهٽين ۾ ڳاڙها ڪپڙا ۽ قالين وڇايون ويون. ۽ آڏرياءَ ڪندڙ بئنر ۽ خوبصورت سجاوٽ ڪئي وئي. مثالي اسٽيج ٺاهي وئي هئي. دادو کان خداآباد اريگيشن شاخ وسيلي گورنر ماڊل وليج پهتو. هن طرح، تخت گاهه خداآباد وارا ويران ٿيل ماڳ مقام ٻيهر آباد ٿيا. ڳوٺ ۾ آباد ٿيندڙن کي نه صرف مفت ۾ گهر مليا پر روزگار ڪمائڻ لاءِ هر گهر کي 16 ايڪڙ سرڪاري زمين به ڏني وئي. هن ماڊل وليج کان اڳ، تخت گاهه خداآباد وارو علائقو مقامي طور ”دڙا“ سڏبو هو. خون خوار جهنگلي جانور، بگهڙ ۽ مرون رهندا هئا. واٽهڙو ماڻهن تي حملا ڪندا هئا. هي خونخوار جانور ڳوٺ آباد ٿيڻ بعد به ڳهرن ۾ گهڙي چوپائي مال جو نقصان ڪري ويندا هئا. پير الاهي بخش جو هي ڳوٺ ٻڌرائڻ وارو ڪم مناسب هو. ان ڪري پير صاحب اڄ به محسن خداآباد ڪري ليکجي ٿو. افسوس آهي جو پير الاهي بخش تاريخي جامع مسجد خداآباد ۽ مقبري ميان يارمحمد جي مرمت ۽ خوبصورتي لاءِ ڪا به رٿا جوڙي ڪونه سگهيا.

## تخت گاهه خداآباد جي باني ميان يار محمد ڪلهوڙو جو مقبرو:

خداآباد پرسان جڙيل مقبرو ميان يار محمد ڪلهوڙي جو، اوچي ٿلهي تي جڙيل آهي. نهايت خوبصورت طرز تعمير آهي. ان تي رنگ سازي ۽ ڪاشيگري جو

عمدو ڪم ٿيل آهي. مقبري ٻاهران مقام ۾ ڪلهوڙا دور حڪومت جا جنگي جرنيل مدفون آهن. مقبري جي احاطي اندر ميان يار محمد جو پوٽو ميان مراد ياب خان، جيڪو پاڻ بہ سنڌ جو ڪجهہ وقت حڪمران ٿيو مدفون آهي. ميان يار محمد ڪلهوڙي جي حڪومتي جدوجهد جو سلسلو ميان محمد آدم شاهہ شهيد (1520 - 1600) جي خاندان مان آهي، جنهن کي مغلن ملتان ۾ شهيد ڪيو ۽ سکر ۾ مدفون آهي. ميان آدم شاهہ جي پونئيرن مان ابتدائي ڪلهوڙا حاڪميت ميان نصير محمد (1681 - 1692) عرصي ۾ ڪئي جيڪو ڳاڙهي دادو ۾ مدفون آهي. هن جو پيو نمبر پٽ آهي ميان يار محمد ڪلهوڙو، جنهن (1701 - 1719) تائين حڪومت ڪئي. خداآباد کي تخت گاهہ بنايو ۽ هت ئي مدفون آهي. مقبرو ميان يار محمد خداآباد کان 2 ڪلوميٽر پڪي رستي پرسان اولهہ طرف آهي. ڪلهوڙا حاڪم، پيري مريدي ڪندا هئا. ڪلهوڙا حاڪمن ۽ سندن ناليوارن جرنيلن تي ميلا ملاکڙا اڄ بہ منعقد ٿيندا رهن ٿا. ميان يار محمد جي درگاهہ تي ذوالحج جي 7 8 ۽ 9 تاريخ تي هر سال ميلو لڳي ٿو. هي سلسلو پراڻو آهي. مقامي طور ميلي کي حج چون. ميلي واري تصور جون سڀ گهرجون پوريون هجن ٿيون. خريداري لاءِ هر قسم جا دڪان، تفريح جو سامان ۽ ٻارن جي وندر هجي ٿي. پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ۾ هت سنڌ جا مشهور مسخرا، عبدو ڪوري، خميسو حجم ۽ محمد فقير لغاري فن جو مظاهرو ڪندا هئا. جڏهين تہ ساوڻ فقير جا بيت سڄي رات جهونگاريا ويندا هئا. "سورن جو ساوڻ" چوي ۽ الله ئي الله جو آواز پيو هلندو هو. نڙ بيت جا فنڪار ۽ مشهور سگهڙ، محمد ملوڪ عباسي ۽ در محمد ڪوسو جا نالا قابل ذڪر آهن جيڪي ميلي جي موقعي تي حاضري پرائيندا هئا. مقامي ملهہ، يارو ٻڪرار، حسين ڇڇڙو، لالو لهر، سومر دايو، رئيس حمزو خان چانڊيو ۽ ڪڏهين لاڙ جا شيدي مشهور ملهہ ايندا هئا. ميلي جي موقعي تي درگاهہ تي پري پري کان اڪثر بروچ عقيدتمند اڄ بہ ايندا آهن. ايندڙن ۾ سنڌ، بلوچستان ۽ پنجاب جا رهواسي هجن ٿا. مرد خواهہ عورتون، سرندي، الغوزي ۽ بين سازينن تي الله توهار جي پڪار تي موج ڪندا آهن. ورهن کان درگاهہ جا متولي، جتوئي ۽ ڪوريجا ذات جا ماڻهو آهن. اڄ بہ سار سنڀال لهندا اچن ٿا. درگاهہ جو مشهور ماهي فقير ڪوريجو 110 سال عمر ماڻي چند سال اڳ ۾ گذاري ويو. ميان نصر الله ڪلهوڙو وڪيل، اڌڙوٽ عمر کان هن درگاهہ تي ايندو رهيو. 1974ع ۾ خداآباد جي سماجي تنظيم، نوجوان سنگت خداآباد، ميان يار محمد ڪلهوڙو يادگار ڪاميٽي جوڙي، جنهن مطابق ميان نصر الله ڪلهوڙو صدر، حڪيم بلاول خان ٻنڌ نائب صدر، نور محمد ڪلهوڙو جنرل سيڪريٽري ۽ علي گوهر قريشي خزانچي چونڊيا ويا. هي يادگار ڪاميٽي اڄ بہ پنهنجو ڪم ڪندي رهي ٿي. هن وقت ڳوٺ حافظ مير محمد ڪلهوڙو جا

مولابخش ڪلهوڙو ۽ احمد خان ڪلهوڙو وڏيڪ سرگرم آهن. حج جي موقعي تي خيرات، ملاڪڙي ۽ ميلي ۾ بهتر ڪم ڪندڙن کي انعام ملندا آهن. ميان جي ڳوٺ جا، قريشي، ڪنير، جتوئي، ڪوريجا ۽ مهيسر ذات جا ماڻهو رهن ٿا. انهن ۾ مصري خان مهيسر، غلام نبي مهيسر ۽ اصغر مهيسر بصرن جا پاڪستان سطح جا وڏا واپاري آهن.

1972ع ۾، جڏهن جناب ممتاز علي ڀٽو، سنڌ جو گورنر ۽ مارشل لا ايڊ منسٽريٽر تي خداآباد آيو ته گورنر صاحب کي ڳوٺاڻا يار محمد ڪلهوڙا ڏنڊئي جي درگاهه تي دعا گهرڻ لاءِ وٺي ويا. ممتاز صاحب ان وقت 2 ڪلوميٽر خراب حالت واري ڪچي رستي ۾ لهي هلي درگاهه تي دعا گهري عوام کي حيران ڪيو. ممتاز ڀٽي صاحب خداآباد کان يار محمد ڪلهوڙو ڳوٺ تائين پڪي روڊ جوڙڻ جو ان موقعي تي اعلان ڪيو جيڪو بعد ۾ جوڙيو ويو.

## تاريخي مسجد خداآباد:

سنڌ ۾ موجود قديم ترين مسجدن مان هڪ آهي. شاهه جهان مسجد ٺٽو بعد وڏي ۽ خوبصورت مسجد آهي، جنهن ۾ اڄ به نماز ادا ڪئي وڃي ٿي. راڄ ڌاني جي حيثيت ختم ٿيڻ بعد تخت گاهه خداآباد وارو سمورو علائقو ويران ٿي ويو ته مسجد به ويران ٿي وئي. مسجد جي سارسنڀال لهڻ وارو ڪوبه نه رهيو. ميرن جي ڏينهن ۾ ته ڪير آذان ڏيڻ وارو به ڪونه بچيو هو. مسجد جهنگلي پکين ۽ خوفناڪ جانورن جي پناهه گاهه بنجي وئي. نه در ۽ نه دروازا بچيا. برسات جي موسم ۾ چوپايو مال مسجد ۾ پناهه وٺندو هو. ويراني ڪري آس پاس ۾ ٻوڙا ۽ جهنگ وڏي وڃي ٻيلي جي شڪل اختيار ڪئي. ٻگهڙ ماڻهن تي حملو ڪري کائي ويندا هئا. مرون وڙهندا هئا. اڻ سونهون ماڻهو زندگي وڃائي ويهندو هو.

انگريزن جي حڪومت اچڻ سان مسجد کي محفوظ ڪرڻ جي شروعات ٿي. پنهنجي دور حڪومت ۾ انگريزن هن علائقي مان پکيون سرون هٽ ڪري، مسجد ٻاهران 15X50 پڪي پيڙهه ڏياري مسجد کي محفوظ ڪيو. در دريون وري نصب ڪرايون. مسجد ۽ مقبرو ميان يار محمد، آثار قديم ايڪٽ هيٺ آڻي چوڪيدار مقرر ڪيا. 32-1930ع ۾ انگريزن جڏهين سکر بئراج تعمير ڪرائي ۽ پوک لاءِ پاڻي ملڻ شروع ٿيو ته آبپاشي لاءِ پاڻي هت خداآباد به آيو. ماڻهو آس پاس ۾ زمينون آباد ڪرڻ لڳا. جنهن ڪري هن علائقي ۾ آبادي وڌڻ شروع ڪئي. ڳوٺ بلاول خان پنڊ جي محمد رمضان پنڊ، ۽ ٻين

ڳوٺ وارن اڳتي وڏي مسجد ۾ باجماعت نماز پڙهڻ ۽ مسجد کي آباد ڪرڻ جي شروعاتي ڪوشش ڪئي. نماز بعد نمازين کي پت خيرات طور ڪارائڻ شروع ڪيو. اهڙيءَ طرح نماز ٻيهر شروع ٿي. پير الاهي بخش 1942ع ۾ مسجد پرسان ماڊل وليج نالي ڳوٺ ٻڌرايو تہ آبادي ۾ مزيد اضافو ٿيو. نمازين ۾ اضافو ٿيو. هن وقت مسجد ۾ 5 وقت باجماعت نماز ٿئي ٿي. ليڪن سرڪار طرفان پيش امام مقرر نہ آهي. هتان جا اڪثر ماڻهو مسجد ۾ وڏو عقيدو رکن ٿا. پر وارن ڳوٺن ۾ شادي جي موقعي تي گهوٽ کي 2 رڪعتون نماز نفل پڙهڻ لاءِ هت آندو وڃي ٿو. ڪيترا ڪٽنب ٻارن جي ڇٽي ۽ عقيقي بنسبت هت خيرات ڪندا آهن. مسجد کي ڏسڻ لاءِ سڄي ملڪ مان ماڻهو ايندا رهن ٿا. ڪيترا ٻاهرين ملڪن جا سياح ۽ سفير پڻ مسجد ڏسڻ ايندا آهن. ڪجهہ وقت اڳ ۾ بنگلاديش جي عورت سفير، مسجد ۽ مقبرو ڏسڻ آئي ۽ گهرن ۾ وڃي عورتن سان ڪچهري ڪئي. 1969ع ذوالفقار علي ڀٽو، مير رسول بخش ٽالپور، عبدالوحيد ڪٽپر سان گڏ مسجد ۾ نفل ادا ڪيا ۽ ڪاميابي لاءِ دعا گهري. 1995ع ۾ مسجد جي ٽن وڏن گنبذن مان اتر طرف وارو گنبذ شهيد ٿي پيو. ٻين کي آثار قديمہ کاتي وارن لوهي پائيپ ڏئي گمبذن کي ڪرڻ کان محفوظ ڪري ڇڏيو آهي. ليڪن مرمت وغيره نہ ڪرائي آهي. ڪجهہ سال اڳ هن مسجد جي ڪاشي جون سرون ملڪ کان ٻاهر سمگلنگ ڪندي لاهور ۾ پڪڙجي پيون.

1974ع ۾ جناب عبدالحفيظ پيرزاده مرڪزي وزير تعليم ۽ قانون ۽ صوبائي رابطہ مسجد جي مرمت لاءِ 2 لک روپيہ منظور ڪيا، ليڪن ڪم معياري نہ ٿيو. ان ڪري ڪم اڌورو رهجي ويو ۽ رقم بہ گم آهي. 1972ع کان ڳوناٺا، چونڊيل نمائندن جناب عبدالحميد جتوئي (ايم اين اي)، جناب محمد بخش جمالي (ايم اين اي)، حاجي خير محمد خان پنهور (ايم اين اي) ۽ پير مظهر الحق (ايم پي اي) وسيلي حڪومت کان مسجد جي مرمت ڪرائڻ بابت مطالبا ۽ گهرون ڪندا رهن ٿا، ليڪن مرمت ۽ مسجد کي خوبصورت ڪرڻ وارو ڪم ڪونہ ٿيو. 1999ع ۾ سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن جي دعوت تي جناب علم الدين بلو ڊپٽي ڪمشنر دادو خداآباد ۾ ماءُ ٻار صحت مرڪز جي تعميراتي ڪم جي شروعات ڪرڻ لاءِ خدا آباد آيا. مسجد جي مرمت واري گهرج جي موٽ ۾ جناب ڊپٽي ڪمشنر صاحب ضلع ڪائونسل دادو طرفان مرمت ڪرائڻ ۽ پيش امام مقرر ڪرڻ جو اعلان ڪيو، ليڪن وزير اعظم پاڪستان نواز شريف طرفان

ملڪ جي سيني ضلع ڪائونسل جا فنڊ ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو، ان ڪري مسجد لاءِ فنڊ نه مليا ۽ مرمت جو ڪم بہ ڪونہ ٿيو ۽ نہ وري پيش امام ئي مقرر ٿي سگهيو. مسجد ۾ هن وقت صرف هڪ سائيٽ اٽينڊنٽ، آثار قديم ڪاتي طرفان محمد عمر پنڊ آهي. جيڪو مسجد بابت معلومات اثار قديم ڪاتي کي موڪليندو آهي. 10 - 15، ڳوٺن جا رهواسي هن تاريخي مسجد ۾ عيد نماز پڙهندا آهن. مگٽيجا ڳوٺ وارا پيش امام کي پڳ ڏيندا آهن ۽ ڳوٺ بلاول خان پنڊ جا رهواسي خارڪون تبرڪ طور عيد نمازين ۾ تقسيم ڪندا آهن. اندازن 3 کان 4 هزار ماڻهو هت عيد نماز پڙهڻ ايندا آهن. مسجد پرسان اوير طرف 200 سال جهونو ڪنڊو آهي، جنهن جي پير ۾ روايتي طرح 1980 تائين سماع ٿيندو هو. 4 - 3 ماڻهو مناجات پڙهندا هئا. سڀ نمازي هن ۾ بلند آواز سان شريڪ ٿيندا هئا. هن وقت هي سلسلا ڪونہ آهن. ڪجهہ وقت اڳ ۾ ڪلهوڙا عباسي تنظيم طرفان ميان يار محمد ڪلهوڙي مقبري پرسان سيمينار منعقد ڪرايو ۽ هنن قومي يادگارن جي حفاظت جي گهر ڪئي هئي. 2000ع ۾ خداآباد مسجد اندر ويهي سنڌ جي تاريخ ۽ قديم آثارن سان محبت ڪندڙ ڏرين، مسجد بچائڻ لاءِ هڪ ٽاسڪ ڪاميٽي جوڙي، جنهن جو سربراهہ محمد ابراهيم پنهور چونڊيو ويو ۽ ميمبرن ۾ جناب ڊاڪٽر لياقت مگسي، ميان امير بخش ڪلهوڙو، نظير احمد پنڊ، محمد ملوڪ پنهور، محمد ابراهيم پنڊ ۽ اعجاز علي پٽي کي نامزد ڪيو ويو. هي ڪاميٽي مسجد جي مرمت ۽ جوڳي خوبصورتي لاءِ تحرڪ ۾آهي. سنڌ حڪومت جي ڪلچر ڪاتي طرفان مسجد جي مرمت ۽ خوبصورتي لاءِ حڪومت پاڪستان کان رقم منظور ڪرڻ لاءِ ڪوششون جاري آهن. پاڪستان نيشنل هيريٽيج فنڊ مان اميد آهي تہ مسجد لاءِ رقم ملي ويندي.

### ڦڪا، تخت گاهہ خداآباد جو جاڙو شهر:

خداآباد پرسان 3 ڪلوميٽر جي اولهہ طرف ڦڪا آهي. هي صدين کان آباد آهي. ميان يار محمد ڪلهوڙي جڏهين سنڌ فتح ڪئي تہ خداآباد ان وقت سامتائي پرڳڻي جو علائقو هو. مشهور سيٺ نائومل جنهن انگريزن کي سنڌ فتح ڪرڻ ۾ مدد ڪئي، هتان جو اصل رهاڪو هو. سامتاڻي قيصر خان پنهور جي حاڪميت ۾ هو. ڦڪا ۽ مرڪپور پنهور ذات جي ماڻهن جا آباد ٿيل شهر هئا. ڦڪا انگريزن جي ڏينهن ۾ وڏيڪ مشهور ٿيو. چونڊيل ماڻهن جي ميونسپالٽي هوندي هئي جنهن ۾ 15 ماڻهو چونڊبا هئا. شهر ۾ 2 وڏيون

بازاريون هيون هڪ هيٺين ۽ ٻي مٿئين بازار هئي. 150 ڪوه ۽ ڪوهيون هيون. هندن جا 300 گهر هئا. پوليس جو صدر ٿاڻو هو ۽ پان آئوٽ پوسٽ هئي. هن وقت پان صدر ٿاڻو آهي ۽ ڦڪا آئوٽ پوسٽ آهي. چئن طرفن کان روڊ هت ايندا هئا. دادو کان ڦڪا ۽ ڦڪا کان جوهي ۽ ڦڪا کان ٽلٽي بس سروس هلندي هئي. شهر جي گهٽين ۾ فانوس لڳل هئا. گهٽيون پڪيون ۽ چوڪيداري/پهري جو بندوبست هو. شهر ۾ گهوڙڻ جي سنجڻ جو سامان، ٽل، هنا ۽ زينون عمدا ٺهندا هئا. شهر ۾ هر قسم جا هنرمند هئا. چوٽي هئي ته هجنئي ٽڪا ته گهم ڦڪا. ڳوٺ جو سيد امام علي شاهه نالي وڏو زميندار هو. شاهه صاحب غريبن جو يار ۽ امن پسند ماڻهو هو. هن وقت سيد امام علي شاهه جو پوٽو ۽ سيد چنل شاهه جو پٽ سيد امام علي شاهه ثاني يونين ڪائونسل ميان يارمحمد ڪلهوڙي جو ناظم آهي. پاڪستان قائم ٿيڻ تائين سيد امام علي شاهه خوب نالو ڪمايو. واڻين ۾ سيٺ مينگهراج اڏم داس ۽ جهمٽ مل وڏا زميندار هئا. شهر جو اڪثر ڪاروبار واڻين جي هٿ ۾ هو. سيٺ مينگهراج مکي هو. سيد امام علي شاهه ۽ مکي مينگهراج شهر جا فيصلا ڪندا هئا. اندازن ڏهه هزار جي آبادي هئي. 1930ع ۾ 400 بار هتان جي پرائمري اسڪول ۾ پڙهندا هئا جن ۾ هندن جو 50 نياڻيون به پڙهنديون هيون. مسلمان جي هڪ به نياڻي ڪانه پڙهندي هئي. شهر ٻاهران 24 ايڪڙن جي ايراضي ۾ سرڪاري آفيسرن لاءِ مختلف ڪيٽگريز جابنگلا جوڙيل هئا، جيڪي اڄ ويران ٿيل آهن. جتي آفيسر اچي ڪچهريون ڪري ماڻهن کي انصاف ڏيندا هئا. عدالت لڳندي هئي. شهر جي وچ ۾ ضلع ڪائونسل جو مسافر خانو ۽ روينيو کاتي جي آفيسرن جي چاوڙي هئي. شهر ۾ مشهور حڪيم فقير رازق ڏنو قريشي هو. قريشي صاحب راڻي پور جي پيرن جو خاص عقيدتمند هو. مشهور شاعر "بيوس" ٻچل حجم به هتان جو هو، جنهن جي شاعري جيوٽي ٻائي ڳائيندي هئي. سيد امام علي شاهه، مشهور زميندار هجڻ ڪري اڪثر چونڊ مهم ۾ ڀرپور حصو وٺندا هئا. چونڊن ۾ بيٺل اميدوار هن وٽ ايندا رهندا هئا. هڪ دفعي محمد ايوب کهڙو هن وٽ ووٽن لاءِ آيو ته يادگيري پڪي ڪرائڻ بهاني ڏيگن جي چرخي/نار جي ڳاڏي هلائڻ لاءِ شاهه صاحب هن کي چيو، جيئن کهڙي صاحب کي ووٽ ياد بيهن.

سيد امام علي شاهه جا سائين جي ايم سيد، سيد گل محمد شاهه (سيوهڻ)، سيد جئندل شاهه آراضي ۽ ٻين سان ذاتي تعلقات هئا. ڪين سي ڏاڍا ڏاڍا چوندا هئا. شاه صاحب 110 ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪئي. ڦڪا جي واڻين دادو شهر جي جڳت آباد جو مشهور پاڙو نهرايو، جيڪو دادو شهر

جو اڄ بہ بهترين علائقو آهي. پاڪستان ٺهڻ جي پڪ ڏسي اڪثر واڻين هتان لڏڻ شروع ڪيو. پاڪستان بعد اڪثر واڻيا هندستان لڏي ويا تہ هن شهر جون رونقون بہ ختم ٿي ويون. جيڪي هندو هتان لڏي ويا. انديا ۾ هن وقت جوڌپور ۽ جبل پور ۾ رهن ٿا. ڦڪا پرسان رهندڙ رئيس الهہ بخش خشڪ ۽ شهر جي سيٺ سيرومل بئنچ مئجسٽريٽ هوندا هئا. جيڪي 6 مهينن تائين جيل موڪلڻ جو اختيار رکندا هئا.

شهر ۾ 100 جي قريب 2 منزل ۽ 3 منزل عمارتون ورهانگي کان اڳ ۾ هيون. سڀ کان سهڻي 3 منزل ماڙي سيٺ مينگهراج جي هئي، جيڪو ان وقت جو وڏو واپاري بہ هئو. اڪثر ضلع دادو جي سيني تعلقن ۾ هن جي زمين هئي. سيد امام علي شاهہ 1946ع ۾ سائين جي ايم سيد جي چوڻ تي مسلم ليگ جي اميدوار، پير الاهي بخش جو چونڊن ۾ سيد گروپ جي اميدوار جي حيثيت سان مقابلو ڪيو. ڦڪا پرسان پير علي محمد شاهہ راشدي جي 500 ايڪڙ زمين "راشدي فارم" اڄ بہ موجود آهي. راشدي جو اڄ بہ اثر آهي.

## سياسي هلچل:

ٻي عالمي جنگ لڳڻ ڪري، دنيا جي مڙني ملڪن ۽ قومن جي سگهہ ۾ ڦيرڦار ٿي. آمريڪا جي هٿ ۾ عالمي واڳ اچي وئي. هن جي اڳواٽي ۾ چالاڪ ۽ ڦورو ڌرين، پوئتي پيل ۽ ٽئين دنيا جي ملڪن ۽ قومن کي نئين انداز ۾ منجهائڻ شروع ڪيو ۽ وسيلن تي قبضي ڪرڻ جا نواب روپ ۽ نوان طريقا گهڙيا. ٻئي طرف دنيا جي مظلوم قومن پنهنجي قومي آزادي لاءِ ويڙهہ جاري رکي. ننڍي کنڊ ۾ برطانيہ عالمي جنگ ۾ ڪوهجي پيو هو. هتان جي ماڻهن اڳتي وڌي آزادي جي تحريڪ کي سگهارو ڪيو. سنڌ جي ماڻهن گروهي سياست مان اڳتي وڌي سياسي تنظيم سازي ڪئي. سياسي پارٽيون جوڙي، خوشحالي، آزادي ۽ ڦرلٽ کان پاڪ وطن لاءِ ميدان ۾ اڳتي وڌيا. اهڙي هلچل ۽ جدوجهد ڪري انگريز ننڍو کنڊ ڇڏي ويا.

ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ (انگريزي دور جي سياست - هڪ جهلڪ) موجب تہ 1843ع کان وٺي 1947ع واري دور جي سياسي تاريخ کي ڏسجي ٿو تہ سياستدانن جي حيثيت سان سنڌ واسي، "خارجي ميدان" ۾ تہ ڪامياب پر، "داخلي ميدان" ۾ بنهہ ناڪام نظر اچن ٿا. يعني هنن ننڍي کنڊ جي سطح تي عظيم سياسي ڪارناما سرانجام ڏنا، پر پنهنجي ڌرتي تي ڪو بہ ڏيو ٻاري ڪونہ سگهيا. انهيءَ جو وڏي کان وڏو سبب سندن حد

ڪان وڌيڪ ذھانت ٿي ھو. جيئن تہ انگريزي راڄ دوران سنڌ کان ٻاھر، ننڍي ڪنڊ ۾ قيادت ۽ صلاحيت جو فقدان ھو، ان ڪري سنڌ جي سپوتن کي اتي پنھنجي جوھرن ڏيکارڻ جو موقعو مليو ۽ انھن ننڍي کنڊ جي سطح تي قائم ڪيل سياسي پارٽين جي قيادت ڪئي. مثال طور خواجن جي روحاني رھبر سر سلطان محمد شاھہ آغا خان، مسلم ليگ ناھڻ ۽ نھرائڻ ۾ اھم پارٽ ادا ڪيو. سنڌن ئي فرقي جي ھڪ فرد محمد علي جناح وري انھيءَ مسلم ليگ کي پنھنجي مقصد حاصل ڪرڻ ۾ قيادت مھيا ڪئي. مسلم ليگ کان سواءِ ساڳيو حشر ڪانگريس ڪميٽي جو ھو. ديوان گوبندرام، ساڌو هيرانند ۽ ڪي ٻيا پھريان سنڌي سياستدان ھئا، جن ڪانگريس جي انھيءَ اجلاس ۾ شرڪت ڪئي، جنھن ۾ ھن پارٽي جو قيام عمل ۾ آندو ويو. سنڌي شروع کان وٺي انھيءَ جي ورڪنگ ڪميٽي جا ميمبر ٿيندا آيا، تان جو ڏڪئي وقت ۾ ان جا سيڪريٽري بہ ٿيا. مطلب تہ سنڌ واسين کي ڪانگريس ۾ غير معمولي عھدا مليا ۽ ھنن انھن عھدن سان انصاف بہ ڪيو.

ساڳئي نموني سان جڏھين خلافت تحريڪ جو آغاز ٿيو تہ ھن موڙ تي سنڌ واسين جي قيادت ۽ صلاحيت سڄي ننڍي کنڊ کي ڪم آئي. عدم تعاون جو نھراءُ ڪراچي ۾ "خالقڏني" ھال ۾ بحال ٿيو: ھجرت تحريڪ جو آغاز ھتان ئي ٿيو ۽ زھر جو پيالو بہ ھتان جي ئي رئيس المھاجرين جان محمد جوڻيجي کي پيئڻو پيو. خلافت تحريڪ سان گڏ جميعت العلماءِ ھند ھڪ منظم تحريڪ بڻجي اڀري تہ انھي کي تشڪيل ڏيڻ واري اجلاس ۾ پير غلام مجدد، مولانا اسد الله شاھہ، مولانا تاج محمود امروٽي ۽ مولانا محمد صادق کڏي واري شرڪت ڪئي. ان کان پوءِ ھن جماعت جي پھرين ورڪنگ ڪاميٽي نھي تہ ان ۾ سنڌ مان پير تراب علي شاھہ راشدي، مولوي عبدالله ۽ مولوي محمد صادق کڏي واري کي بہ کنيو ويو.

1915ع ۾ جڏھين مائي ائني بسنت "ھوم رول ليگ" ۽ سنڌن نشين جاءِ آرنڊول 1935ع ۾ انڊين نيشنل ليگ ناھي تہ ڪين سڏ ۾ سڏ ڏيندڙ سنڌي ئي ھئا، جن سنڌ ڌرتي تي انھن جماعتن جون شاخون ائين کوليون جيئن ڪنھن ھاري ٻني ۾ ٻج ڇڏيو ھجي. خاڪسار تحريڪ کي خير خوبي سان سنڌ ۾ مقبول بنائڻ وارا بہ سنڌي ئي ھئا.

اھو تہ ھو سنڌ واسين جو سياسي بصيرت، لياقت ۽ صلاحيت جو خارجي رخ. جڏھين اسان داخلي ميدان طرف منھن ڪيون ٿا تہ بنھہ ائين جيئن مور پنھنجي قبيح

پيرن کي ڏسي روئي پوندو آهي، تهڙي حالت هڪ محب وطن تاريخدان سان ٿئي ٿي. سنڌ جي داخلي سياست ڏي ڏسڻ کان پوءِ ائين ٿو لڳي، چڻ هڪ اونداهي رات آهي جنهن ۾ تارن جي ٽمڪڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نظر نٿو اچي.

اسانجي بزرگن جو داخلي ميدان ۾ پوئتي پوڻ جو وڏو ڪارڻ سندن حد کان وڌيڪ ذهانت ٿي هئي. انهي ذهانت سبب ڪنهن به دور ۾ ۽ ڪنهن به پارٽي ۾ اهي متحد ٿي نه سگهيا. بنهه ائين جيئن به شينهن ٻيلي ۾ رهي نٿا سگهن. انهيءَ جو نتيجو هي نڪتو ته سنڌ جي داخلي سياست هميشه اختلافن جو شڪار رهي. عهدو نه ملڻ تي پارٽيون ائين ۽ ايترو جلد بدلايون ويون جيئن امير ماڻهو به ايترو تڪڙو ڪپڙا نه بدلائين. معمولي اختلافن تي لکن جون وزارتون رڳو هڪ هڪ ريٽي جي ڪتر واري رٽ تي ڪيرايون ويون. پوءِ ٿيو ڇا؟ جيئن ڪانءَ کي لڙ ۾ مزو ايندو آهي، تيئن هتي وري ٻاهرين پارٽين ۽ انهن جي اڳواڻن جي ٻيگهي مچي وئي. تان جو سنڌي سياستدانن مٿان اهو وقت به اچي بيٺو جو ڪين پاڻ سنڀالڻ جي به مهلت نه ملي سگهي ۽ پوءِ نه رڳو پاڻ طوفان ۾ لڙهي ويا پر تاريخ کي ٻوڙي ويا.

### سنڌ جون ڪجهه سياسي پارٽيون:

1947ع تائين ڪل 44 اهڙيون ننڍيون وڏيون پارٽيون ۽ گروهه آهن، جن سياسي ڪلچر وارو روپ ڌاريو. ڪڏهين گڏيل ۽ ڪڏهين مذهبي بنيادن جي شڪل صورت ۾ ڪم ڪيو.

### سنڌ آزاد پارٽي:

10 سيپٽمبر 1935ع تي خلافت ڪاميٽي، جمعيت العلماءَ سنڌ ۽ هاري ڪاميٽي جي گڏيل ميٽنگ ڪراچي ۾ ٿي، جنهن جو پهريون صدر شيخ عبدالمجيد سنڌي چونڊيو ويو. پير الاهي بخش، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، رئيس علي محمد مري ۽ رئيس علي محمد ڪيڙو تي مشتمل ورڪنگ ڪاميٽي جوڙي وئي.

### سنڌ نيشلسٽ پارٽي:

1935ع ۾ هي پارٽي ٺهي، پارٽي ٺاهڻ جو مقصد هو ته بمبئي کان الگ ٿيڻ کان پوءِ سنڌ جيئن صوبائي حيثيت وٺي ته پوءِ ٿورائي وارن طبقن جي مفادن جو بچاءُ ڪيو وڃي. هن پارٽي جو ڏڳ الڳ هو. پارٽي وارا "سنڌ هندو سڀا" کي ڪٽر جماعت تسلم ڪندا هئا ۽ پنڊت مالويه جي نيشلسٽ پارٽي سان به پلاند ملائڻ لاءِ تيار نه هئا. هي جماعت نج سنڌ جي

روشن خيال غير مسلم رهواسين جي پيداوار هئي. وشنداس ڏيارام، مهراج هوندراج، ليلارام حڪمت راءِ، پيائي لڏارام ۽ ڊاڪٽر وليرام هن جماعت جا خاص اڳواڻ هئا.

## سنڌ اتحاد پارٽي:

31 آڪٽوبر 1936ع تي هي جماعت قائم ٿي. سر شاهنواز ڀٽو، حاجي عبدالله هارون، غلام حسين هدايت الله، راءِ بهار هوتچند چاندومل، ديوا چند ٿڏاڻي قائم ڪئي. هن پارٽي جا روح روان سر شاهنواز ڀٽو ۽ حاجي عبدالله هارون هئا. جڏهين 1937ع ۾ چونڊ ٿي تہ سرشاهنواز ڀٽو ۽ حاجي عبدالله هارون هارائي ويا ۽ غلام حسين هدايت الله پارٽي ڇڏي ڏيو.

1937ع ۾ جيڪي چونڊون ٿيون، ان ۾ پارٽين ۽ سنڌن اتحادن جو انگ 6 هو، جن چونڊن ۾ حصو ورتو. سنڌ ۾ هندن جي آبادي 27 سيڪڙو هئي. ڪين اسيمبلي جي 60 سيٽن مان 25 ۽ مسلمانن لاءِ 35 سيٽون هيون. هندن کي اسيمبلي ۾ وڏيڪ سيٽون ڏنيون ويون هيون. سنڌ جي پهرين گورنر سر لانسيلاٽ گراهام 22 ميمبرن واري اڪثريتي پارٽي اتحاد پارٽي کي حڪومت جوڙڻ جي دعوت ڏيڻ بدران غلام حسين هدايت الله کي حڪومت ناهڻ جي دعوت ڏني، جنهن وٽ صرف 3 ميمبرن جي جماعت هئي. تمام گهٽن سببن ڪري، هندن جي پيٽ ۾ سنڌي مسلمان دير سان منظم ٿيا ۽ پوءِ سياسي طور اڳتي وڌيا. وڏو سبب اهو تہ سنڌي مسلمانن جي گهٽائي اڻ پڙهيل هئي. جاگيردارن، ميرن ۽ پيرن جي، عام ماڻهو کي سجاڳ ڪرڻ ۽ سنڌ ۾ علم عام ڪرڻ سان ڪابہ دلچسپي ڪانہ هئي. علم حاصل ڪرڻ، ان وقت بہ سولو ڪونہ هو. ڏسون ٿا تہ عام ماڻهو سياسي ماحول اندر راءِ جو مالڪ بڻجي نہ سگهيو ۽ مونجهارن جو شڪار رهيو. عام سنڌي سماجي بيمارين ۾ ڦڏندو رهيو. چند سياسي ڌريون من ماني ڪنديون رهيون.

## مارچ 1943ع ۾ پاڪستان لاءِ سنڌ اسيمبلي جو نعراءُ:

1940ع واري پاڪستان قرارداد ۾ هندستان ۾ رهندڙ قومن کي پڪ ڏياري وئي هئي تہ جيڪي صوبا پاڪستان ۾ شامل ٿيندا ڪين خودمختياري هوندي، جيڪي وسيلا صوبن جا هوندا، انهن ماڻهن جي ترقي ۽ خوشحالي لاءِ استعمال هيٺ رهندا وغيره. سنڌ جي پارليامينٽ ۾ جيڪي مسلمان رهنما هيا، ڪين خاطري ٿي تہ گڏيل هندستان جي مسلمان اڳواڻن، هر صوبي جي خوشحالي جو دستاويز ظاهر ڪيو آهي، ان ۾ سنڌ جي ترقي ۽ عام ماڻهن جي ڀلائي آهي. هن ڪان اڳ ۾مسلمان ميمبرن ڪوشش ڪئي تہ سنڌ جي مسلمانن

ڪي شعوري سگهہ ڏجي. ننڍي ڪنڊ جي گڏيل سياست وسيلي ۽ سنڌ اسيمبلي وسيلي، 90 سيڪڙو قرضي ٻڌيل مسلمانن جي جان آجي ڪرائجي، مسلمانن کي نوڪريون ملن ۽ وڃايل زمين جي مالڪي ڪين ملي. ليڪن هندن جي مفاد پرست ٽولي هن سلسلي ۾ انصاف ڀريو فيصلو ڪرڻ نہ ڏنو. هندن طرفان 40 سيڪڙو سنڌ جي زمين حاصل ڪرڻ جي تحقيقات بہ ڪونہ ٿي سگهي، بيان ڪيل ۽ ٻين ڪيترن سببن ڪري سنڌي مسلمان اڳواڻن، فيصلو ڪري پاڪستان جوڙڻ جي تحريڪ ۾ حصو ورتو. هنن ڏنو تہ پاڪستان جي قيام سان سنڌي مظلوم مسلمانن جا سڀ ڏک دور ٿيندا. اهڙي پسمنظر ۽ ترقي ۽ خوشحالي جي خواب هيٺ سنڌ اسيمبلي پاڪستان حاصل ڪرڻ لاءِ نهراءَ پاس ڪيو. سائين جي ايم سيد اهڙو نهراءُ پيش ڪيو. ان وقت دادو مان پارليامينٽ جا چونڊيل نمائنده سائين جي ايم سيد، پير الاهي بخش ۽ غلام محمد اسراڻ هئا. پير الاهي بخش جي چونڊ حلقي ۾ خداآباد شامل هو.

### سياسي، سماجي سوچ ۽ پرائمري مسلم ليگ خداآباد:

سماجي ۽ معاشي حالت، سياسي قدرن ۾ پلجي سگهاري ٿئي ٿي. دادو ضلع جون حدبنديون، لاڙڪاڻہ ۽ ڪراچي ضلعن جي ايراضي ۾ قيرقار ڪري جڙيون. دادو ضلعو جڙيو تہ بہ لاڙڪاڻي ۽ ڪراچي جي سياسي ڏرين جو اثر هٽ قائم رهيو. ٻنهين ضلعن جا مکيہ اڳواڻ سائين جي ايم سيد، حاجي عبدالله هارون، پير الاهي بخش، پير علي محمد راشدي، مخمد ايوب کهڙو ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي هئا، جن پاڪستان نهڻ تائين سنڌ جي سياست جي اڳواڻي پئي ڪئي. پير الاهي بخش جو خداآباد جي پر ۾ ڳوٺ آهي ۽ پير علي محمد شاهہ راشدي جي خداآباد پرسان 500.ايڪڙ زمين آهي. جڏهين تہ محمد ايوب کهڙو جا ساهرا خداآباد پرسان ڳوٺ عبدالرحيم جو کوهہ جا آهن ۽ سائين جي ايم سيد جي سنڌ ۾ هر هنڌ مڃتا هئي ۽ اڄ بہ آهي. سنڌ جي سيني سيدن جو پاڻ ۾ اتحاد ۽ ڦڪا وارو سائين امام علي شاهہ اهڙي اتحاد جو ٿنڀو هو. سياسي ماحول ۽ تحريڪ بابت، خداآباد ۾ ابتدائي ڄاڻ هئي. سنڌي مسلمان، وڏيرن جي هٿ هيٺ هوندا هئا. عام ماڻهو پنهنجي راءِ جا مالڪ ڪونہ هيا.

ٻئي طرف دادو شهر ۾ ڊاڪٽر پرمانند جي سهڪار سان مشهور پرمانند هرداس مل هاءِ اسڪول (گورنمينٽ پائلٽ هاءِ اسڪول) قائم هو، جنهن ۾ گهڻو ڪري داخلا هندو شاگردن کي ملندي هئي. شهر جي هوشيار مسلمانن کي داخل ڪندا هئا. ليڪن ٻهراڙي جا شاگرد هن اسڪول ۾ داخلا وٺي ڪونہ سگهندا هيا. هي پرمانند اسڪول ان زماني ۾ معياري تعليم لاءِ نالي وارو غير

سرڪاري اسڪول هو. اسڪول جي لاءِ جوڙايل بلڊنگ ۽ آڊيٽوريم تہ اڄ بہ مثالي ۽ توجهہ جو مرڪز آهن. هن اسڪول ۾ خداآباد جي بلاول خان پنڊ ۽ بهاول خان پنڊ داخلا وٺڻ جي ڪوشش ڪئي. داخلا نہ ملڻ بعد سائين جي ايم سيد طرفان سن ۾ قائم ڪيل AV ڪلاسن ۾ داخلا ورتائون. سائين جي ايم سيد جي شفقت ۽ سوچ ڪان متاثر ٿيا. مجبورين ڪري، تعليم اڌ ۾ ڇڏي خداآباد موٽي آيا. مسلم ليگ لاءِ 1941ع ڪان بلاول خان پنڊ تحرڪ ورتو. 1943ع ۾ خداآباد ۾ پرائمري مسلم ليگ جي شاخ قائم ڪيائين، جنهن جو پهريون صدر خدا بخش خشڪ ۽ جنرل سيڪريٽري احمد فقير پٽي ڪي چونڊيو ويو. (سنڌ جي سياسي جدوجهد ڊاڪٽر محمد لائق زرداري.)

## خداآباد مسجد ٻاهران ڪانگريسي ڪارڪنن جا ميڙاڪا:

ڪانگريس ڪي ناهيندڙن ۾ سنڌي بہ شامل هئا، جن جا سنڌ ۾ هر هنڌ ڪارڪن ۽ همدرد موجود هئا، جيڪي پنهنجي پروگرام جي وڪالت ڪرڻ لاءِ ڳوٺن تائين بہ ويندا هئا. خداآباد مسجد ٻاهران جمع نماز بعد ڪڏهين ڪڏهين جوشيلا ڪارڪن، ماڻهن کي هندستان جي ورهاڱي جي نقصانن ڪان واقف ڪندا هئا.

## سيد امام علي شاهہ ۽ پير الاهي بخش جو چونڊ مقابلو:

قائد اعظم ۽ سائين جي ايم سيد جا سياسي اختلاف ٿيا. سائين سياسي ميدان ۾ پنهنجو گروپ جوڙي سياسي ميدان ۾ سرگرم ٿيو. دادو جي تڪ مان مسلم ليگ جي اميدوار پير الاهي بخش کي بنا مقابلي ڪامياب ٿيڻ ڪان روڪڻ جو فيصلو ڪيائين. سائين امام علي شاهہ، سائين جي ايم سيد (سيد گروپ) جي فيصلي موجب صوبائي چونڊ ۾ پير الاهي بخش جي مقابلي ۾ اميداوار بيٺو، جنهن ۾ ناڪام تہ ٿيڻو هو سو ٿيو. ليڪن حڪومتي ڌر جي اميدوار کي عوام جي عدالت ۾ پيش پوڻ لاءِ مجبور ڪيائين. هي علائقي اندر سياسي ميدان ۾ گرمي پيدا ڪرڻ جو هڪ مثال آهن. پير الاهي بخش صاحب درگذر ڪندڙ طبعيت جو مالڪ هو. گهٽو ڪري سياسي مخالفن کي سياسي انداز مان منهن ڏيندڙ رهيو.

## پاڪستان جو ٺهڻ ۽ خداآباد پرسان ڦڪا ۾ پناهگيرن جي آمد:

سنڌ جا قديم رهاڪو ۽ وارث هندو هئا. مسلمانن جي سنڌ فتح ڪرڻ بعد

هندستان جا اڪثر ماڻهو مسلمان ٿيا. ورهين کان هندو ۽ مسلمان ڇڪتاڻ کان سواءِ گڏ رهندا پئي آيا. هتان جا اڪثر رهواسي صوفياڻ رنگ ۾ رنگيل هئا. پوءِ اهڙو واءُ لڳو جو ڪٽو ڪٽو ٿي ويا. سنڌ جي ڀهراڙين ۾ ڪاروبار واڻيا ڪندا هيا. مسلمان اهڙي ڪاروبار کان پاسيرا هئا. تخت گاھ خداآباد دوران ته واڻين جو ڪاروبار ۽ حڪومتي ونهوار ۾ وڏو عمل دخل هيو. انگريز حڪومت دوران به خداآباد جي علائقي ۾ جملي وڏن ڳوٺن ۾ زمينن جي مالڪي ۽ ڪاروبار ۾ واڻيا اڳيرا هئا. ڦڪا جو ته ڪاروبار سندن هٿن ۾ هو. برماڻي، باغ علي قريشي، ڏوتڙا پنهور، لطف علي پند، نو لکو، دئابو ۽ ٻين نالي وارن شهرن ۾ ڪاروباري هندو هيا. پاڪستان ٺهڻ جي پڪ سمجهي واڻيا ڀهراڙين جا علائقا ڇڏڻ ۾ مشغول ٿيا ۽ بعد ۾ گهڻا سنڌ ڇڏي ويا. ڦڪا جي علائقي جا واڻيا ويا ته ڦڪا اجڙي ويو. سندن ملڪيتون ٻاهران لڏي آيل پناهگيرن جي حوالي ٿيون. زمينون، گهڻ منزل جايون، مهاجرن کي مليون. ڦڪا ۾ پناهگيرن کي آباد ڪرڻ لاءِ سرڪاري ڪارندا موجود رهندا هئا ۽ وڏا سرگرم رهيا هنن لڏي آيلن کي زمين آباد ڪرڻ لاءِ ڙوڪ رقمون ۽ ڊور ڍڳا خريد ڪري ڏنا. ٻج ياڻ پڻ مفت ۾ فراهم ڪيا ويا. مهاجر ڍڳا کهي کائيندا هئا ۽ پوءِ سرڪار کي ٻيون فرمائشون ڪندا هئا. ڦڪا ۽ آسپاس ۾ هنن کي جا زمين ملي، وڪري ڪري بعد ۾ وڏن شهرن ۾ وڃي آباد ٿيا. مقامي ماڻهن ۽ هارين کي مفت ۾ واڻڪي زمين ۽ ٻي ملڪيت ڪانه ملي.

**پير الاهي بخش جي پٽ پير شاهنواز کان سياسي انتقام:**

پير الاهي بخش جي 14 سالا اقتداري عرصي ۾ خداآباد جي تاريخي ۽ ثقافتي يادگارن جي مرمت، خوبصورتي ۽ بهتري لاءِ خاص رٿابندي ڪانه ٿي. پير الاهي بخش جي اقتدار جي زماني ۾ ڇوڪرن لاءِ هڪ اسڪول خداآباد ۾ قائم ٿيو. نياڻين جي تعليم بلڪل نه وڌي سگهي.

سن 1946ع ۾ چونڊون ٿيون. هڪ جنوري ۽ ٻي ڊسمبر 1946ع ۾ ٿي. سائين جي ايم سيد جي مقابلي ۾ قاضي محمد اڪبر کي سيوهڻ تڪ مان مسلم ليگ جي اميدوار طور بيهاريو ويو. قاضي صاحب سيوهڻ جو وينل ۽ پير الاهي بخش جو رشتيدار هو. سرڪاري اميدوار، قاضي محمد اڪبر کي کٽرائڻ لاءِ ڌانڌلي ڪئي وئي. سرڪاري مشنري استعمال ٿي. سائين جي ايم سيد، چونڊن ۾ رڪارڊ ڌانڌلين ڪري قاضي اڪبر خلاف پٽيشن داخل ڪئي. پير الاهي بخش کي وزارت ۾ هوندي ڪورٽ ۾ طلب ڪيو ويو. پير علي محمد راشدي، سائين جي ايم سيد جي وڪيل طور پيش ٿيو، جنهن پير الاهي

بخش متان ٻه دفعا ووٽ ڏيڻ بابت جرح ڪئي ۽ پير صاحب کان اعتراف ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿيو. ان ڪري قاضي محمد اڪبر، پير الاهي بخش ۽ مير محمد شاهه چيئرمين ضلع لوڪل بورڊ دادو کي بدعنوانين تحت ڇهن سالن لاءِ ڪورٽ نااهل قرار ڏنو ۽ سائين جي ايم سيد کي اسيمبلي جو ميمبر بحال ڪيو. ان دوران صوبي جي سياسي صورت ۾ تبديلي آئي. پير الاهي بخش جي دادو واري خالي ٿيل سيٽ تي ضمني چونڊ ٿي. ضمني چونڊ ۾ آخوند شفيع محمد کي، کهڙي صاحب جي سالي ميان عبداللطيف پنهور (خداآباد کان اوڀر طرف 3 ڪلوميٽر مفاصلي جي رهندڙ ڳوٺ عبدالرحيم ڪوهه) جي سامهون بيهڻ تان منع ڪئي وئي. آخوند صاحب سندن چوڻ نه مڃيو ۽ چونڊ فارم ڀريو ته کين جيل موڪليو ويو. پير الاهي بخش جي پٽ پير شاهنواز کي ٽن ٻارن جو پيءُ هوندي، سول سرجن عبدالرشيد شيخ (وينل خيرپور ناٿن شاهه) کان سرٽيفڪيٽ جاري ڪرائي، نابالغ قرار ڏنو ويو. مسٽر تاج محمد صحرائي جو فارم رد ڪرايو ويو. ميان عبداللطيف کي بنا مخالفت جي ميمبر ٿيڻ جو اعلان ضلع جي ڪليڪٽر هٿان ڪرايو ويو. هي سڀ جاگيرداري رويا سمجهڻ ۽ پرکڻ جهڙا آهن. آخوند شفيع محمد ۽ تاج محمد صحرائي ٻئي مڊل ڪلاس جا ماڻهو هيا، ان ڪري کين سياسي ڌارا کان ٻاهر رکڻ جي ڏاڍ مڙسي ڪئي وئي ۽ پير صاحب کان سياسي انتقام ورتو ويو. هن واقعي وقت خان بهادر محمد ايوب کهڙو سنڌ جو وڏو وزير هو.

فيبروري 1947ع تي سائين جي ايم سيد اليڪشن پٽيشن داخل ڪئي ۽ ان جو فيصلو وري فيبروري 1949ع ۾ ڏنو ويو. هتان جي مڊل ڪلاس ماڻهن پنهنجي پيرن تي بيهي عوامي جدوجهد کي جاري رکيو ۽ خاموشي سان ڪوشش ڪندا رهيا.

## خدا آباد جي علائقي کي ترقي ڏيارڻ لاءِ پنهنجي مدد پاڻ ڪريو سوچ: وليج ايڊ پروگرام:

پاڪستان ٺهڻ بعد 1956ع ۾ ٻاهرين امداد سان وليج، ايگريڪلچر ۽ انڊسٽريل ڊولپمينٽ پروگرام شروع ٿيو. هي عوامي شراڪت جو ڀريون ڀهتر پروگرام هو. خداآباد ۾ هن پروگرام وسيلي سماجي ڪم بهتر ٿيا ۽ شعوري سگهه وڌي. سنڌ اندر دادو تعلقه ٻه اهڙي پروگرام ۾ شامل ٿيو. خداآباد ۾ وليج ڪائونسل جڙي. پنهنجي مدد پاڻ ڪريو جي لاءِ سازگار ماحول جڙيو. خداآباد وليج ڪائونسل جو چيئرمين بلاول خان پنڊ ٿيو. محمد ابراهيم پنهور، واحد بخش

رانجهاٽي، پير بخش برماٽي، سرائي علي مراد برماٽي، رسول بخش مگٽيجو، حاجي خان قريشي، منو خان برماٽي، جمع خان پنڊ ۽ پيا سرگرم تيا. هن ڪائونسل، تعليم، صحت ۽ عوامي جاڳرتا لاءِ ڪم ڪيو. خداآباد جو عام ماڻهو پنهنجي سوچ ۽ لوچ آهر اڳتي وڌيو. وليج ايڊ پروگرام ۾ جن سرڪاري ڪامورن هت خلوص ۽ جذبي سان ڪم ڪيو، انهن ۾ مخدوم غلام محمد (بوبڪ)، محراب خان لغاري (ميرپورخاص)، ريجهو مل، ڪوڙو خان، گل حسن منگي ۽ عبدالڪريم طالباڻي (آمري) شامل آهن.

## وليج ايڊ ميلو خداآباد:

1960ع ۾ هي ميلو ريلوي اسٽيشن پرسان 6 ڏينهن هليو. ميلي جي نمائش ۾ زرعي ۽ هنري دڪان 200 جي قريب هئا. هڪ رات نمائش عورتن لاءِ مخصوص رهي. سڄي رات عورتن جي جاڳرتا لاءِ پروگرام ٿيندا رهيا، جنهن سان عورتن جي صلاحيتن وڌائڻ ۾ مدد ملي. ميلي ۾ ثقافتي پروگرام ۾ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي فنڪارن، شريف شاهه، عبدالواحد بروهي الغوري نواز، مقامي فنڪارن ڪان سواءِ محمد جمن ۽ محمد ابراهيم حصو ورتو. پلن جانورن کي انعام ڏنا ويا. خداآباد ۾ ميلو منعقد ڪري، مڊل ڪلاس جي ماڻهن کي پنهنجي مدد پاڻ ڪرڻ جو جوڳو تجربو ٿيو. ميلي ۾ ملاکڙو مثالي رهيو. هن ميلي زرعي اپت، صحت ۽ تعليم جي ميدان ۾ ٽيڪو ونرايو.

## خداآباد ۾ وليج ايڊ مڊل اسڪول، ماءُ ٻار صحت مرڪز ۽ ڊسپينسري جو قيام:

وليج ايڊ پروگرام تحت خداآباد جي علائقي ۾ بنيادي گهرجن جي ڪوٽ پوري ڪرڻ لاءِ ڀرپور ڪاوش ٿي. انگريزي ٻولي پڙهڻ لاءِ غير سرڪاري مڊل اسڪول قائم ڪرڻ جي شروعات ٿي. خداآباد مگٽيجه ڳوٺ ۾ ماءُ ٻار صحت مرڪز قائم ٿيو، جنهن ۾ حيدرآباد جي اردو ڳالهائيندڙ نرس کي مقرر ڪيو ويو، جنهن مگٽيجو ڳوٺ ۾ گهر بنائي ڪم ڪيو. علائقي جي عورتن کي صحت جي ڪيتر ۾ چاڻ ڏني ۽ جوڳي مدد ڪئي.

برماٽي ڳوٺ ۾ دادو شهر جي رهندڙ سيد ذات جي عورت ورڪرن کي وليج ورڪر طور مقرر ڪيو ويو، جن ڪڙهائي، سلائي، متوازن خوراڪ، گهرو سليقي بنسبت علائقي ۾ عورتن کي تعليم ڏني ۽ مشاهدا ڪري ڏيکاريا.

خداآباد استيشن پرسان ڊسپينسري قائم ڪئي وئي. سيٺ ڪبڙ خان مگڻيجو مفت ۾ جاءِ فراهم ڪئي.

خداآباد استيشن تي هڪ ڪلب هائوس جوڙيو ويو، جنهن ۾ ڳوٺاڻن کي گڏجاڻيون ڪوٺائڻ، تقريبات جي انعقاد جي ترغيب ۽ سهوليت ملي.

خداآباد ۾ ڪاڏيءَ جو ڪپڙو تيار ڪرڻ لاءِ آڏاڻا لڳايا ويا، جن وسيلي ڪاڏي ڪپڙو ناهڻ جي شروعات ٿي. محمد يوسف قريشي ۽ گاهي خان قريشي ڪاريگر مقرر ٿيا. هي ڪپڙو سماجي ڪارڪنن ۾ مقبول ٿيو ۽ سندن سڃاڻپ بڻيو.

خداآباد استيشن تي تباهہ ٿيل ۽ ويران پيل ضلع ڪائونسل جي ريسٽ هائوس (مسافر خاني) جي پنهنجي مدد پاڻ ڪريو جي اصول تي مرمت ڪرائي وئي..انگريزي پڙهائڻ لاءِ اسڪول قائم ڪيو ويو. اسڪول قائم ڪرڻ بنيادي ڪم هو. جاءِ جي مرمتي ڪم ۾ خداآباد جي محمد ابراهيم پنهور، محمد رمضان قريشي، پليو خان پنڊ جون خاص خدمتون هيون. مرمت ڪرڻ وارو ڪم جذباتي انداز ۾ سيني گڏجي اڪلايو. اسڪول جو انتظام محترم شهاب الدين قريشي هيڊ ماستر گورنمنٽ پرائمري اسڪول خداآباد استيشن حوالي ٿيو ۽ انگريزي پڙهائڻ جو ڪم محترم محمد ابراهيم پنهور حوالي ڪيو ويو. هن اسڪول ۾بئي پرخلوص ۽ ذهين استادمحترم علي محمد پنهور جون خدمتون بہ ساراهہ جوڳيون هيون، جيڪي رضاڪارانہ طور ٻارن کي انگريزي ۽ حساب پڙهائيندا هيا. اسڪول لاءِ جيڪو فرنيچر گهربل هو ان ۾ ڪاٺ جو اڪثر پورائو مفت ۾ سيٺ چوهڙ مل ۽ وشنداس مل دادو واري ڪيو. (جنهن جي پٽ جو دادو ۾ آٽو موبائيل پارٽس جو ڪاروبار آهي). هن اسڪولَ ۾ انگريزي پڙهائڻ لاءِ محمد اڪرم آرائين، نور محمد آرائين، دادن خان پنڊ ۽ پين پنهنجون خدمتون سرانجام ڏنيون. ڪجهہ وقت بعد هن اسڪولَ جو هيڊ ماستر محترم شمس الدين ابڙو بڻيو. دادو جو يار علي ٻڙدي سرڪاري نوڪري ملڻ کان اڳ ۾ هت پڙهائيندو هو. هن اسڪول ۾ هڪ سئو جي لڳ ڀڳ ڇوڪرا پڙهندا هيا، جن کي مفت ۾ تعليم ڏني ويندي هئي. ڪيترن کي ڪتاب ۽ ڪپڙا بہ امداد ۾ ڏنا ويندا هيا. استاد جي پگهار جو بندوست محترم بلاول خان پنڊ ڪندو هو. هن اسڪول مان جيڪي شاگرد پڙهيا سي سڀ روزگار سان آهن. اسڪول جي انتظامي بجيٽ جي کوٽ ۾ گهربل رقم جو پورائو پين سان گڏجي محترم بهاول خان پنڊ ۽ محترم پير بخش برماڻي خاص طور ڪندا رهيا. غريبن جا ٻار پڙهڻ شروع ٿيا تہ اڳتي هلي مفاد پرست ٽولي حسد وچان

اسڪول جي مخالفت ڪئي، وڏو اشو، هن اسڪول کي بند ڪرائڻ هو. ان وقت جي ڊپٽي ڪمشنر دادو، جناب سيٺ اسماعيل ميمڻ اسڪول بند ڪرڻ جا حڪم جاري ڪيا. اسڪول هلائيندڙن مان بلاول خان پنڊ ۽ محمد ابراهيم پنهور کي 110 ايڪٽ ۾ چالان ڪرڻ جا حڪم ڊپٽي ڪمشنر صاحب جاري ڪيا. هي عوام دوست سٽ محترم نثار احمد آفنڊي معرفت پنهنجي جان تہ ڇڏائي ويو، ليڪن اسڪول بند نہ ڪيائون. اسڪول هلائڻ لاءِ ٻيو واٽ اختيار ڪيائون. خداآباد جي علم دوست ڏرين اسلاميہ تعليمي سوسائٽي پاٽ ضلع دادو سان ناهہ ڪيو، جنهن پوءِ ڪجهہ سالن لاءِ اسڪول هلايو. صدر يحييٰ خان جي ڏينهن ۾ ڳوناٽن همت ڀڏي ڪوشش ورتي ۽ خداآباد ۾ گورنمينٽ مڊل اسڪول قائم ڪيو ويو. 4 ايڪڙ زمين اسڪول لاءِ مخصوص ڪرائي وئي. مرحوم باقر علي شاهہ، جيڪو ان وقت خيرپور ۾ بشراج ڪاتي ۾ هو، مدد ڪئي. شاهہ صاحب بعد ۾ ڊپٽي ڪمشنر نوابشاهہ مقرر ٿيو هو. اسڪول جي اهڙي رٿا جي پورائي لاءِ ڊڪ ڊوڙ ڪرڻ ۾ پلاٽ هموار ڪرائڻ ۾ محمد ابراهيم پنهور ۽ محمد خان لنڊ (تلهائي لنڊ) جون خدمتون ساراہ جوڳيون آهن. 1972ع تائين خداآباد ۾ پڙهندڙ ٻارن جي سرڪاري في پنهنجي مدد پاڻ ڪريو تحت روشن خيال خداآباد سٽ گڏ ڪري سرڪاري خزاني ۾ رقم جمع ڪرائي. ٻارن کي مفت پڙهائڻ ۽ سندن سرڪاري في سرڪاري خزاني ۾ جمع ڪرائڻ ۾ مرحوم پير بخش برمائي، وڏو امداد ڏيندڙ پرخلوص ۽ اڳيرو هوندو هو. 1957ع ۾ خداآباد جي قومي ڪارڪنن طرفان پرخلوص جذبي سان قائم ڪيل اسڪول هن وقت خداآباد ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول آهي، جيڪو دادو ضلع جو مثالي اسڪول آهي. جڏهن ذوالفقار علي ڀٽي صدر پاڪستان جي حيثيت ۾ تعليم مفت ڪئي تہ سيني شڪر جا نفل ادا ڪيا. جيڪو سلسلو ۽ سوچ 1958ع کان شروع ٿي تہ غريب جي ٻار کي پڙهڻ جا موقعا ملن. سرڪاري طور مفت تعليم جي اهڙي اعلان غريبن لاءِ علم حاصل ڪرڻ جا موقعا فراهم ڪيا.

## 1958ع جي مارشل لا ۽ ايوب خان جي بنيادي جمهوريت:

ملڪ ۾ فوج کي حڪومت ۾ آڻڻ جي شروعات صدر ايوب خان ڪئي. ايوب خان جي حڪومت سينالڻ ڪري وليج ايڊ لاءِ مليل رقم هن فوج حوالي ڪري، وليج ايڊ پروگرام کي بند ڪري ڇڏيو. ان بعد خداآباد وليج ڪائونسل پنهنجي مدد پاڻ ڪريو تحت ڪم ڪندي رهي. 63 - 1962ع ۾ بنيادي جمهوريت جو نظام قائم ڪيو تہ خداآباد جو علائقو يونين ڪائونسل ڦڪا ۾ شامل ٿيو. ليڪن يونين ڪائونسل جو هيڊ ڪوارٽر خداآباد اسٽيشن ئي رهيو.

پهرين يونين ڪائونسل جي چونڊ ٿي، جنهن ۾ پير الاهي بخش پرپور حصو ورتو. هن جي پٽ پير عبدالحميد خان هڪ ووٽ وڌيڪ کڻي يونين ڪائونسل جو چيئرمين ٿيو. ۽ 1957 کان سياسي، سماجي شعور عام ڪرڻ واري، ولیج ڪائونسل ان ۾ حصو ورتو هو ۽ سياسي، سماجي ماحول کي پرپور گرم ڪيو. وليج ڪائونسل خداآباد جو حمايتي سيد دين محمد شاهه هڪ ووٽ تان هارايو. ڪائونسل جي ميمبرن ۾ (1) سيد دين محمد شاهه (2) حاجي حسين بخش لنڊ (3) محمد مراد لنڊ (4) وڏيرو دريا خان پنهور (5) سرائي محمد صديق خشڪ (6) وڏيرو غلام عباس پيرزادو (7) سرائي غلام رسول خشڪ (8) سراج احمد پٽو (9) واحد بخش رانجهاڻي چونڊيا . ٽيڪنوڪريٽن ۾ بلاول خان پنڊ، وڏيرو محمد خان ڳهيلو ۽ محمد ايوب لغاري شامل ڪيا ويا. سرائي غلام الرسول خشڪ ٻي چونڊ ۾ چيئرمين ٿيو.

## 1968ع کان ون يونٽ ٽوڙڻ لاءِ جدوجهد:

جڏهن ذوالفقار علي ڀٽو پنهنجي عوامي تحريڪ شروع ڪري ايوب خان خلاف جدوجهد شروع ڪئي تہ خداآباد جا ماڻهو هن سان پرپور طرح شامل رهيا. وليج ايڊ پروگرام تحت هلندڙ اسڪول (جيڪو خداآباد اسٽيشن تي هو) جا شاگرد هن هلچل ۾ شريڪ ٿيا. نيشنل اسٽوڊنٽ فيڊريشن جا مرڪزي اڳواڻ ڪراچي ۾ طوفان کڙو ڪندا هئا تہ دادو جا شاگرد اڳواڻ جن ۾ احمد خان ملڪاڻي، فاروق احمد سولنگي ۽ شاهه نواز مستوئي ۽ ٻيا اهڙي تحريڪ جي اڳواڻي دادوءَ ۾ ڪندا هئا. خداآباد جا شاگرد دادو وارن اڳواڻن کي دعوت ڏئي خداآباد وٺي ايندا هئا ۽ جلسو منعقد ڪري صورت حال کان باخبر ٿيڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. ريلوي وسيلي دادو وڃي جلوس جي صورت ۾ حصو وٺندا هئا. هڪ دفعي ڪوئٽا کان ايندڙ بولان ميل کي روڪرائڻ جي ڪوشش ڪري احتجاج رڪارڊ ڪرائڻ جي ڪوشش ڪيائون. اهڙي عمل ڪري پوليس آئي، سڃاڻپ پريڊ ٿي، ڪيترن شاگردن ۽ استاد نور محمد تي ڪيس داخل ٿيو. حيدرآباد ۾ سزا ملي. جنهن جي اپيل ۾ جان آجي ٿي

## حاجي پير بخش پنهور، قاضي فيض محمد، ڪامريڊ غلام محمد لغاريءَ جي بک هڙتال:

جڏهين ون يونٽ ٽوڙڻ لاءِ لالا قادر حيدرآباد ۾ بک هڙتال جو اعلان ڪيو تہ پهرين ڏينهن کان ان ۾ خداآباد جي حاجي پير بخش پنهور شرڪت ڪئي. هي بک هڙتال اولڊ ڪيمپس حيدرآباد ۾ شروع ڪئي وئي. ٻئي ڏينهن تي هن

بک هڙتال ۾ نذير عباسي نثو ۽ محمد صديق پنهور بدين وارا بہ اچي شريڪ ٿيا. ڪامريڊ غلام محمد لغاري ۽ محترم قاضي فيض محمد جي بک هڙتال ۾ شامل ٿيڻ ڪري ون يونٽ ٽوڙ ۽ هڙتال واري هن تحريڪ کي هٿي ملي هن عمل، مقصد کي طاقتور بنايو. هڙتال جي 3 ڏينهن بعد حاجي پير بخش پنهور، محترم قاضي فيض محمد، ڪامريڊ غلام محمد لغاري ۽ ٻين کي پوليس رات جو ڏنڊا هڻي زخمي ڪري گرفتار ڪيو ۽ مئجسٽريٽ جي حڪم تي جيل موڪليو ويو. پوليس هنن سان عام ڏوهارين جهڙو سلوڪ ڪيو.

شهيد ذوالفقار علي ڀٽو ان ڏينهن حيدرآباد ۾ موجود هيو. ڪمشنر حيدرآباد جي حڪم تي، جيل مان هنن قومي ڪارڪنن کي پوليس گاڏين ۾ آڻي، سرڪٽ هائوس ۾ ڀٽي صاحب ۽ مير رسول بخش ٽالپر وٽ پيش ڪيو. ڪمشنر حيدرآباد ڀٽي صاحب ۽ مير صاحب کي عرض ڪيو تہ بک هڙتالين کان بک هڙتال ختم ڪرڻ لاءِ چوان. ليڪن ڀٽي صاحب هنن ڪارڪنن کي پنهنجو ڪم جاري رهڻ لاءِ چيو. 10 ڊسمبر 1969ع تي صدر يحيٰ خان ون يونٽ ٽوڙڻ جو اعلاج ڪيو. حاجي پير بخش پنهور ون يونٽ تحريڪ ۾ مثالي ۽ همت سان حصو وٺي خداآباد جي علائقي جي آن ۽ شان ۾ اضافو ڪيو ۽ پنهنجو نالو سنڌ سان محبت ڪندڙن جي لسٽ ۾ لکرايو.

## ون يونٽ ٽٽڻ جو اعلان:

جنهن ڏينهن ون يونٽ ٽوڙڻ جو اعلان صدر يحيٰ خان ڪيو، ان رات خداآباد ريلوي اسٽيشن پرسان خوشي ۾ جشن ملهايو ويو. جشن جو مک مهمان جناب محمد سليمان سميجو، ان وقت صدر پ پ ضلع دادو هو. سميجو صاحب ۽ جناب سيف الدين پنهور جلوس جي صورت ۾ خداآباد پهتا. هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو گڏ ٿيا . مرحوم پير بخش برماڻي طرفان مٺائي جي موٽر گاڏي، دادو شهر مان خريد ڪري حاضرين ۾ تقسيم ڪئي. ٻين خوشي مان ڪنهن چانهہ پياري ۽ ڪنهن مٺائي تقسيم ڪئي.

سميجي صاحب کان سواءِ جناب بهاول خان ڀنڊ، صدر پ پ خداآباد، محمد ابراهيم پنهور ۽ ٻين ميڙاڪي کي خطاب ڪيو. ون يونٽ دوران سنڌ سان ٿيل زيادتين کان باخبر ڪيو ۽ عوام جي طاقت وسيلي پهاڙ پرزا پرزا ٿيڻ جو احساس ڏياريو ۽ مبارڪون ڏنيون.

## پاڪستان پيپلز پارٽي ۽ خداآباد:

1968ع کان، ايوب حڪومت خلاف پاڪستان پيپلز پارٽي جوڙي، ذوالفقار علي ڀٽو عوامي تحريڪ هلائي تہ اهڙي هلچل ۾ خداآباد جي علائقي جا ماڻهو هن تحريڪ ۾ جنون جي حد تائين شامل ٿيا. خداآباد ۾ بنيادي يونٽ قائم ٿيو. جيڪو ترقي ڪري تعلقہ دادو جو مرڪز بنجي ويو. تعلقہ صدر پ پ پ مرحوم بهاول خان پنڌ ۽ مرحوم خير محمد خان پنهور جنرل سيڪريٽري چونڊيا ويا. پيپلز پارٽي جي ڪم سان سچائي نڀائڻ ڪري بعد ۾ محترم محمد ابراهيم پنهور ضلع دادو جو ڊپٽي جنرل سيڪريٽري ۽ سنڌ ڪاميٽي جو ميمبر رهيو. خداآباد جو نظير احمد پنڌ، سنڌ سيڪريٽريٽ قائد اعظم مزار ڪراچي ۾ 1972ع کان 1975ع تائين آفيس سيڪريٽري رهيو. ٻين ڪارڪنن ۾ محمد رمضان قريشي، محمد يعقوب پنهور، سبحان خان مگسيجو، واحد بخش رانجهائي، محمد امين پنهور، محمد بخش ڀٽو، محمد چٽل ڀٽي، الهہ ورايو ڪلهوڙو، محمد خان مگريو، پير بخش برماڻي، بشير احمد پنڌ، دادن خان پنڌ، شهمير خان خشڪ، منو خان پنڌ، رسول بخش دانائي، محمد صالح خشڪ، چام خان خشڪ، محمد يوسف لوهر، حاجي خان قريشي ۽ ٻيا آهن.

پيپلز پارٽي جي جن رهنمائن خداآباد ۾ جلسن کي خطاب ڪيو انهن ۾ جناب ذوالفقار علي ڀٽو، مير رسول بخش ٽالپور، جناب عبدالحفيظ پيرزادو، جناب ممتاز علي ڀٽو، جناب عبدالوحيد ڪٽپر، سيد قائم علي شاهہ، ڊاڪٽر غلام حسين پنجاب، سيد عبدالله شاهہ، سيد بشير احمد شاهہ، جناب عبدالله بلوچ، مرحوم امداد علي شاهہ جا نالا قابل ذڪر آهن. پيپلز پارٽي جي هن حڪومت ۾ علائقي اندر ماڻهن ۾ حڪومتي شراڪت جو احساس وڌيو، ترقياتي ڪم ٿيا، ان وقت دادو ۾ پارٽي سرواڻ ۽ تنظيم سازي لاءِ ڪم ڪندڙن جا نالا آهن. محترم محمد سليمان سميجو، سيف الدين پنهور، ميان غلام اڪبر قريشي ۽ جناب ظفر علي لغاري..

## خدا آباد ايڊيوڪيشنل سوسائٽي:

غريب ٻارن جي امداد ڪرڻ لاءِ هي ادارو خداآباد جي ستن پنهنجي مدد پاڻ ڪريو تحت جوڙيو. جنهن جو صدر بهاول خان پنڌ ۽ سيڪريٽري محمد ابراهيم پنهور ٿيا. (پير بخش برماڻي ۽ بلاول خان پنڌ امداد ڏيندڙ هئا) هن اداري مستحق ٻارن جي مالي امداد ڪئي.

**نوجوان سنگت خدا آباد:**

هي نوجوانن تي مشتمل اين جي او هئي، جنهن 1974ع کان ڪم شروع ڪيو. پهريون چيئرمين نظير احمد ينڊ، جنرل سيڪريٽري مراد علي خشڪ ۽ خزانچي بشير احمد قريشي چونڊيا ويا. هن تنظيمي ۽ شعوري جاڳرتا لاءِ گهڻا ڪم ڪيا. تعليم جي ڪيتر ۾ تحرڪ ورتو. حلقي جي قومي اسيمبلي ميمبر محترم عبدالحميد جتوئي ۽ صوبائي اسيمبلي ميمبر محمد بخش جمالي کي خدا آباد گهرائي مسئلن کان باخبر ڪندا رهيا. هن تنظيم طرفان 2 ڪتابچا پڻ شايع ڪيا ويا. هڪ جائزو ۽ بيو سنگت هو. جنهن ۾ علائقي جي مسئلن جي نشاندهي، حل لاءِ تجويزون ۽ پنهنجي ڪارڪردگي بيان ڪئي وئي. هن تنظيم وسيلي پرائمري تعليم کي زور ونائڻ، علائقي ۾ ترقياتي ڪم ڪرائڻ لاءِ خاص جدوجهد هئي. هن تنظيم 1977ع تائين ڪم ڪيو ۽ جنرل ضياءَ جي مارشل لا ڪري ڪم بند ڪيو.

**سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن خدا آباد:**

1990ع کان سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن کي خدا آباد ۾ متعارف ڪرايو ويو. 1972 ۾ سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن قائم ٿي، ان جي قائم ڪرڻ جو وڏو سبب ٻه ون يونٽ ٽٽڻ بعد ڪراچي اينڊڙ سنڌي ماڻهن جي سهائتا ڪرڻ ۽ پنهنجي مدد پاڻ ڪرڻ هو. سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن جي منزل پر امن ۽ ترقي يافته سماج جي اڏاوت آهي. هيءَ ايسوسيئيشن سنڌ ۾ وڏي سماجي تنظيم آهي، جنهن جون 112 شاخون آهن. جن مان هڪ شاخ خدا آباد ۾ به آهي. هر ٻن سالن بعد آئين جي گهرجن مطابق شاخ توڙي مرڪز جون چونڊون ٿين ٿيون. ساليانو ڪنوينشن ۽ سالگرهه جا وڏا پروگرام ٿين ٿيا، جن سڳا جي ڪارڪردگي ۽ مالي امور ويچار هيٺ اچن ٿا.

سڳا دادو شاخ پهريان خدا آباد ۾ جمع ڪلينڪ قائم ڪئي. محترم محمد رمضان خشڪ، دادو شاخ ۾ صحت جي ڪنوينر جي حيثيت ۾ وڏي محنت ڪندي خدا آباد جمع ڪلينڪ ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون. هن سان گڏ اعجاز علي پٽي ۽ بيا ڪارڪن هيا. جمع ڪلينڪ کي ڏسي سڳا بابت چاهت پيدا ٿي. خدا آباد ۾ شاخ قائم ڪرڻ لاءِ جناب عبدالستار ڪيڙو، محمد رمضان خشڪ ۽ عبدالمجيد جمالي خدا آباد جي ساٿين سان سهڪار ڪيو. نظير احمد ينڊ کي ڪنوينر طور سڳا مرڪز طرفان ذميواري ملي ته هن شاخ کي قائم ڪرڻ لاءِ گهربل گهرجون پوريون ڪيون.

1991ع ۾ شاخ قائم ٿي. پهريون صدر نظير احمد پنڌ ٿيو ۽ پهرين BMC هيٺ ڏنل فردن تي مشتمل هئي:

| | |
|---|---|
| نظير احمد پنڌ | صدر |
| نبي بخش مگڻيجو | نائب صدر |
| غلام نبي قريشي | جنرل سيڪريٽري |
| نياز حسين برماڻي | جوائنٽ سيڪريٽري |
| خادم حسين پنهور | اطلاعات سيڪريٽري |
| محمد ملوڪ پنهور | ماليات سيڪريٽري |

BMC ميمبر ٿيا

1. الهه بچايو پنهور، 2. غلام مصطفيٰ چانديو، 3 عبدالواحد بروهي، 4. محمد اسحاق پنهور، 5. محمد ابراهيم پنڌ، 6. شفيع محمد لاڪو، 7 دوست علي برماڻي، 8 علي بخش پنهور، 9 الطاف حسين پنڌ

شاخ جا 9 ميمبر ڪاروباري ڪاميٽي تي چونڊيا ويا. شاخ ۾ هن وقت 45 ميمبر آهن. شاخ جي آفيس جو افتتاح محترم ڊاڪٽر سليمان شيخ چيئرمين سگا ڪيو. مرڪزي رهنمائن مان محترم بخش علي لاڪو، محترم مظهرالدين ميمڻ، محترم ولي محمد روشن، محترم علي حسن بروهي، محترم ڪرم الاهي چنا، محترم محمد سليم ميمڻ، محترم غلام حسين بلوچ، خدا آباد شاخ جي پروگرام ۾ شريڪ ٿيندا رهيا آهن ۽ ڪارڪردگي جو معائنو ڪري چڪا آهن.

خداآباد شاخ طرفان پهريائين جمع ڪلينڪ خداآباد ۾ قائم ڪئي. جنهن کي بعد ۾ ترقي ڏئي، ماءُ ٻار صحت مرڪز بنايو ويو. صحت مرڪز ۾ جناب عبدالخالق کهير جون رضاڪارانه خدمتون ڪابل تحسين آهن. جڏهن ته مرڪز کي اجرو ۽ صاف زکڻ وارو ڪم مرحوم محمد حسن پنڌ خوب نڀائيندو رهيو. تعليم جي کيتر ۾ شاخ جدوجهد ڪندي رهندي آهي. نياڻين کي اسڪول پهچائڻ ۾ سگا گرلس وين، سگا شاخ فراهم ڪري رهي آهي. 1993ع کي "نياڻيون پڙهايو - گهر سنواريو" سال ڪري ملهايو. چمڙي جي بيمارين خلاف ڪئمپ، جنرل ميڊيڪل ڪئمپ، اکين جي بيمارين خلاف ڪئمپ، ليپروسي خلاف هلچل، پوليو خلاف مهم، هنر سکو روزگار حاصل ڪيو مهم، بهتر تعليم جي حاصلات لاءِ بي شمار سيمينار ۽ صحت جي تعليم لاءِ مذاڪرا منعقد ڪيا آهن. هن شاخ جي 6 ميمبرن کي چاندي جا ٻلا، نظير احمد پنڌ کي

سگا گريجوئيٽس گولڊ ميڊل ملي چڪو آهي. سلور ميڊل حاصل ڪندڙ ۾ جناب غلام النبي قريشي، بني بخش مگڻيو، خالد جميل پنڊ، محمد ابراهيم پنڊ، محمد ملوڪ پنهور، غلام مصطفيٰ چانڊيو، اعجاز علي پٽي، نظير احمد پنڊ 1994ع کان 2004ع تائين مرڪزي سيڪريٽري تعليم سگا رهيو. شاخ طرفان مفت ۾ ميڊيڪل ڪيمپون، تعليم کي سڌاريو ۽ عام جاڳرتا لاءِ ڪم ڪيو ويو ٿو. سگا شاخ جو خداآباد جي لاءِ ترقياتي ۽ تعميري ڪم ڪرڻ بنيادي مقصد آهي. شاخ طرفان ڪوششون ونيون، حڪومت پاڪستان کان ماءُ ٻار صحت مرڪز قائم ڪرڻ، نياڻين لاءِ گرلز هاير سيڪنڊري اسڪول قائم ڪرڻ کان سواءِ ٽيليفون ايڪسچينج قائم ڪرڻ ۾ سرگرم آهي سماجي شعور ۽ ماڻهپو وڌائڻ جا ڪم ڪيا وڃن ٿا.

## سنڌي ادبي سنگت خداآباد:

هي شاخ 1991ع کان قائم آهي. شاخ جو پهريون سيڪريٽري عباس عليٰ امر پنڊ چونڊيو ۽ ڪائونسلر نظير احمد پنڊ چونڊيا ويا. هيءَ شاخ ادبي ۽ علمي ڪيتر ۾ سرگرم آهي. ادبي سنگت خداآباد طرفان سنڌ جي ٻرندڙ مسئلن جي بحالي لاءِ مزاڪرا منعقد ڪيا وڃن ٿا. قومي شاعرن جا ڏينهن، جشن ۽ شاهه سائين جي ساجاهه، شيخ اياز ۽ استاد بخاري جا ڏهاڙا ملهائڻ قابل ذڪر آهن. تهذيبن جي ارتقا تي سيد حاڪم علي شاهه بخاري جو ليڪچر ۽ منچر بچايو جو پروگرام معياري هئا. محترم اعجاز علي پٽي سيڪريٽري ۽ مختيار احمد پنهور ڪائونسلر جي ايامڪاري ۾ هن شاخ وڏي محنت ڪئي ۽ اڄ بہ سرگرم آهي. ساس جا سابق سيڪريٽري جنرل جناب ادل سومرو ۽ جناب مختيار ملڪ خدا آباد ۾ ساس پروگرامن جي صدارت ڪري چڪا آهن.

## 2004ع ۾ خداآباد:

هن وقت خداآباد جي نالي ۾ يونين ڪائونسل آهي. جنهن جو هيڊڪوارٽر ريلوي اسٽيشن پرسان آهي. هن يونين ۾ ديهه خداآباد، ٻٺ مالهه، اميناڻي ۽ ديهه نولڪو شامل آهن.

پنهنجي مدد پاڻ ڪريو جي بنياد تي سيني رهواسين گڏجي خداآباد کي مثالي بنائڻ، سياسي ۽ سماجي قدرن کي سگهارو ڪرڻ لاءِ محنت ڪئي آهي. سياسي، سماجي ۽ ادبي شخصيتن جو اڪثر هت اچڻ ٿئي ٿو سول سوسائٽيءَ کي ٽيڪ ڏيڻ لاءِ سڀ گڏجي ڪوشش ڪندا رهن ٿا. هن وقت هيٺ ڏنل ادارا پنهنجو ڪم ڪري رهيا آهن.

1. بوائز هاءِ اسڪول خداآباد.
2. گرلز هاير سيڪنڊري اسڪول خداآباد.
3. ٽيليفون ايڪسچينج خداآباد.
4. زرعي آفيسر جو دفتر.
5. زرعي فيلڊ ورڪرن جي آفيس.
6. جانورن جي اسپتال
7. ريلوي اسٽيشن خداآباد.
8. پوليس پوسٽ خداآباد.
9. ڪٽڪ جي خريداري جو سرڪاري مرڪز.

10. سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيسن جي ڪوشش سان پاڪستان سرڪار جي وومين ڊويزن اسلام آباد جي امداد سان ايم سي ايچ سينٽر منظور ٿيو، جيڪو تعميراتي مرحلن ۾ آهي. هن لاءِ محترم محمد ابراهيم پنهور مفت ۾ پلاٽ فراهم ڪيو.

11. گهٽا ڪريانا، مڪينيڪل شاپ، هوٽلون، ميڊيڪل اسٽور، بئڪريون، ڊاڪٽرن جون ڪلينڪ ۽ ٻيا ڪاروباري ڌنڌا قابل ذڪر آهن. دادو کان وايا خداآباد اميناٽي بس سروس آهي. جڏهين ته دادو کان وايا خداآباد پير فارم ڊاٽسن سروس هلي ٿي. جڏهن ته انڊس هاءِ وي هتان گذري ٿو. خداآباد هن وقت دادو ضلع جي اهم سياسي. سماجي ۽ معاشي ڀهراڙي وارو مرڪز آهي. سياسي ڪارڪنن کان سواءِ سماجي ڪم ڪندڙ سماج سڌار پڻ سرگرم آهن. بصر، مرچ، ڦٽي، ڪٽڪ جا فصل بهتر ٿين ٿا.خداآباد زرعي اپت لاءِ مشهور آهي. . خداآباد يونين ڪائونسل خداآباد جو هيڊ ڪوارٽر آهي، جيڪو ريلوي اسٽيشن پرسان آهي. بصرن جي پوکائي وقت لاڙ مان تمام گهٽا ڪولهي عارضي ڳوٺ ناهي هت رهن ٿا ۽ رهي روزگار ڪندا آهن. جڏهين ته بصرن جي تياري ۽ وڪري وقت اڻ ڳڻيا ٻاهريان ماڻهو مزدوري سانگي هت اچن ٿا. ترڪن جي پرچڻ ۽ ملڪ جي واپارين جي اچڻ وڃڻ ڪري رونقون هونديون آهن. عوام دوست پينل تحت چونڊجي آيل ناظم محمد پريل برماڻي ۽ نائب ناظم طور محترم محمد عمر خشڪ آهن.

خداآباد جي تاريخي اهميت ۽ عظمت جو احساس هتان جي هر رهواسي ۾ وڌي رهيو آهي. دادو ضلع جي اهم تاريخي زرعي، معاشي ۽ سماجي تـوڙي

سياسي اهميت پنهنجي جاءِ تي خدا آباد جي رهواسين ۾ شعوري ۽ پاڻ ملهائڻ وارن روين ۾ پڻ اضافو ٿي رهيو آهي. دعاگو آهيون، مستقبل ۾ خداآباد ڏاهپ ۽ جاڳرتا جو مثال بڻجي الله سائين سموري سنڌ کي خوشحال ۽ آباد رکي.

## مددي ڪتاب:

1. سنڌ ڪهاڻي. (ڪيول ملڪاڻي - تاج جويو).
2. سنڌ جي هندن جي تاريخ. (ڀيرومل مهر چند آڏواڻي).
3. نئين سنڌ لاءِ جدوجهد. (جي ايم سيد)
4. سنڌ جو تاريخي ۽ تحقيقي جائزو (غلام محمد لاکو).
5. تحريڪ پاڪستان ۾ سنڌ جو حصو. (ڊاڪٽر محمد لائق زرداري)
6. سنڌ جي سياسي جدوجهد. (ڊاڪٽر محمد لائق زرداري)
7. محمد ايوب کهڙو سنڌ جي تاريخ ساز شخصيت. (عامل ٽرسٽ ڪراچي)
8. انگريزي دور جي سياست هڪ جهلڪ. (ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ - ماهوار الصادق ڪراچي)
9. سکاري سنڌ ڏکارا ماڻهو. (جيمس مئڪمرڊو - عطا محمد ڀمڀرو)
10. ڪرڙي جي جنگ. (ڊاڪٽر نواز علي شوق - سکر هسٽاريڪل سوسائٽي)
11. والي سنڌ ميان نور محمد ڪلهوڙو. (مرتب ڊاڪٽر محمد لائق زرداري)



تخت گاهہ خدا آباد، ڪتاب کي سهيڙڻ لاءِ منعقد گڏجاڻي ۾ شريڪ فرد هنڌ شهيد نور محمد جيسر لائبرري ڳوٺ لليا تعلقہ مورو




سگا جو سيڪريٽري جنرل مظهر الدين ميمڻ سگا خدا آباد جي عام گڏجاڻي ۾ شريڪ 1996ع



پاڪستان ٺهڻ بعد خدا آباد جي ترقي لاءِ ڪم ڪندڙ شخصيتون محمد ابراهيم پنهور، پير بخش برماڻي، بلال خان ٻنڊ، بهاول خان ٻنڊ، منو خان برماڻي سن 1979ع هاءِ اسڪول خداآباد ۾ ورتل




سڳا جو چيئرمين ڊاڪٽر سليمان شيخ سڳا شاخ خدا آباد جي عام گڏجاڻي کي خطاب ڪندي

# خدا آباد ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائي

## آزاد قاضي

سنڌ جي تاريخ ۾ مختلف حوالن سان ڪلهوڙن جي دؤر کي وڏي اهميت حاصل آهي. هن دؤر ۾ نہ رڳو ٽڪرا ٽڪرا ٿيل سنڌ جو وکريل وجود يڪجا ٿيو پر جتي هن زرعي ملڪ کي آبپاشيءَ جو بهتر نظام ڏنو ويو، اتي علم و ادب جي پڻ تمام وڏي ترقي ٿي. هن ئي دؤر ۾ علم جي مختلف شعبن ۾ وڏا وڏا عالم، ڏاها ۽ اڪابر پيدا ٿيا. ملڪ ۾ سهائي جو سج اڀريو، اهڙي سونهري دؤر ۾ ڪيترائي نوان شهر بہ آباد ٿيا. اهڙن شهرن منجهان خداآباد نالي شهر بہ هڪ آهي. گاديءَ واري شهر هئڻ سبب ان کي تاريخ ۾ نمايان ۽ مرڪزي حيثيت حاصل رهي آهي. خداآباد کي حاصل ٿيل ان مرڪزي حيثيت سبب ان دؤر وارن مختلف شخصيتن، جن ۾ ڪيترائي عالم اديب پڻ اچي وڃن ٿا، انهن جو تخت خداآباد سان سڌي طرح واسطو رهيو. اهڙين شخصيتن منجهان سنڌ جو سرموڙ شاعر حضرت شاهه عبداللطيف پڻ هڪ هو.

تخت خداآباد سان شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو ڪهڙو ۽ ڪيترو لاڳاپو هو ان سلسلي کي سمجهڻ کان پهريائين اسان کي تخت خداآباد جي محل وقوع واري حوالي سان واضح ٿيڻو پوندو تہ اسين جنهن خداآباد سان شاهه عبداللطيف جي لاڳاپي جو ذڪر ڪرڻ گهرون ٿا، اها ڪهڙي خداآباد آهي. ان ڳالهہ جو تعين ڪرڻ انڪري بہ ضروري آهي جو تاريخ ۾ ساڳي نالي واري شهر لاءِ مختلف سن سال ۽ ڌار ڌار محل وقوع ملن ٿا.

ڪلهوڙا خاندان جي حڪمرانيءَ جو پهريون وطن دوست حڪمران، جنهن ڏيهي حاڪميت جو بنياد وڌو، اهو ميان نصير محمد هو، جنهن کي "ڳاڙهي والا سائين" جي لقب سان اڄ تائين ياد ڪيو ويندو آهي. ميان نصير محمد حڪومت جو مڪمل طور بنياد رکڻ کانپوءِ ضلعي دادو ۾ واقع ڳاڙهيءَ کي

پنهنجو " تخت گاهہ" مقرر ڪيو. هن شهر جي نالي بابت مختلف عالمن جا مختلف رايا آهن. اهو مبالغو فارسي ۽ انگريزيءَ ۾ "ڙ" جي اچار نہ هئڻ سبب پيدا ٿيو آهي، ورنہ مير علي شير قانع وارو استعمال ڪيل اکر "گهاري" در حقيقت گهاڙي آهي، جيڪو مقامي نالي ڳاڙهيءَ جي بدليل صورت آهي. ان شهر جا آثار اڄ بہ ضلعي دادوءَ جي ڪڪڙ شهر کان اتر، اولهہ طرف اٽڪل نون ميلن جي فاصلي تي موجود آهن، جتي ميان نصير محمد ۽ سندس پٽ ميان دين محمد جي مزار پڻ آهي. ميان نصير محمد سنہ 1103هہ- 1692ع ۾ وفات ڪئي ۽ سندس پٽ ميان دين محمد حڪمران ٿيو، تڏهن بہ هن ئي شهر جي تخت گاهہ واري حيثيت برقرار رکيائين. هي اهو دؤر هو جنهن ۾ سنڌين جون مغل حڪمرانن سان خودمختياريءَ خاطر جهڙپون هلنديون رهنديون هيون. مغلن جي اهڙين حملن دوران 1111هہ - 1700ع ۾ جڏهن شهزادي معزالدين اتر سنڌ ۾ ميان دين محمد جو زور ٽوڙڻ لاءِ ڪاهہ ڪئي، تڏهن ميان دين محمد کي دوکي سان گرفتار ڪيو ويو ۽ تخت گاهہ ڳاڙهي پڻ ويران ڪيو ويو. انکري پوءِ جڏهن ميان يار محمد جنهن مغل شاهي لشڪر مٿان شاندار سوڀ حاصل ڪئي ۽ کيس نئين تخت گاهہ ناهڻ جي ضرورت محسوس ٿي تہ هن "گچيرو فتح ڪري، پنهورن جي گادي شڪارپور جو نالو ڦيرائي، خدا آباد نالو رکي، انهيءَ ۾ رهڻ لڳو" (1) تحفتہ الڪرام جي مٿين لکت منجهان اها ڳالهہ واضح ٿئي ٿي تہ ميان يار محمد مغلن سان وڙهندي، جڏهن سوڀارو ٿيو تڏهن هن برباد ٿيل تخت گاهہ "ڳاڙهي" ڏانهن توجهہ ڏيڻ بجاءِ نئين تخت گاهہ جو بنياد رکيو. جيئن تہ ان ئي دؤر ۾ ڪيس پنهورن جي بغاوتن کي پڻ منهن ڏيڻو ٿي پيو. پنهور جيڪي دادو ضلعي جي ڪاڇي واري علائقي ۾ پکڙيا پيا هئا ۽ پنهواري شڪارپور نالي سندن مرڪزي شهر هو، ميان صاحب ان ئي شهر مٿان قابض ٿي، ان جو نالو تبديل ڪري "خدا آباد" رکيو ۽ ان کي پنهنجي تخت گاهہ وارو درجو ڏنو. "هي شهر لڳ ڀڳ پنجاهہ سال (1164هہ- 1750ع) تائين سنڌ جو تخت گاهہ رهيو، جتان پوءِ حڪومتي ڪارج ميان نور محمد "محمد آباد" ڏي منتقل ڪيو". (2) ڪلهوڙن وارو اهو تخت گاهہ موجوده وقت ۾ سيوهڻ کان دادو ويندي انڊس هاءِ وي تي شهر دادو کان ڏکڻ ۾ اٽڪل ستن ميلن جي مفاصلي تي واقع آهي.

اهو ئي تخت گاهہ خدا آباد آهي، جنهن سان شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ واريون روايتون وابستہ آهن. اهو ئي اسان جي اڄوڪي مطالعي جو موضوع آهي.

مرزا قليچ بيگ جنهن پنهنجي ڪتاب احوال شاهه عبداللطيف لکڻ وقت مير عبدالحسين سانگي جي ڪتاب لطائف لطيفي تان مدد ورتي هئي، ان خدا آباد بابت واضح لفظن ۾ لکيو آهي ته ”ڪلهوڙن جي گاديءَ جو هنڌ ۽ وڏو شهر انهن ڏينهن ۾ ”خدا آباد“ هو، جو اڄاڻ تائين اتي هڪ وڏي مسجد پڪين سرن ۽ ڪاشيءَ سان نهيل آهي، جو درياهه جي ڪناري تي هوندو هو.“ (3) مرزا صاحب جون خداآباد واري حوالي سان پيش ڪيل نشانيون دادو واري خداآباد ۾ اڄ به موجود آهن. ”ميان نور محمد هن شهر ۾ ڏاڍي دٻدٻي سان بادشاهي ڪئي ۽ هي شهر ان وقت ۾ عروج تي رسيل هو. جڏهن ميان نور محمد 12 صفر 1178هه (1754- 1755ع) تي فوت ٿيو..... اهو ئي شهر هو جتي ميان غلام شاهه 1170هه (1757ع) ۾ تخت نشين ٿيو. هن جي تخت نشينيءَ جي ٿوري وقت ڪان پوءِ 11 محرم 1171هه (1758ع) خدآباد جي شهر کي پاڻي ورائي ويو، تنهن ڪري (ميان غلام شاهه ) اهو شهر ڇڏي ويو.“ (4) هالن واري خداآباد جيڪا عام طرح خدا آباد ثالث طور سڏي وڃي ٿي، اها حقيقت ۾ ثالث نه پر دوئم آهي. دادوءَ واري خدا آباد جو اوج ميتجڻ تي هو ته ميان محمد سرفراز سنه 1186هه (1772) ۾ هالن جي ويجهو نئون خداآباد نالي شهر ٻڌايو هو.“ (5)

حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي، پنهنجي ڏاڏي حضرت شاهه ڪريم بلڙي واري جي قبي لاءِ ڪاشيءَ جون سرون آڻڻ لاءِ ملتان ويو ۽ اتان گهڻ جيترو سامان وٺي ٻيڙيءَ ۾ درياهه رستي 1156هه ۾ واپس ٿي ٿيو، تڏهن اهو دادوءَ وارو شهر ”تخت خداآباد“ ئي هو جنهن جي پرسان ترسيو هو. بقول مرزا قليچ بيگ ”جڏهن هي (ان) خداآباد وٽ آيو، تڏهن ساهي ڪٽڻ لاءِ اتي ٻيڙي جهليائون ۽ اتي لنگر لاهي پيا“.(6) ان روايت منجهان به اها پختي راءِ جڙي ٿي ته تخت خداآباد اهو ئي دادو وارو شهر آهي، جنهن سان ميان نور محمد جي دؤر جون مختلف روايتون بيان ٿيل آهن.

حضرت شاهه عبداللطيف جي دؤر بابت لکندڙ مختلف محققن، شاهه صاحب ۽ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي مخالفت بابت هيٺيون ٻن قسمن جون روايتون بيان ڪيو آهن.

## الف: پرکڻ يا آزمائش وٺڻ

ان لاءِ ٻه روايتون آهن.

(1) چون ٿا ته ميان صاحب پاران هڪ ڀيري شاهه صاحب جي دعوت

ڪئي ويئي جنهن ۾ ڪيس آزمائڻ لاءِ ڪجهه حسين عورتن کي ٿوري وقت لاءِ شاهه صاحب سان نويڪلائيءَ ۾ ڇڏيو ويو. ان لاءِ مشهور آهي تہ شاهه صاحب انهن کي ڪائي اهميت نہ ڏني ۽ هيٺيون شعر چيائين:

ڪاڪ نـہ جهليا ڪاپڙي موهيا ڪنهن نہ مال،
جي ڇوريـن ڏنـا ڇال، تہ بہ لاهوتـي لنگهـي ويـا.

(2) بـيو گلان جو شاهه صاحب جي محفل ۾ وڃڻ ۽ ميان صاحب پاران خبرچار لاءِ ماڻهو موڪلڻ.

## ب: مارائڻ لاءِ ڪوششون

هن سلسلي ۾ بہ بہ روايتون ملن ٿيون.

(1) زهر پريل معجون جي دٻلي موڪلڻ.

(2) دعوت تي گهرائي ڏنگي گهوڙي تي چاڙهڻ.

انهن روايتن کي نظر ۾ رکندي مختلف محققن ميان نور محمد ڪلهوڙي ۽ شاهه صاحب جي اختلافن جو ذڪر ڪيو آهي. هتي اسين پوئين ذڪر ڪيل ٻن روايتن بابت حالات ۽ واقعات جي روشنيءَ ۾ چند ڇاڻ ڪري، ميان نور محمد ۽ شاهه صاحب جي تعلقات بابت راءِ قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسين. جنهن دوران باقي مٿيون ٻہ روايتون بہ خود بخود بحث هيٺ اچي وينديون.

مرزا صاحب لکي ٿو "جن ڏينهن ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي جو مٿس (شاهه تي) اعتبار نہ هوندو هو، تن ڏينهن ميان، شاهه صاحب جي دعوت ڪئي ۽ پاڻ وٽ گهرايو. جڏهن ماني ٽڪي ڪائي رهيا، تڏهن ميان کي حسين عورتون آڻايون. ٿوريءَ مهل کان پوءِ ميان انهن عورتن کي شاهه صاحب سان ڇڏي، پاڻ ڪو بهانو ڪري نڪري ويو ۽ ڳچ تائين ترسيو انهيءَ ڪاڻ تہ شاهه صاحب جي پرک لهي، پر شاهه صاحب تہ دستور موجب مراقبو وجهيو ويٺو هو، مٿي بہ نہ نهاريائين." (7) مرزا صاحب واري ان بيان منجهان ميان نور محمد ۽ شاهه صاحب وچ ۾ اوائلي وقت واري بي اعتماديءَ واري دؤر جي نشاندهي ٿئي ٿي جيڪا هڪ حڪمران ۽ مذهبي ماڻهوءَ واري حوالي سان ميان نور محمد طرفان ٿيڻ لازمي هئي. ميان نور محمد هڪ هوشيار ۽ هر وقت چوڪس رهڻ وارو حاڪم هو، جيڪو مقامي حڪومت جا مختلف پاسا تعمير ڪري، پنهنجي حڪمرانيءَ کي مضبوط ڪرڻ واري عمل ۾ رڌل هو. سندس حڪومت

جي ابتدائي مرحلي ۾ ملڪ جي مختلف حصن ۾ مقامي بغاوتون پڻ ٿيون پئي ۽ ٻاھران حملي آورن جو پڻ خطرو برقرار ھو. اھڙن حالتن ۾ ملڪ اندر موجود مختلف حوالن سان با اثر ماڻھن جي چرپر تي لازمي طرح ميان صاحب جي نظر ھوندي، خاص طور تي ان حوالي سان تہ ٻاھرين حملي آورن لاءِ راھ ھموار ڪرڻ يا ڪن مقامي بغاوتن کي ھٿي ڏيڻ ۾ ڪنھن جو ڪھڙو ۽ ڪيترو ھٿ ٿي سگھي ٿو. ان سلسلي ۾ ٻين ڪيترين شخصيتن وانگرُ شاھ صاحب جي شخصيت پڻ ميان صاحب جي نظر ھيٺ ضرور رھي ھوندي. ان حوالي سان اٿٻٿ ۽ اختلاف ٿيڻ انساني فطرت جو حصو آھي. پر جيئن تہ شاھ صاحب جو ڪردار بنيادي طرح سنڌ سڪار جي خواھان محب وطن شاعر وارو ھو، انڪري سنڌن ھي تضاد ايتري شڪل اختيار نہ ڪري سگھيا، جن سان اُھا نوبت مرڻ مارائڻ تائين وڃي پھچي، ورنہ ھڪڙي حاڪم لاءِ ڪنھن فقير کي ختم ڪرائڻ اھو ڪو وڏو ڏکيو ڪم ڪونہ ھو. خود ميان نور محمد جي لاءِ ملڪ اندر شورشن ختم ڪرائڻ جي سلسلي ۾ اھڙي قسم جي ڪرايل ڪجھ ٻين واقعن جا بہ حوالا ملن ٿا. پر شاھ صاحب جي حوالي سان اھڙي ڪنھن بہ عمل جو ٺوس ثبوت نہ ٿو ملي. مٿي ذڪر ڪيل جيڪي روايتون آھن تن کي بہ وقت جي حاڪم ۽ شاھ صاحب وارن لاڳاپن بابت، ان وقت واري سنڌ جي سماجي حالتن جي روشنيءَ ۾، انساني فطرت ۽ حاڪماڻي تقاضا واري حوالي سان ڏسڻ جي ضرورت آھي، جنھن کي شڪ، اختلاف ۽ دشمنيءَ وارين صفتن جي روشنيءَ ۾ پرکڻ سان، اصل ڳالھ جي تہ تائين پھچي سگھجي ٿو.

وقت جو حاڪم، جنھن کي ڪيترن ئي ملڪي معاملن کي نبيرڻو ھجي ۽ ملڪ جي اندروني بغاوتن ۽ بيروني حملن جو مقابلو ڪرڻو ھجي، ان جو شاھ صاحب جھڙي با اثر ماڻھو، جنھن کي مرزا صاحب جي بقول ھزارين مريد ھئا، تنھن کي ملڪي مفادن واري حوالي سان شڪ واري نظر سان ڏسڻ لازمي امر آھي. گوياڪہ ايئن چئي سگھجي ٿو تہ مٿين صورت حال جي مد نظر شاھ صاحب جي شروعاتي چرپر تي ميان صاحب نظر پئي رکي ۽ سرگرمين کي شڪ جي نگاھ سان پئي ڏٺو. ان صورت حال ۾ انھن ٻنھي جا اختلاف ٿيڻ ھڪ قسم جو لازمي امر ھو. پر پوءِ شاھ صاحب جي سير سفر واري زندگي جڏھن پوري ٿي ۽ ھن پنھنجو آستانو اڏي پيٽ وسائي ٽانيڪو تي باضابطہ زندگي گذارڻ وارو دؤر شروع ڪيو تہ شاھ صاحب جون ان دؤر واريون سرگرميون پڻ ميان صاحب جي نظر ھيٺ ضرور رھيون ھونديون. پر ان وقت

تائين ڪيس شاهه صاحب جي سرگرمين ۽ قومي سوچ واري حوالي سان جيڪي رپورٽون مليون. ۽ پوءِ تانيڪو تي رهڻ واري چر پر بابت پڻ جيڪا خبر چار پئي تڏهن شاهه صاحب جي عمل ۽ ڪردار واري حوالي سان ميان صاحب جا سمورا شڪ ختم ٿي ويا. ان حالت ۾ سندن وچ ۾ باقي ڪي اختلاف نہ رهيا. ۽ پوءِ جڏهن اختلاف ئي نہ رهندا تہ اهي مخالفت ۽ دشمنيءَ واري منزل تائين ڪيئن پهچي سگهندا. انڪري اهو چئي سگهجي ٿو تہ ميان نور محمد ۽ شاهه صاحب پنهي جون وقت گذرڻ ۽ تجربي ٿيڻ بعد هڪ ٻئي ڏانهن شڪ ۽ اختلاف واريون ڳالهيون ختم ٿي ويون هيون. انڪري مرڻ مارڻ وارين ڳالهين جو تاثر ڏيڻ اجايو آهي. اهوئي سبب آهي تہ اهو جيڪو شاهه صاحب جي باضابطہ زندگي بسر ڪرڻ وارو دؤر آهي، ان ۾ هو ميان نور محمد ڪلهوڙي ڪي دعائون ڏيندي نظر اچي ٿو.

گلان ڳائڻي وارو حوالو پڻ ان ئي سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. ڪجهہ محققن گلان ڪي شاهه صاحب جي عقيدت مند رقاصہ لکيو آهي، جنهن جو مقصد آهي تہ هوءَ مجري واري فن جي شوقين رقص ڪندڙ عورت هئي. هتي هڪ ڳالهہ نوٽ ڪرڻ جهڙي آهي تہ مجري ۽ ڪسب واري ڌنڌي ۾ فرق آهي. اهي ٻئي هڪ ٻئي کان بنهہ الڳ عمل آهن. مجري کي هڪ قسم جي فن واري حيثيت حاصل آهي، جنهن جو علم موسيقيءَ سان پڻ لاڳاپو آهي. شاهه صاحب جي حوالي سان ان ڳالهہ تي تہ سيئي عالم متفق آهن تہ شاهه صاحب پاڻ علم موسيقي جو ماهر هو، هن پٽ تي جنهن نموني موسيقيءَ کي رائج رکيو، اهو ان دور جي حوالي سان هڪ قسم جي موسيقيءَ واري اسڪول جو درجو رکي پيو، جنهن ۾ پري پري کان موسيقيءَ جا ماهر ۽ محبتي اچي مڙندا هئا، ۽ محفلون مچنديون هيون. اهڙي ئي محفل ۾ گلان آئي. گلان جي ڪردار بابت پڻ اها ڳالهہ واضح آهي تہ هوءَ سماجي حالتن جي ماريل هڪ بي وس عورت هئي، جا عزت ڀري زندگي گذارڻ جي خواهان هئي. تي سگهي ٿو تہ اها شاهه صاحب جي نيڪ نامي ۽ فن سان لڳاءُ واريون ڳالهيون ٻڌي، اها اميد دل ۾ رکي آئي هجي تہ هوءَ پنهنجي فن سان ڪيس موهي عزت ڀري زندگي گذارڻ واري دل جي تمنا لاءِ درويش کان دعا گهرائي سگهي ٿي، ۽ آخر ڪار ٿيو بہ ائين ئي. مائي گلان جڏهن شاهه صاحب جي فقيراڻي محفل ۾ دردناڪ انداز ۾ ڳائي جماعت ۾ روح ۽ بي خودي طاري ڪري ڇڏي، تڏهن پنهنجي مستقبل جي ڇوٽڪاري بابت عرض ڪيو. سندس ان التجا جي جواب ۾ شاهه صاحب جيڪي ڪجهہ

فرمايو، ان منجهان اها ڳالهه واضح معلوم ٿئي ٿي تہ شاهہ صاحب ميان نور محمد ڪلهوڙي کي سنڌس نيڪ اعمالن سبب نيڪ حڪمران تصور ڪندو هو.

شاهہ صاحب جي سوانح جو بنيادي ماخذ مير عبدالحسين سانگيءَ جو ڪتاب "لطائف لطيفي" آهي. ان ڪان پوءِ سلسلي وار مرزا قليچ بيگ جو ڪتاب "احوال شاهہ عبداللطيف ڀٽائي" ۽ مولانا وفائي جو ڪتاب " لطف الطيف" قابل ذڪر آهن. مٿين ٽنهي حوالن منجهان معلوم ٿئي ٿو تہ شاهہ صاحب مائي گلان کي دعا ڪئي تہ "تون سنڌ جي حاڪم جي زال ٿيندينءَ، توکي پٽ ڄمندو، جيڪو عزت ، اقتدار ۽ رتبي ۾ پيءُ کان بہ وڌي ويندو." (8) هتي سوچڻ جي اها ڳالهه آهي تہ جيڪڏهن ميان نور محمد ڪلهوڙو، شاهہ صاحب جو دشمن هجي ها، تہ شاهہ صاحب جهڙو نيڪو ڪار بزرگ، هڪ مظلوم عورت جي ان سان نڪاح جي ڳالهہ ڇو ڪري ها؟ نہ رڳو ايترو پر سنڌس پيٽ مان پيدا ٿيندڙ اولاد عزت، اقتدار ۽ رتبي ۾ پيءُ کان وڌيڪ نامور ٿيڻ جو حوالو بہ اهو ئي ٻڌائي ٿو تہ ميان نور محمد ڪلهوڙو پنهنجي دور ۾ مان مرتبي ۽ عزت وارو حڪمران هو، جنهن سنڌ کي شاد آباد ۽ خوشحال ڪرڻ ۾ ڪائي ڪسر نہ ڇڏي هئي. شاهہ صاحب پاڻ بہ سنڌ کي خوش حال ڏسڻ جو خواهان، سنڌي ٻولي ۽ ثقافت جو علمبردار، هڪ اصلاح پسند شاعر هو. ان ميان نور محمد ڪلهوڙي جو جڏهن نيڪ عمل ۽ ڪردار ڏٺو ۽ ميان جي دور ۾ سنڌ اندر جا خوشحالي آئي تڏهن ئي تہ سنڌس دل منجهان بي اختيار دعا نڪتي تہ:

سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار،
دوست مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.

هاڻ اچو تہ ميان نور محمد پاران شاهہ صاحب کي زهر واري معجون پيش ڪرڻ ۽ پلي گهوڙي تي چاڙهڻ وارين روايتن جو جائزو وٺون

شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جي روضي لاءِ سرون آڻڻ وقت شاهہ صاحب جا ڪتبي طور ڪاشيءَ جي سر نهرائي، ان تي 1156هہ لکيل آهي. ظاهر ڳالهہ آهي تہ اها نالي واري سر انهن ئي ڪاشيءَ وارن سرن سان نهي هوندي ۽ انهن سان ئي آئي هوندي، انڪري اها ڳالهہ يقين سان چئي سگهجي ٿي تہ شاهہ ان ئي سال ملتان کان موٽيو ۽ تخت خداآباد وٽ لنگرانداز ٿيو.

مائي گلان واري واقعي لاءِ ڊاڪٽر نبي بخش خان جي تحقيق آهي تہ

"مائي گلان سنہ 1135ھ ڌاري پٺ تي شاھ جي خدمت ۾ اچي ڳايو ھوندو" (9)
ان حساب سان ميان نور محمد جي عزت اعليٰ اقتدار ۽ رتبي جي تعريف
ڪري، مائي گلان کي دعا ڏيئي ميان صاحب جي عقد ۾.ڏيارڻ وارو واقعو
1135ھ ۾ ٿيو. جڏھن تہ شاھ ڪريم جي روضي منجھان "لطيف" نالي مليل
سرَ منجھان شاھ صاحب جي ملتان کان موٽڻ ۽ "تخت خداآباد" وٽ لنگرانداز
ٿيڻ وارو سال 1156ھ ملي ٿو. يعني اھو واقعو مائي گلان واري واقعي کاں 21
سال پوءِ ٿيو. ۽ ان وقت شاھ صاحب جي عمر 54 سال ھئي. ان وقت تائين ھو
سير سفر ڪري زندگيءَ جا اڪيچار تجربا ڪري چڪو ھو. ان لاءِ اھو ڪيئن ٿو
ٿي سگھي، تہ جنھن ماڻھوءَ سان سندس اٽيڪٽ، جان جي خطري تائين ھجي، ان
جي پرسان ٿي اچي ڏاڍو ڪري، جڏھن تہ شاھ صاحب کي جوڳين سان ۽ سامين
واري سفر دوران ساٿين جي دشمنيءَ وارن ڪارنامن جو پڻ عملي تجربو ھو.
حقيقت اھا آھي تہ بر صغير جي صوفي سڳورن ڏانھن عجيب و غريب قسم جا
ڪرامتن وارا واقعا منسوب ڪرڻ وارو جيڪو رجحان ملي ٿو، شاھ صاحب جي
حوالي سان ميان نور محمد ڏانھن منسوب روايتن جي پڻ ان کان وڌيڪ ڪائي
خاص اھميت نہ آھي، ڇاڪاڻ تہ اھي حقيقتن کان ڏور نظر اچن ٿيون. مثلن ان
زھر پري معجون واري دٻليءَ لاءِ روايت آھي تہ: " اھا زھر پري معجون واري
دٻلي جڏھن شاھ صاحب کي ڏني ويئي، تڏھن اھا وٺي پيڙيءَ واري کي ڏنائين
تہ درياھ ۾ اڇلي ڇڏيو". ان کانپوءِ بعد پنھنجي حق پرست جماعت کي حڪم
فرمايائون تہ، ھاڻي پلي پاڻي پيئو، جن بہ ان وقت درياھ مان پاڻي پيتو، تن
کي موت جي مرض کانسواءِ سڄي زندگي ڪوبہ مرض ويجھو نہ آيو." (10)
يعنيٰ اھا زھر واري معجون، شاھ صاحب جي نظر ڪرم سان امرت وارو روپ
وٺي ويئي.

اھڙي ساڳي صورت حال، ميان صاحب پاران شاھ صاحب کي پلي
گھوڙي پيش ڪرڻ واري روايت جي آھي، جنھن موجب ڏنگي گھوڙي، شاھ
صاحب جي سواريءَ سبب غريب ٿي ويئي. اھا روايت پڻ بنھہ ضعيف نظر
اچي ٿي. ان روايت بابت مختلف عالمن جا مختلف بيان آھن، پر اسان ان
روايت کي بہ مير عبدالحسين سانگي (جيڪو بنيادي ماخذ آھي) جي لکت
جي روشنيءَ ۾ پرکيون ٿا.

مير عبدالحسين سانگي لطائف لطيفيءَ ۾ ميان نور محمد پاران شاھ
صاحب کي موتمار گھوڙي سواريءَ لاءِ پيش ڪرڻ جو ذڪر ڪندي روايت ڪئي

آهي تہ، جڏهن شاهہ صاحب موتمار ڏنگي گهوڙي تي سوار ٿيو ۽ گهوڙي واچوڙي وانگر اولياءَ صاحب کي ڪٽي ماڻهن کان ٻاهر نڪري ويئي. ان تي ميان نور محمد ناراضگي ۽ پريشاني ڏيکاري ۽ ڪجهہ تيز رفتار سوار ماڻهن کي اولياءَ صاحب جي، پويان واهر لاءِ موڪليو ۽ پاڻ حيراني پريشاني ڏيکارڻ لڳو." (11) اها روايت بيان ڪندي جيتوڻيڪ مير صاحب، ميان نور محمد پاران اختيار ڪيل مٿئين رويي کي ظاهري ڏيکاءُ قرار ڏنو آهي، پر ان روايت کي ڏسڻ ڪانپوءِ هيٺيان ٻہ سوال اڀرن ٿا.

**الف:** ميان صاحب، شاهہ صاحب جي موتمار گهوڙي تي چڙهڻ وقت عوام اڳيان، ڏيکاءَ طور ڪاوڙ ۽ پريشانيءَ جو اظهار ڪيو هجي، جيئن مير عبدالحسين سانگي ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

**ب:** شاهہ صاحب کي موتمار ڏنگي گهوڙي ملڻ ڪري سچ پچ ٻہ ميان صاحب کي افسوس ۽ انتظار ٿيو هجي، جنهن ڪري بچاءَ واري خيال سان تيز رفتار سوار پنيان پچايا ويا هجن.

جيڪڏهن پهرين ڳالهہ کي صحيح سمجهبو تہ ان جو مطلب اهو ٿيو تہ ميان صاحب، شاهہ صاحب جي فقيرائي حلقہ اثر کان ايترو تہ خائف هو جو شاهہ صاحب کي نقصان ڏيڻ واري ڳالهہ ڳجهہ ۾ رکي، بظاهر ان تي ڳڻتي ۽ انتظار جو اظهار ڪيو. ان واقعي کي هن طرح بہ ڏسي ۽ ويچاري سگهجي ٿو.

ميان صاحب وقت جو حاڪم هو، جنهن جي اصطبل ۾ ڪيترائي گهوڙا هوندا. ميان صاحب پاران تہ گهوڙي ڏيڻ جو حڪم ٿيو هوندو، پر ان حڪم صادر ڪرڻ ڪانپوءِ جڏهن کيس معلوم ٿيو هجي تہ غلطيءَ وچان (جيڪا ڪنهن بہ علمدار جي ٿي سگهي ٿي) شاهہ صاحب کي ڏنگي گهوڙي ملي ويئي آهي، تڏهن کيس ناراضگي ۽ پريشانيءَ منجهان ڪن تيز رفتار ماڻهن کي شاهہ صاحب جي بچاءَ لاءِ پويان موڪليو هجي.

اها پوئين ڳالهہ حقيقت سان وڌيڪ ويجهو نظر اچي ٿي. چاڪاڻ تہ جيڪڏهن شاهہ صاحب کي نقصان رسائڻ واري ارادي کي بظاهر لڪائڻ واري سچي ڳالهہ هجي ها، تہ پوءِ اها رڳو شاهہ صاحب جي ڪردار سان چو هجي ها، ميان صاحب تہ پنهنجي ايامڪاريءَ ۾ ڪن ٻين بظاهر طاقتور، نالي چڙهيل خطري وارن فردن خلاف جرئت مندانہ ڪارروايون نہ ڪري ها. انهن جي سلسلي ۾ بہ ايئن ئي ٽال مٽول ڪري ها. جڏهن تہ تاريخ ۾ اهڙا

مثال موجود آهن تہ جن ڏرين کي ميان صاحب ملڪي سالميت لاءِ خطرو محسوس ڪيو انهن سان ظاهر ظهور معرڪا ڪري انهن جو خاتمو آندو. پر شاھ صاحب سان ڪنهن قسم جي اهڙي معرڪي ڪرڻ جي ضرورت ئي محسوس نہ ٿي. ان ڳالهہ جو ثبوت گواليار رياست جي بين گوين جي شاھ صاحب وٽ اچي رهڻ واري عمل منجهان پڻ ملي ٿو.

گواليار جا ٻہ گويا اٽل ۽ چنچل جيڪي پٽ شاھ تي اچي رهيا، جن شاھ جي ڪلام جي سُروار ترتيب ڪئي، اهي بہ ميان نور محمد ڪلهوڙي جو دؤر ۾ آيا هئا. ڪي چون ٿا تہ ان ڪانپوءِ آيا هئا. پر تحقيق هي آهي تہ ميان نور محمد عباسي سن 1167 هجري ۾ وفات ڪئي.... ان مان ظاهر ٿيو تہ انهن ڳائڻن جو اچڻ ميان غلام شاھ جي وساطت سان، سندس پيءُ جي حڪومت ۾ ٿيو هوندو." (12)

مٿين روايت مان معلوم ٿئي ٿو تہ گواليار جا گويا شاھ صاحب جي پوئين دؤر ۾ آيا، ان وقت تائين ميان صاحب کي شاھ صاحب بابت جيڪي بہ شڪ شبهہ هيا، تن جي ڇنڊ ڇاڻ ڪرائي ان نتيجي تي پهچي چڪو تہ شاھ صاحب ڪنهن بہ حوالي سان سنڌ جي حڪومت کي نقصان رسائيندڙ نہ، بلڪ هڪ محب وطن بزرگ عالم ۽ شاعر آهي. اهڙي تسلي ٿيڻ واري صورت ۾ ميان صاحب جا شڪ دُور ٿي وڃڻ سبب اختلافن واري صورت باقي نہ رهي هوندي. انڪري ڪنهن بہ قسم جي مخالفت جو جواز باقي نہ پيو رهي. ان حالت ۾ اٽل ۽ چنچل جيڪي آيا هڪ ڌاري رياست ڪان هئا، انهن جي پٽ تي مهينن جا مهينا رهڻ تي ڪنهن بہ قسم جو اعتراض نہ ڪيو ويو. هتي اها ڳالهہ واضح آهي تہ جيڪڏهن ميان نور محمد ۽ شاھ صاحب جا اختلاف بر قرار هجن ها تہ ميان صاحب کي ڌارين ماڻهن جي آمد تي شاھ صاحب خلاف ڪاروائي ڪرڻ جو بهترين موقعو هو. پر شاھ صاحب جي محب وطن شاعر هئڻ واري حيثيت سبب ميان صاحب، انهن ڌارين ماڻهن جي هتي اچڻ ۽ رهڻ تي بہ ڪنهن قسم جي رد عمل جو اظهار نہ ڪيو.

ڊاڪٽر حبيب الله صديقي صاحب، شاھ جي دور واري سنڌ جي صورت حال جو جائزو وٺندي لکي ٿو. "شاھ لطيف جي دور ۾سنڌ سياسي، سماجي اقتصادي ۽ مذهبي ڇڪتاڻ ۾ ڦاٿل هئي. سندس شاعري ۽ ذاتي ڪردار انهيءَ ڇڪتاڻ کي ختم ڪري سنڌ کي هڪ خوشحال ۽ نيڪ معاشرو بنائڻ ۽ جمهوري طرز حڪومت طرف راغب ڪرڻ لاءِ هڪ فڪري ۽ عملي جدوجهد

ڪئي آهي." (13) اها ڳالهه به عالم آشڪار آهي ته سنڌ جي وحدت کي برقرار رکڻ ۽ بهتر معاشرو اڏڻ لاءِ ميان نور محمد پڻ هٽ پير هٽي رهيو هو. ان قسم جي هڪ جهڙائي پنهي کي هڪ ٻئي جي ويجهو آندو هو. هونئن به اها ڳالهه لڪل ڪانهي ته ميان نور محمد جو سنڌ جي شاعرن، عالمن، اديبن ۽ صوفي درويشن سان خاص لڳاءُ هو. اهوئي سبب آهي جو سندس دؤر ۾ " تخت خداآباد" ڏانهن ڪيترن ئي شاعرن ۽ عالمن جي آمد رهندي هئي. ميان صاحب جي نيڪ اعمالن ۽ درويشن جي دعا جو هڪڙو مثال خواجه ابوالمساڪين جو اهو بيان پڻ آهي، جيڪو هن درويش روشن ضمير، نادر شاهه جي حملي کان اڳ، سنڌ منجهان مستقل طور لڏي مڪي مدينه وڃڻ وقت پنهنجي معتقدن ۽ مريدن اڳيان ڏنو هو. نادر شاهه واري حملي کان اڳ پاڻ قدس سره جن مڪي شريف وڃڻ جو عزم ڪيو ته بعض اصحابن سندن جلدي سفر ڪرڻ جو سبب پڇيو. پاڻ فرمايائون ته "نور محمد عباسي جنهن جي اسان سان عقيدت آهي، تنهن تي ڪا آفت اچڻي آهي. تنهن ڪري هتان وڃڻ ضروري ٿي پيو آهي ڇو ته اها تقدير مٽجڻ جي نه آهي. اسان جي هتي رهڻ ڪري هو اسان کي التجا ڪندو، پوءِ انهيءَ مراد پوري نه ٿيڻ ڪري اسان ڏانهن بد عقيدو رکندو، جنهن ڪري سندس پڇاڙي خراب ٿيڻ جو خوف آهي." (14)

شاهه عبداللطيف سان مختلف ڌرين جي اٿبٺت وارين واقعن بابت لکندي حبيب الله صديقي صاحب لکي ٿو " مذهبي اجاره داري حاصل ڪرڻ لاءِ شاهه لطيف رحه جا معاصرين هڪ طرف هڪ ٻئي کان گوءِ کٽڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيا هئا ته ٻئي طرف لطيف جي مقبوليت کي ختم ڪرڻ لاءِ حيلا وسيلا هلائي رهيا هئا. هنن مشهور ڪيو ته شاهه عبداللطيف تارڪ آهي. شاهه بدعتي، ڀنگوڙو ۽ تارڪ صوم صلواته آهي. انهيءَ الزام تراشيءَ جو اثر وقت جي اعليٰ مذهبي اڳواڻن تي پڻ پيو. ليڪن جڏهن سيلاني فقير شاهه عبداللطيف ڀٽائي وٽن لنگهي ويو ته سندس بصيرت، عملي فضيلت ۽ روحاني عظمت ڪين سندس بزرگيءَ جو قائل ڪري ڇڏيو." (15)

اهڙي ساڳي صورت حال ميان نور محمد ڪلهوڙي جي حوالي سان پڻ نظر اچي ٿي پر ان ڳالهه جا به پاسا نظر اچن ٿا، جيڪي هڪ ئي سلسلي جي ڪڙي آهن.

**الف:** شاهه صاحب جي بدعت واري حوالي سان مختلف نوعيت واريون جيڪي ڳالهيون پکيڙيون ويون، اهي وقت جي حاڪم ميان نور محمد تائين به

پهتيون هجن جنهن تي هو بہ برهم ٿيو هجي، پر پوءِ جڏهن اصل حقيقت معلوم ٿيس، تڏهن شاهہ صاحب سان ويتر سندس عقيدت وڌي ويئي.

ب: متي ذڪر ڪيل حقيقت جي باوجود، ڪلهوڙن جي زوال ڪان پوءِ، سندن مقبوليت کي ختم ڪرڻ لاءِ هڪ خاص ذر پاران ڏيهي حاڪمن کي ظالم ۽ جابر ظاهرڪرڻ لاءِ شاهہ صاحب جو نالو پڻ استعال ڪيو ويو هجي. اهو ئي سبب آهي جو ميان نور محمد يا ان ڪانپوءِ سندس پٽ ميان غلام شاهہ، شاهہ عبداللطيف جي خدمت واري حوالي سان جيڪي ڪجهہ خدمتون سر انجام ڏنيون، تن جو تہ نالي ماتر ذڪر ڪيو ويو، پر ميان نور محمد لاءِ گهڙيل قصن کي وقت بہ وقت وڌائي چڙهائي بيان ڪيو ويو.

حقيقت اها آهي، جيئن مرزا قليچ بيگ بہ لکيو آهي تہ شاهہ صاحب پنهنجي فقيراڻي طبيعت سبب "حاڪمن ۽ عملدارن جي ڪا پرواهہ ڪونہ رکندو هو. مگر چوندو هو تہ، هنن سان رستو بيڇڙو نہ آهي، ڇا لاءِ جو من ڪنهن بي گناهہ کي ڇڏائجي يا تہ وري ڪنهن غريب جو اهنج لاهجي" (16)

ان ڳالهہ کي نظر ۾ رکندي اهو چئي سگهجي ٿو تہ ان دور جي ٻين بزرگن ۽ عالمن جيان شاهہ صاحب جا بہ ميان نور محمد ڪلهوڙي سان لڳ لاڳاپا هئا. پر بعد ۾ پيدا ٿيل حالتن، خاص طور تي ڪلهوڙن جي زوال ڪانپوءِ جنهن نموني سندن اثر کي شعوري طور ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي، ان عمل جي حصي طور مثبت ڳالهين کي ڇاڻي واڻي گم ڪيو ويو ۽ جيڪي سامهون آيون بہ انهن کي مشڪوڪ بنايو ويو. انڪري ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو اهو چوڻ ڪافي وزندار آهي تہ " شاهہ عبداللطيف جي حياتي اڃان تائين "حڪايتن" جي حجاب ۾ ڍڪيل آهي، جنهن کي هٽائڻ سان ئي حقيقتن تائين پهچي سگهجي ٿو." (17)ان سلسلي ۾ مون پنهنجي طور تي هيءَ بنيادي ڪوشش ڪئي آهي. شال قبول پوي.

## حوالا


(1) قانع، مير علي شير: "تحفتہ الڪرام" مترجم، مخدوم امير احمد، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1957ع، ص 262.

(2) لاکو، غلام محمد: "ڪلهوڙن جا تخت گاهہ، " ماهي "مهراڻ"، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد نمبر 2- 3، سال 1983ع.

(3) مرزا قليچ بيگ: ”احوال شاهہ عبداللطيف ڀٽائي“ شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، ٽئون ڇاپو، 1972ع، ص 28.

(4) چنا، محبوب علي: ”خدا آباد ثالث،“ ٽماهي ”مهراڻ“ سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد. سرءُ 1955ع، ص 197.

(5) ايضا

(6) مرزا قليچ بيگ، ايضا ص 28.

(7) ايضا، ص 69.

(8) I سانگي، عبدالحسين مير: ”لطائف الطيفي“ مترجم: عبدالرسول قادري، ڇاپو پهريون، شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، سال 1986ع، ص 52.

II مرزا قليچ بيگ: ”احوال شاهہ عبداللطيف“ ص 4.

III وفائي، دين محمد مولانا: ”لطف اللطيف“ ڇاپو پهريون، مهراڻ پبلشنگ ڪمپني ڪراچي 1950ع، ص 118.

(9) بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر: ” شاهہ جو رسالو“ (شاهہ جو ڪلام)، ڀاڱو پهريون، ڇاپو پهريون، شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، 1989ع ، ص 29.

(10) سانگي، عبدالحسين مير، ايضا، ص 22.

(11) ايضا، ص 42.

(12) ايضا، ص 82.

(13) صديقي، حبيب الله، ڊاڪٽر: ” شاهہ جي سوانح ۽ سندس ڪلام جو پس منظر“ (ہر) ” شاهہ لطيف هڪ تحرڪ، هڪ تحريڪ،“ مرتب: تاج جويو، ڇاپو پهريون، ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، 2002ع، ص 37.

(14) دمائي، فيض محمد پير: ” آئينہ اولياءَ“ ڇاپو پهريون، انتظاميہ جماعت درگاهہ لواري شريف، 1974ع، ص 6.

(15) صديقي، حبيب الله، ڊاڪٽر، ايضا، ص 45.

(16) مرزا قليچ بيگ، ايضا، ص 59.

(17) بلوچ، نبي بخش ڊاڪٽر: ايضا 20.

# خداآباد - هڪ واقعاتي لغت

مخمور بخاري

سمن سلطانن جي حڪومت جي خاتمي بعد سنڌ مٿان ڌارين حڪمرانن جو تسلط سنڌ جي تاريخ جو بد ترين دور سڏي سگهجي ٿو. ان کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪيترن ئي سنڌين وڏي جدوجهد ڪئي، پر ڪامراني جو سج ڪلهوڙن مٿان ابريو. جيتوڻيڪ سنڌ مڪمل طرح خود مختيار ميان غلام شاهه ڪلهوڙي (1757 - 1772ع) جي دور ۾ ڏسجي ٿي، پر ان کان اڳ ميان نصير محمد، ميان دين محمد، ميان يار محمد، ميان نور محمد تائين، سنڌ قدم بہ قدم ڪلهوڙن جي هٿ وس ايندي وئي.

ميان دين محمد کي جڏهن ملتان جي شهزادي معزالدين گرفتار ڪيو تہ ميان يار محمد شاهي لشڪر سان مقابلو ڪندي قلات ڏانهن نڪري ويو. 1701ع ۾ حالتن جي ڪجهہ بهتر ٿيڻ بعد ميان يار محمد قلات مان سنڌ پهتو ۽ انهن علائقن کي سنڀاليائين جن تي ميان نصير محمد ۽ ميان دين محمد جي حڪمراني هئي. بعد ۾ موجود دادو شهر جي پرسان "شڪارپور" کي پايہ تخت بنائي مٿس خداآباد نالو رکيو. ياد رهي تہ هي شهر ان کان اڳ "شڪارپور پنهواري" سڏبو هو. هن شهر جو عروج 1701ع کان 1750ع تائين ڏسجي ٿو، جڏهن ميان نور محمد 1750ع ۾ پنهنجا دفتر ۽ وزارتون پنهنجي پٽ ميان مراد ياب کي سونپي کيس "خدا آباد" ۾ ويهاري پنهنجي نئين آباد ڪرايل شهر "محمد آباد" ۾ وڃي رهيو. ان کانپوءِ هن شهر جو اوج گهٽجڻ لڳو ۽ ان جي تختگاهہ واري حيثيت ختم ٿي.

خدا آباد ڪلهوڙن حڪمرانن جو ٻيو نمبر گادي جو شهر هو. ان کان اڳ ميان نصير محمد ۽ ميان دين محمد جي دور ۾ "ڳاڙهي" سرڪاري مرڪز رهيو، جنهن کي شهزادي معزالدين 1699ع ۾ حملن وقت تاراج ڪري ڇڏيو. خداآباد کي ميان يار محمد گادي جو هنڌ بڻايو ۽ ميان نور محمد پڻ پنهنجي

حڪومت جو سمورو ڪار وهنوار هن شهر مان ويهي هلايو، سواءِ آخري چند سالن جي. بلاشبہ 1701ع کان 1750ع وارو وقت ڪلهوڙن لاءِ انتهائي اهم هو. هن سموري وقت اندر نہ رڳو مختلف واقعا ٿي گذريا پر سنڌ جا مختلف علائقا ۽ سبي پرڳڻو پڻ مغل سلطنت طرفان انتظام سنڀالڻ خاطر ڪين مليا. هنن سمورن واقعن دوران ڪلهوڙن جو تخت گاهہ خداآباد رهيو. هت اسين خداآباد جي حوالي سان ڪجهہ اهم واقعن جو ذڪر سال وار ڪنداسين تہ جيئن هن شهر متعلق ڄاڻڻ ۾ آساني ٿي سگهي.

1701ع: ميان يار محمد قلات مان موٽي اچي سنڌ جو حاڪم بڻيو تہ هن شڪارپور پنهواري نالو تبديل ڪري مٿس خدا آباد نالو رکيو.

04 - 1703ع: بختيار خان جو ملتان جي شهزادي معزالدين جي هٿان قتل ٿي وڃڻ بعد ميان يار محمد کي شهزادي پاران خواجہ حسين خان سبي ۽ گنجابہ جي علائقن جو فرمان ۽ "خدا يار خان" جو خطاب کڻي اچي خداآباد ۾ پهچايو.

04 - 1703ع: غازي خان جي پٽ شاهہ محمد جو مير شهداد خان جي حڪمت عملي سان ٿيل قتل بعد ميان يار محمد جا قلات ۾ قيد شهزادا موٽي اچي خداآباد پهتا.

06 - 1705ع: لس ٻيلي جي حاڪم ملڪ پاهڙ خان پنهنجي حڪومت جون حدون ڪوهستان کان اولهہ سنڌ طرف وڌائيندي ضلع دادو جي ڏاڪٽي ياڳي تي تسلط قائم ڪيو تہ، ٺٽي جي مغل گورنر جي درخواست تي ميان يار محمد پنهنجو لشڪر وٺي وڃي ملڪ پاهڙ خان سان جنگ ڪئي ۽ فتح حاصل ڪندي، مذڪوره علائقو ملڪ پاهڙ خان کان حاصل ڪيو. هن فتح جي تاريخ سيد مير عبدالجليل بلگرامي چئي.

1708ع: ميان پنهنجي پٽ سان هڪ لشڪر خداآباد مان سبي ۽ ڍاڍر جا قلعا واپس وٺڻ لاءِ روانو ڪيو، جنهن فتح حاصل ڪئي.

1711ع: ڪنډياري ۽ لاڙڪاڻي ضلع جا علائقا پڻ ڪلهوڙن جي اثر هيٺ آيا.

13 - 1712ع: ميان يار محمد ۽ دائود پوٽن ۾ وڌندڙ ڇڪمڪش جي نتيجي ۾ شڪارپور ۾ جنگ لڳي، جيڪا ڇهن ڏينهن تائين جاري رهي. آخر صلح بعد دائودپوٽن اهي علائقا ميان جي حوالي ڪري ڇڏيا، جن تان ڪشمڪش پيدا ٿي هئي.

1717ع: شاهي حڪم موجب ميان يار محمد، مير شهداد خان ٽالپر ۽ پنهنجي فرزند محمد خان سان لشڪر خداآباد کان ٺٽي ڏانهن اماڻيو. هي لشڪر ٺٽي جي فوج سان گڏجي صوفي شاهه عنايت کي ختم ڪرڻ لاءِ جهوڪ تي ڪاهي ويو ۽ چار مهينا گهيرو قائم رکيو پر ڪاميابي حاصل نه ٿين. نيٺ صلح جي بهاني صوفي شاهه عنايت کي ٺٽي جي نواب اعظم خان پنهنجي دربار ۾ گهرائي شهيد ڪرائي ڇڏيو.

1719ع: ميان يار محمد ڪلهوڙي خداآباد ۾ وفات ڪئي، سندس تربت مٿان خداآباد ۾ ميان غلام شاهه مقبرو تعمير ڪرايو.

1719ع: ميان يار محمد جو فرزند ميان نور محمد نئون حڪمران مقرر ٿي تخت تي ويٺو.

1719ع: ميان نور محمد پنهنجي والد جي وفات بعد جيئن مسند تي ويٺو ته سندس ڀاءُ ميان دائود شهدادپور ۾ صلاحڪارن جي پڙڪائڻ تي ڀاءُ سان جنگ ڪرڻ خاطر ماٺهو ۽ هتيار گڏ ڪرڻ لڳو. پر ميان نور محمد خداآباد مان معززين جو هڪ وفد ڏانهس موڪلي پاڻ وٽ گهرائي ورتو. ميان دائود، ميان نور محمد جي هٿ تي خانداني طريقي موجب بيعت ڪرڻ بعد ٻئي ڏينهن خداآباد کان هنڙي طرف ميان جي اجازت بعد روانو ٿيو. جتي وڃي هن ميان نور محمد خلاف جنگ جي تياري ڪئي. اهو سراسر ميان نور محمد جي مخالفن جي پڙڪائڻ تي ميان دائود ڪري رهيو هو.

1719ع: ٽن مهينن ڪانپوءِ ميان نور محمد ڀاءُ سان ٻيهر صلح جي لاءِ هنڙي طرف روانو ٿيو. ميان دائود هيڏانهن جنگ جي تياري ڪري چڪو هو پر ميان نور محمد جڏهن هنڙي کان اجان اورتي هو ته ميان دائود صلح جو پيغام موڪليو. ميان نور محمد ته اڳ ئي ڀاءُ سان صلح خاطر ڏانهس وڃي رهيو هو، سو ڪيس معاف ڪيائين ۽ سندس مطالبي تي ڪيس لاڪاڻ پرڳڻي ۾ رهڻ جي اجازت ڏنائين. ميان دائود ان طرف روانو ٿي ويو. ياد رهي ته ميان دائود علم ۽ فضيلت ۾ وڏي مرتبي وارو هو. هن جي محفل ۾ حڪيم مير عبدالرزاق "مشرب" جهڙا يگانا عالم ۽ شاعر رهندا هئا. ميان صاحب خود به شڪار بابت هڪ اهم تصنيف "صيد المراد في قوانين الصياد" فارسي ۾ لکي. ميان جو پٽ محمد علي "عالي" پڻ فارسي جو بهترين شاعر هو. مير قانع سندس

محفل ۾ ڪجهہ وقت رهيو. اندازو آهي تہ ميان دائود ۽ ان جو پٽ محمد علي ”عالي“ وفات بعد خداآباد ۾ دفن ٿيا.

1719ع: ميان نور محمد کي شاهي دربار طرفان ”خدا يار خان“ جو لقب عطا ٿيو.

1720ع: گمان غالب آهي تہ حضرت شاهہ عبد اللطيف ڀٽائي جي دعا سان، گلان نالي ڳاٽڻيءَ جو ميان نور محمد سان نڪاح ٿيو.

1722ع: امڪان آهي تہ ميان نور محمد کي مائي گلان مان پٽ ڄائو، جنهن جو نالو ميان غلام شاهہ رکيو ويو. ميان غلام شاهہ اڳتي هلي سنڌ جو والي بڻيو.

24 - 1723ع: ميان نور محمد، مير شهداد خان ٽالپر کي اڳواڻ - دستي جو سپهہ سالار مقرر ڪري، دائود پوٽن تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ شڪارپور روانو ڪيو ۽ پاڻ فوج وٺي لاڙڪاڻي ۾ وڃي ديرو ڄمايائين ۽ پوءِ اتان دائودپوٽن سان جنگ لاءِ شڪارور روانو ٿيو. تقريبا چار مهينا جنگ هلڻ بعد صلح ڪري خانپور ۽ شڪارپور جاگير جا چار حصا ڪيا ويا، جنهن ۾ هڪ حصو ميان نور محمد جي هٿ هيٺ آيو. ميان ان حصي تي ملان جنيد کي ناظم مقرر ڪري واپس موٽي آيو.

24 - 1723ع: وقائع نويس ۽ شاعر سيد مير محمد بلگرامي، ميان نور محمد جي گذارش تي سيوهڻ کان خداآباد سندس دربار ۾ اچي رهيو.

1725ع: دائود پوٽن سان صلح بعد دائود پوٽن طرفان ٻيهر وڌندڙ ڪشمڪش جي ڪري ميان مٿن حملو ڪري کانئن خانپور ۽ شڪارپور فتح ڪري ورتو ۽ دائود پوٽا اتان ڀڄي نڪتا.

1725ع: ميان نور محمد کي پٽ ڄائو جنهن جو نالو احمد يار خان رکيائين. مير عبد الجليل بلگرامي شهزادي جي ڄمڻ جي تاريخ چئي.

1725ع: وقائع نويس مير محمد بلگرامي ميان کان اجازت وٺڻ بعد خداآباد مان واپس سيوستان روانو ٿيو.

1726ع: ميان نور محمد جي پٽ ميان مرادياب خان جي شادي تي گذري. مير عبد الجليل بلگرامي شادي جي تاريخ چئي.

28 - 1727ع: ميان نور محمد جي خانپور ۽ شڪارپور فتح ڪرڻ بعد اتان ڀڄي

ويل دائو دپوٽا دہلي ہيٺ وڃي رھيا. مياں جي لشڪر جي اتي ڪاھ سبب
اُچ جي سجادہ نشين جي دعوت تي دائود پوٽا وٽس وڃي وينا ۽ ڪجھہ
وقت بعد مياں نور محمد سان صلح خاطر اتان جي ڪجھہ سيدن سان گڏ
خدا آباد پھتا. مياں ساڻن صلح ڪيو.

29 - 1728ع: مياں نور محمد جي فرمائش تي شيخ محمد وفا سيوھاڻي پنھنجي
والد شيخ عبد الرئوف سيوھاڻي جا لکيل خط (جيڪي ھن شاھي خدمتون
بجا آڻيندي مياں يار محمد ۽ مياں نور محمد جي حڪم جي تعميل
ڪندي ملتان جي شھزادي معزالدين، مختلف ملڪن جي بادشاھن ۽ اميرن
ڏانھن تحرير ڪيا ھئا) "گلدستہ نورس بھار" جي سري سان ترتيب ڏنا.

31 - 1730ع: مياں نور محمد قلات جي بروھين طرفان وڌندڙ ڪشمڪش کي
منھن ڏيندي خداآباد مان ڪاھي وڃي "ڪرتہ" جو قلعو فتح ڪيو.
عبدالله خان بروھي والي قلات ناسازگار حالتن جي سبب مياں سان
صلح ڪيو ۽ پنھنجي خاندان جا ٻہ سڳا مياں جي پٽن کي ڏيڻ جي پڻ
پڪ ڏني پر ٻئي سال صلح جي اصولن کي ٽوڙيندي بروھين مياں جي
علائقي ڪاڇي ۾ ڦرلٽ ڪئي جنھن جي نتيجي ۾ ڪلھوڙن ۽ بروھين
جي وچ ۾ حالتون بيھر خراب ٿيڻ لڳيون.

32 - 1731ع: مياں جي دربار جي شاعر شيخ محمد نعيم خداآباد ۾ وفات
ڪئي ۽ کيس اتي ئي دفن ڪيو ويو.

32 - 1731ع: کھڙن جي ناميار عالم مخدوم عبدالرحمان خلاف مقدمي داخل
ٿيڻ بعد مياں نور محمد، ھڪ فوجي دستو روھڙي ڏانھن روانو ڪيو
تہ جيئن مخدوم ۽ ٻين گھربل ماڻھن کي گرفتار ڪري وٺي اچجي، پر
ڪن حالتن سبب ان فوجي دستي مخدوم ۽ ان جي ماڻھن تي حملو
ڪري ڏنو ۽ نتيجي ۾ مخدوم ۽ ان جا ماڻھو شھيد ٿي ويا. ياد رھي
تہ مخدوم عبدالرحمان، مياں نور محمد وٽ سندس دربار ۾ ايندو
ويندو رھندو ھو ۽ کيس مياں طرفان وڏو مان ملندو ھو.

33 - 1732ع: مياں جي فرزند مياں مراد ياب خان ٻي شادي ڪئي. شادي جي
تاريخ مير غلام علي آزاد بلگرامي فارسي ۾ چئي.

33 - 1732ع: عبدالله بروھي ملتان تي ڪاھي ويو. ان کان پوءِ اھو ارادو
ڪيائين تہ سبي تي ڪاھي وڃڻ بعد، مياں جي دارالحڪومت خداآباد

تي حملو ڪيو. پر سبي جي حاڪم ميان کي اڳواٽ ئي اهڙو اطلاع موڪلي ڏنو، جنهن جي نتيجي ۾ خانپور جي مقام تي ميان جي لشڪر ۽ عبدالله بروهي جي وچ ۾ جنگ لڳي. پنهي ڌرين جي هزارين ماڻهن جي مري وڃڻ سان گڏوگڏ عبدالله بروهي پڻ مارجي ويو.

33 - 1732ع: عبدالله خان بروهي جي مارجي وڃڻ بعد ڪلهوڙن ۽ بروهين جي وچ ۾ اڳ ٿيل صلح جي اصولن تي عمل ڪندي، ميان جي وڏي پٽ ميان مراد ياب خان جي شادي عبدالله خان جي سؤٽ مراد علي جي نياڻي سان ٿي ۽ ان جي ٻئي سال ميان جي ٻئي فرزند خداداد خان جي شادي عبدالله خان جي نياڻي سان ٿي. مير غلام علي آزاد بلگرامي خداداد خان جي شادي جي تاريخ چئي.

34 - 1733ع: ميان نور محمد جي پاءُ ميان محمد خان وفات ڪئي. ڪيس خداآباد ۾ دفن ڪيو ويو.

35 - 1734ع: بروهين کي شڪست ڏيڻ تي ميان کي "ثابت جنگ" جو خطاب ۽ نوبت جي عطيي سان شاهي دربار پاران نوازيو ويو.

1737ع: ٺٽي پرڳڻي جي مغل گورنر نواب سيف الله خان جي فوت ٿيڻ تي، سندس پٽ نواب صادق علي خان مغل سلطنت کان ٺٽو پرڳڻو مقاطعي تي ڪنيو. پهرئين سال هو مقاطعي جي رقم ادا ڪري سگهيو، پر ٻئي سال هو رقم ادا ڪرڻ جهڙي حالت ۾ ئي نه رهيو. مغل سلطنت اهڙي صورتحال کي ڏسندي پنهنجي دربار ۾ موجود ميان نور محمد جي وڪيل کي ٺٽي جون واڳون سونپيون، ته جيئن هو اها ذميواري ميان تائين پهچائي. اهڙيءَ ريت ٺٽو اٽڪل ٻن صدين بعد ڌارين حڪمرانن جي هٿ وس مان نڪتو ۽ اڳ وانگر پنهنجي جاگرافيائي بيهڪ سان سنڌ بحال ٿي. ياد رهي ته شاهه حسن ارغون جي وفات (962هه) بعد سنڌ ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي هئي. ڪلهوڙن کي هاڻ بکر، سيوستان ۽ ٺٽي جي حڪمراني ملي چڪي هئي. ميان طرفان شيخ غلام محمد ٺٽي جي چارج ورتي.

1739ع: ميان پنهنجي پٽ ميان مراد ياب خان کي ٺٽي روانو ڪيو. ميان مراد ياب جيئن ئي ٺٽي پهتو ته ڌاراجا جي راڻي اجمال ۽ ڪڪرالي جي ڄام سان لڙايون شروع ٿي ويون. دشمنن جون ٻري توڙي بحري فوجون

نصرپور تائين پهچي ويون. ميان جي فوج متن توبن جا فائر ڪري ڏنا، دشمن فوجون پنهنجي جان بچائيندي واپس موٽيون.

1739ع: نادر شاهه افشار جڏهن پشاور، لاهور ۽ دهلي کي فتح ڪيو ته محمد شاهه اٽڪ درياءَ جي اولهه جي طرف وارو علائقو (جنهن ۾ بين علائقن سان گڏ مڪمل سنڌ پڻ هئي) نادر شاهه جي حوالي ڪري ڇڏيو. ان ريت سنڌ مغل انتظاميا مان نڪري ايران جي تابع ٿي وئي.

1739ع: مير لطف الله عرف مير متارو ۽ محمد علي بيگ، نادر شاهه جو پيغام کڻي ميان صاحب وٽ خداآباد پهتا.

1740ع: ميان نور محمد نادر شاهه جو سنڌ تي ڪاهي اچڻ جو ٻڌي خداآباد مان عمر ڪوٽ ڏانهن هليو ويو، جتي نادر شاهه سندس پيڇو ڪندي پهچي ويو. واٽ تي هر شهر کي نادري لشڪر لٽيو ۽ ڦريو. بعد ۾ جڏهن نادر عمر ڪوٽ پهتو ته ميان نور محمد سندس آڏو پيش پيو ۽ صلح ڪري نادر سان گڏ لاڙڪاڻي پهتو. لاڙڪاڻي ۾ نادر سنڌ جي وحدت کي ٽوڙيندي سنڌ جا ٽي حصا ڪيا. سبي ۽ ڪاڇو عبدالله خان بروهي جي پٽ محبت خان کي، شڪارپور صادق محمد خان دائود پوٽي کي ۽ باقي سنڌ ميان صاحب کي ڏنائين. هن موقعي تي ميان نور محمد کي "شاهه قلي خان" جو لقب پڻ ڏنائين ۽ مٿس چوڏهن لک ساليانه خراج پڻ مقرر ڪيو. جڏهن ته ميان جا ٻه صاحبزادا ميان مراد ياب خان ۽ ميان غلام شاهه نادر پاڻ سان ايران وٺي ويو.

42 - 1741ع: هاڪارو شاعر حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح پنهنجي تڙ ڏاڏي حضرت شاهه عبدالڪريم بلڙي واري جي روضي لاءِ ملتان مان ڪاشي وٺي موٽندي خداآباد ۾ ترسيو.

1742ع: نادر شاهه جو عملدار بيگلر بيگلي ٺٽي مان واپس روانو ٿيو ته ميان ٺٽي مان واپس خداآباد پهتو. ميان نور محمد، نادر شاهه جي عملدار لاءِ خاص طرح ٺٽي ۾ ترسيل هو.

43 - 1742ع: ميان جي درباري تاريخدان ٻاغ علي خائف "نامه نغز" نالي فارسي ۾ ڪلهوڙن جي تاريخ لکي پوري ڪئي. پوءِ به ڪجهه سالن تائين ان ۾ ڪجهه واڌارو ڪندو رهيو. خائف ميان نور محمد جي دور ۾ ئي خداآباد ۾ ئي وفات ڪئي هئي ۽ اتي ئي دفن ٿيو.

1745ع: ميان نور محمد "ڪانجي" قلعي کي فتح ڪرڻ جو ارادو ڪري ڪڇ ڏانهن روانو ٿيو ۽ قلعو فتح ڪري واپس خداآباد پهتو تہ شاعر محمد پناھ "رجا" قلعي فتح ڪرڻ جي فارسي ۾ تاريخ چئي.

1746ع: شاھ طهماسپ جلاٿر جڏهن دائود پوٽن کان شڪارپور فتح ڪئي، تہ ميان نور محمد ٺٽي جي ناظم ۽ شيخ شڪر الله کي پاڻ وٽ خداآباد سڏائي ورتو.

47 - 1746ع: ميان پنهنجي پٽ ميان عطر خان کي خداآباد مان پاڻ سان وٺي وڃي شڪارپور ۾ جلاٿر سان مليو ۽ عطر خان سندس حوالي ڪيو تہ جيئن هو ايران ۾ يرغمال بڻيل پنهنجن ڀائرن وٽ وڃي پهچي.

47 - 1746ع: ميان نور محمد خداآباد ۾ هٿ سان قرآن شريف لکي مڪمل ڪيو.

1747ع: ميان پنهنجي پٽ محمد خداداد خان کي لشڪر ڏئي، ٺٽي ۾ پيدا ٿيل چڪتاڻ کي ختم ڪرائڻ لاءِ روانو ڪيو.

1747ع: نادر شاھ ايران ۾ قتل ٿيو. ان بعد ميان نور محمد آزاد ٿي حڪومت ڪرڻ لڳو.

1748ع: احمد شاھ ابدالي قنڌار تي قبضو ڪرڻ بعد ميان نور محمد کي خداآباد ۾ "شاھ نواز خان" جو لقب ڏئي، فرمان موڪليو تہ هو سندس دربار ۾ خراج موڪليندو رهي پر ميان نور محمد ان فرمان ڏانهن ڪو خاص ڌيان نہ ڏنو.

49 - 1748ع: ميان نور محمد ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کان ملڪ جي دفاع لاءِ توبون خريد ڪيون.

1749ع: ايران ۾ يرغمال ٿيل ميان صاحب جا فرزند ميان غلام شاھ ۽ ميان عطر خان، اتي پيدا ٿيل وڳوڙ جو فائدو وٺي سنڌ پهتا ۽ پنهنجي والد ميان نور محمد سان خداآباد ۾ اچي مليا.

50 - 1749ع: ميان پنهجو وصيت نامون "منشور الوصيت و دستور الحڪومت" جي نالي سان لکي مڪمل ڪيو.

1750ع: ميان نور محمد ٺٽي ۾ ترسيل ڪشمير جي هڪ وڏي عالم ۽ شاعر شاھ نجم الدين سان ملاقات ڪرڻ لاءِ خداآباد مان گهٽا وسيلا

استعمال ڪيا پر شاهه نجم الدين، ميان سان نه مليو.

1750ع: ميان مراد ياب خان ايران ۾ پيدا ٿيل وڳوڙ جو فائدو وٺي ايران مان مسقط رستي سنڌ پهتو ۽ پنهنجي والد سان اچي مليو. سندس والد پنهنجا دفتر ۽ وزارتون سندس حوالي ڪري خداآباد ۾ ڪيس ويهاريو ۽ پاڻ پنهنجي نئين آباد ڪرايل شهر محمد آباد ۾ وڃي رهيو.

1752ع: احمد شاهه ابدالي ملتان جي حاڪم سان جنگ ڪئي. ملتان جي حاڪم ساڻس صلح ڪيو ته شاهه، ملتان جي حاڪم کي سندس علائقا موٽائي ڏنا ۽ پاڻ دهلي طرف روانو ٿيو. هند جي شهنشاهه ساڻس صلح ڪندي لاهور، ملتان ۽ ڪشمير احمد شاهه جي حوالي ڪيا. ان ريت سموري سنڌو ماٿر افغانستان جي حوالي ٿي وئي.

1752ع: سنڌ جڏهن ابدالي سلطنت جي هٿ هيٺ آئي ته احمد شاهه جي مطالبي تي، ميان نور محمد خراج ڏيڻ جو ارادو ڪندي افغانستان ۾ پنهنجي سفيرن جو هڪ وفد موڪليو. هن وفد جي اڳواڻي ياٺي خان ڪلهوڙي ڪئي. وفد پاڻ سان شاهه لاءِ ميان جي طرفان قيمتي تحفا ۽ ميان جي فرمانبرداري جو پيغام کڻي قنڌار جي دربار ۾ پهتو. احمد شاهه ميان جي اهڙي روش تي گهڻو خوش ٿيو. ان ريت سنڌ جو ملڪ افغان بالادستي جي حوالي ٿي ويو.

1753ع: ميان نور محمد 9 ڊسمبر تي جيسلمير پرسان وفات ڪئي. ڪيس سندس نئين اڏايل شهر محمد آباد ۾ دفن ڪيو ويو. سندس مزار تي پوءِ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي مقبرو تعمير ڪرايو، جو اڄ به موجود آهي.

1753ع: قنڌار دربار ميان نور محمد جي وڏي پٽ ميان مراد ياب خان کي سنڌ جو حڪمران مقرر ڪري "سر بلند خان" جو خطاب ڏنو ۽ ميان مراد ياب تي خراج مقرر ڪرڻ کان سواءِ ميان عطر خان کي قنڌار دربار ۾ يرغمال طور پاڻ وٽ گهرائي ورتو. ميان مراد ياب نصرپور پرسان "مراد آباد" شهر اڏائي وينو جيڪو 1757ع ۾ درياءِ پائي ويو.

1757ع: ميان مراد ياب خان کي حڪومت تان هٽائڻ بعد ميان غلام شاهه تخت سنڀاليو ته، ميان مراد ياب ۽ ميان غلام شاهه جي ياءُ ميان احمد يار خان خداآباد مان ميان غلام شاهه کي حڪمران تسليم نه ڪيو. جڏهن

تہ ميان غلام شاھ قنڌار دربار مان پنهنجي حڪومت لاءِ پروانو حاصل نہ ڪري سگھڻ ڪري حڪمران نہ رھيو.

1757ع: قنڌار دربار مان ميان عطر خان سنڌ جون واڳون سنڀالڻ لاءِ پروانو حاصل ڪري جيئن ئي سنڌ پهتو تہ هن پنهنجي معزول ڀاءُ ميان مراد ياب کي خداآباد ۾ ئي رهڻ جو حڪم جاري ڪيو.

1757ع: ميان مراد ياب کي جڏهن مرادآباد ۾ حڪومت تان معزول ڪيو ويو تہ ڪجهہ وقت نظربند رهڻ بعد شهدادپور پهتو جتان پهريان نوشهري ۽ پوءِ خداآباد پهتو، جتي پهچڻ بعد بيمار ٿي پيو ۽ جون جي مهيني ۾ وفات ڪيائين. ڪيس خداآباد ۾ ميان يار محمد جي مقبري جي بلڪل پنيان دفن ڪيو ويو، جنهن تي هڪ مختصر چبوترو تعمير ٿيل آهي. ميان غلام شاھ ڀاءُ جي وفات جو ٻڌي تعزيت لاءِ خداآباد پهتو.

1758ع: سنڌ ملڪ ۾ پيدا ٿيل اندروني وڳوڙن جو فائدو وٺندي ڪوسا قبيلي جي ماڻهن خداآباد تي حملو ڪيو ۽ گهٽي ڦرلٽ ڪندي شهر کي برباد ڪري ڇڏيو.

1758ع: ميان غلام شاھ مرادآباد جي ٻڌي وڃڻ بعد پنهنجي والد جي اڏايل شهر محمد آباد جي ڀرسان "الله آباد" جو شهر تعمير ڪرايو، جيڪو ڪجهہ وقت تائين ميان غلام شاھ جو سرڪاري مرڪز رهيو. ان ڪانپوءِ درياءَ جي ردوبدل سبب هي شهر آسري نہ سگهيو ۽ ختم ٿي ويو.

1758ع: ميان غلام شاھ جڏهن ميان عطر خان جي حاڪم ٿيڻ سبب لاڙ ڏانهن هليو ويو تہ اتي "شاھ ڳڙھ" نالي هڪ نئون شهر آباد ڪرايائين ۽ صرف پنج مهينا اهو شهر سندس مرڪز رهيو. هن وقت شهر جي موجوده حالت متعلق اسان کي ڪا بہ ڄاڻ نہ آهي.

1759ع: ميان ٺيون پيرو سنڌ جو حڪمران مقرر ٿيو تہ، هن نصرپور ڀرسان هڪ شهر "شاھ پور" (اول) اڏائي ان کي پنهنجو دارالحڪومت بنايو. هي شهر 1764ع ۾ برباد ٿيڻ تائين ميان جو سرڪاري مرڪز رهيو. ميان غلام شاھ جي دربار ۾ هتي شاعر ۽ عالم موجود رهيا. مير علي شير قانع کي ميان هتي ئي ڪلهوڙن جي تاريخ لکڻ لاءِ ويهاريو هو، پر زماني جي ستم ظريفي سبب مير قانع جو قلمي ذخيرو تباھ ٿي ويو.

1760ع: ميان غلام شاهہ لاڙڪاڻي پھچي ڪوسا قبيلي جي انھن ماڻھن کي سخت سزائون ڏنيون، جن افراتفري واري دور ۾ خداآباد کي لٽيو ڦريو ھو.

1764ع: "شاھہ پور" (اول) جي تباھہ ٿي وڃڻ بعد، ميان غلام شاھہ ھڪ نئون شھراڏايو جنھن کي "شاھہ پور ثاني" سڏيو ويو آھي. ھي شھر 1768ع تائين ميان جو سرڪاري مرڪز رھيو.

1769ع: ميان غلام شاھہ حيدرآباد شھر جو بنياد رکي اتي ھڪ پختو قلعو تعمير ڪرائي، نئين شھر کي پنھنجو تختگاھہ بنايو. ھن قلعي ۽ شھر ۾ ميان صاحب پنھنجي وفات تائين رھيو.

1772ع: خداآباد ميان يار محمد جي دور کان ميان نور محمد جي دور تائين ڪلھوڙن حڪمرانن جو تختگاھہ رھيو. جڏھن ميان يار محمد 1701ع ۾ خداآباد پنھنجي ھٿ وس ڪئي تہ ھُن ھِن شھر جي اڏاوت تي خاص ڌيان ڏنو. جامع مسجد تعمير ڪرايائين، اميرن جا ننڍا وڏا چبوترا اڏايائين ۽ ان ڪانسواءِ بہ شھر تي خاص توجھہ ڏنائين. ميان نور محمد جي دور ۾ بہ خداآباد جو وڏو اوج ڏسجي ٿو. ميان جي دربار ۾ ڪيترائي عالم، شاعر، وقائع نويس ۽ اڪابر موجود ھئا، پر آھستي آھستي ھن شھر جو اوج گھٽجڻ لڳو. ميان غلام شاھہ جي دور ۾ خداآباد فقط ھڪ پرڳڻو بنجي چڪو ھو، ان وقت ھن جي پيدائش يارنھن لک روپيہ ساليانہ ھئي. ھاڻ ھن شھر جو اھو اوج بنھہ نہ رھيو جيڪو ميان يار محمد ۽ ميان نور محمد جي دور ۾ھو، ڇاڪاڻ تہ منجھس حڪمرانن رھڻ ڇڏي ڏنو.

1772ع: ميان غلام شاھہ آگسٽ جي مھيني ۾ وفات ڪئي. کيس حيدرآباد ۾ دفن ڪري سندس مزار تي ھڪ مقبرو تعمير ڪيو ويو، جو اڄ بہ خستہ حالت ۾ موجود آھي.

# مددي وسيلا

1. مير علي شير قانع: "تحفتہ الڪرام" سنڌي ترجمو: مخدوم امير احمد، سال 1957ع.
2. مولانا غلام رسول مهر: "تاريخ سنڌ" (ڪلهوڙا دور)، سنڌي ترجمو: ابن حيات پنهور ۽ شمشير الحيدري (جلد پهريون ۽ ٻيو)، سال 1963ع.
3. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "ٻيلاين جا ٻول"، سال 1970ع
4. ميان نور محمد عباسي: "منشور الوصيت و دستور الحڪومت" سنڌي ترجمو: عبدالرسول قادري، ڪراچي سال 1996ع.
5. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، "باقيات از احوال ڪلهوڙا" ڪراچي سال 1996ع.
6. ڊاڪٽر غلام محمد لاکو: "ڪلهوڙن جا تختگاهہ" ٽماهي مهراڻ، نمبر: 3 – 2 سال 1983ع .
7. ڊاڪٽر غلام محمد لاکو:"تختگاهہ الهہ آباد جي تلاش" ٽماهي مهراڻ، نمبر: 3، سال 1989ع.

# خدا آباد - سنڌ جي راڄڌاني

عبدالغفار صديقي

اسان جي سونهن ڀري سنڌ ڪيترين ئي صدين کان وني پنهنجي سيني تي ڌارين جا حملا سهندي اچي. سهسين پتنگ سرن جو سانگو لاهي، متائنس قربان ٿيندا اچن. هتي ”مرويسون پر سنڌ نہ ڏيسون“ جهڙن اعلانن جا پڙاڏا اڄا تائين اسان جي ڪنن ۾ گونجي رهيا آهن. سنڌ جي محبتن ۽ سرويچن جي خوبصورت ۽ عبرتناڪ مثالن سان دنيا جون تاريخون ڀريون پيون آهن. امر ٿي ويا اُهي، جيڪي پنهنجي محبتن ۽ قربانين جا اڻ مٽ نشان وقت جي ڌارائن ۽ تاريخ جي ورقن تي اسان لاءِ هميشہ هميشہ لاءِ ڇڏي ويا.

خدا آباد، سنڌ جو تخت گاهہ ڪڏهن بہ ٻڌجي نہ سگهي ها جيڪڏهن سنڌي سپاجهڙا هندوستان جي مغل حڪمرانن جي ظلمن ۽ بربريت خلاف اٿي کڙا نہ ٿين ها.

هي داستان اتان کان شروع ٿو ٿئي جڏهن چارسوءِ ڪجهہ وڏيڪ ورهيہ اڳي مغل شهنشاهہ اڪبر جي ڏينهن ۾ عبدالرحيم خان خانان 1591ع ۾ سنڌ تي حملو ڪري، سنڌين جي رت سان هولي ڪيڏي، ڳوٺ ۽ شهر ناس ڪري، هتي مغلن جي حڪمرانيءَ جو پايو رکيو. مغلن جي حڪمراني تہ ڇا ٿي، ڄڻ تہ وڏو ويل وهي ويو. مغل گورنرن ۽ حڪمرانن سنڌ سان وڏا قهر ڪيا. سنڌي سپاجهڙن کي مفتوح قوم سمجهڻ کان علاوه ڪين پنهنجي زرخريد غلامن وانگي رکيائون. معمولي ڳالهين تي ڦٽڪا هڻڻ ۽ بي گناهن جون زبانون ڪٽي ڇڏڻ تہ حاڪمن لاءِ ڄڻ عام رواجي ڳالهہ هئي. سنڌين کي بيگرن ۾ وهائڻ، متن ڳرا محصول مڙهڻ، سنڌن اباڻيون ملڪيتون ۽ زمينون ڪسي ڌارين کي تحفا ۽ جاگيرون ڪري ڏيڻ، ڌاڙا هڻڻ ۽ ڦرلٽ ڪرڻ، سندن روز جو معمول ٻڌجي چڪو هو. پلي گهوڙي تي چڙهي سنئي تلوار ڪٽي يا سنو ڪپڙو پائي ڪو ساءُ نہ ڪندو هو. حاڪم يا انهن جا ماڻهو هڪدم ڪسي وٺندا

هئا، جنهن جو نہ داد نہ فرياد!

مطلب تہ سنڌين کي پنهنجي گھرن ۽ پنهنجن وطن ۾ انتهائي ڪسمپرسيءَ جي زندگي گذارڻ تي مجبور ڪيائون. انهيءَ صورت حال عوام ۾ سخت مايوسي پيدا ڪئي. ڳوٺن جا ڳوٺ ويران ٿيندا ويا. هاري بيروزگار ٿي ويا. ڪيترا ٻي روزگار نوجوان چور ۽ ڌاڙيل بڻجي ويا. آخر ڪار حالتون جڏهن برداشت کان ٻاهر ٿي ويون تڏهن "تنگ آيد بہ جنگ آيد" جي مصداق سنڌي سپاجهڙن مغل حڪمرانن خلاف سنڌ جي هڪ درويش ۽ صوفي فقير ميان آدم شاهہ ڪلهوڙي جي قيادت ۾ گڏ ٿي عوامي قوت کي منظم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. اها ڪڙڪ جڏهن حاڪمن کي پئي تہ ميان آدم شاهہ کي گرفتار ڪري ورتائون ۽ ڪيس ملتان وٺي وڃي شهيد ڪيائون. سندس شهادت جو سال سن 1600 عيسوي ڄيو وڃي ٿو.

ميان آدم شاهہ ڪلهوڙي جي شهادت جي رت رنگ لاتو. سندس ڀن پوٽن ميان الياس محمد ۽ ميان شاهہ علي عرف شاهہ محمد، جان نثارن جي قيادت سنڀالي ورتي، جن کي پڻ باغي قرار ڏيئي گرفتار ڪري شهيد ڪري ڇڏيائون. انهيءَ دوران ميان الياس محمد جي پٽ ميان نصير محمد ڪلهوڙي عوامي تحريڪ جي واڳ سنڀالي. ڪيس بہ گرفتار ڪري اورنگزيب جي دربار ۾ پهچايو ويو، جتي ڪيس گواليار ۾ قيد ڪيو ويو. پر ميان نصير محمد ڪنهن نموني سانڍ پنهنجن مريدن جي معرفت، انهيءَ جيل مان نڪري ويو ۽ جان بچائي سڌو سنڌ ۾ اچي ڳاڙهي ڳوٺ (خيرپور ناٿن شاهہ ضلع دادو کان ڏهہ ڪلو ميٽر اولهہ ۾) مان مغلن کان وطن جي آزادي ۽ سنڌ جي غلامي جي زنجيرن ۾ زندگي گذاريندڙ ۽ ڏتڙيل عوام جي حقن حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي جدوجهد اڳي کان بہ وڌيڪ تيز ڪيائين. ميان نصير محمد جي سامهون سنڌ ۽ سنڌ جي مسڪين ماڻهن جي آزادي جا باوقار، با مقصد ۽ خوشحال زندگي گذارڻ جي تمنا ۽ خواب هئا، جيڪي اڌورا رهجي ويا، ڇاڪاڻ تہ ڪيس اجل مهلت نہ ڏني ۽ اوچتو ئي سن 1103 هجري مطابق 1692ع ۾ وفات ڪيائين. سندس بيگاهہ وفات عوام کي دل شڪستو نہ ڪيو، جنهن پنهنجي جدوجهد کي جاري رکيو ۽ ميان تصير محمد جي پٽ ميان دين محمد جي قيادت ۾ اڳي کان بہ اڳرا ٿي اٿيا ۽ مغلن جي ظلمن جو مقابلو ڪرڻ لڳا. اها خبر جڏهن شهزادي معزالدين کي ملتان ۾ پئي، جيڪو اورنگزيب جو پوٽو ۽ لاهور ۽ ملتان جو حاڪم ۽ سنڌ جو نگران هو، تنهن

هڪدم ميان دين محمد تي حملو ڪيو. ڳاڙهي ڳوٺ ڪي باهہ ڏنائين ۽ ميان دين محمد کي گرفتار ڪري، ملتان ۾ شهيد ڪرائي ڇڏيائين.

ايترن ظلمن ۽ قتلن جي باوجود بہ سنڌ جي پٽنگن همت نہ هاري ۽ وطن کي مغلن جي ڏاڍاين ۽ بي واجبين کان نجات ڏيارڻ لاءِ ميان دين محمد شهيد جي ڀاءُ ميان يار محمد ڪلهوڙي آزاديءَ جي تحريڪ جو سندرو ٻڌو. مغل حاڪمن سان سندس جهڙپون ٿيون. مغلن کان بچڻ ۽ مغلن سان مقابلي ڪرڻ لاءِ طاقت هٿ ڪرڻ ڪري، هن پنهنجا گهر گهاٽ ۽ ملڪيتون ڇڏيا ۽ قلات ۾ جلاوطنيءَ جي زندگي گذارڻ لڳو. ٻہ سال ڪن جلاوطن رهي اتي بلوچن جي هڪ فوج تيار ڪري ورتائين، جنهن کي پاڻ سان وني زيدي لڪ لنگهي، منزلون ڪندا اچي منڇر جي ڪناري نيتڪ ۽ سانوهہ ڳوٺن تائين پهتو. سنڌ جي عوام هتي سندس تاريخي استقبال ڪيو.

ڪلهوڙا جيئن تہ بنيادي طور تي پوڪي راهيءَ سان واسطو رکندڙ هئا ۽ ڪڙمي هئا. ان ڪري ميان يار محمد هڪ هٿ ۾ ڏاٽو ۽ ٻئي هٿ ۾ تلوار کڻي مغلن کان دادو، نواب شاهہ، لاڙڪاڻي ۽ جيڪب آباد جا علائقا هٿ ڪيا ۽ اجان جيئن ئي اڳتي وڌي رهيو هو تہ اورنگزيب سياسي پاليسيءَ تحت انهن علائقن تي سندس حڪومت تسليم ڪئي ۽ کيس "خدايار" لقب سان نوازيائين.

"خدايار" لقب ملڻ کان پوءِ ميان يار محمد، پنهورن کان شڪارپور جو علائقو هٿ ڪري، اتي هڪ نئون شهر "خداآباد" نالي ٻڌايو ۽ 1701ع ۾ ان کي پنهنجي حڪومت جو تخت گاهہ بڻايائين. هيءَ هنڌ ان ڪري منتخب ڪيائين، ڇاڪاڻ تہ سنڌ ۾ ان جي جاگرافيائي صورت هر خيال کان سهڻي ۽ محفوظ هئي. اوڀر ۾ مهراڻ جون موجون تہ اولهہ ۾ کير ٿر جبلن جي قطار ۽ منڇر ڍنڍ. ڏکڻ ۾ پڳو ٿوڙو وارو لنگهہ ۽ جبل تہ اتر کان وسيع ميداني علائقو هو.

ميان يار محمد پنهنجا ٻہ پٽ نور محمد ۽ محمد خان قلات ۾ ڇڏي آيو هو، تن کي بہ خدا آباد ۾ گهرائي ورتائين. حڪومت جي استحڪام لاءِ فوج جو انتظام ڪرڻو هو، جنهن لاءِ ٽالپر بلوچن کي دعوت ڏنائين، جن مان ٽالپرن جا سردار مير آلودو خان ۽ مير مسعودو خان خداآباد آيا ۽ فوج جو انتظام سنڀاليائون.

هڪ مشهور انگريز سياح رچرڊ برٽن سنڌ متعلق پنهنجي ڪتاب "سنڌ" ۾ لکيو آهي تہ "جڏهن اهي بلوچ (ٽالپر) ڪلهوڙن جي راڄڌاني خداآباد کان 15

ميلن جي مفاصلي تي پهتا. ڪلهوڙن (ميان يار محمد) پنهنجي اميرن ڪي ايلچي طور ٽالپر سردارن جي استقبال لاءِ موڪليو جيڪي پاڻ سان ريشمي وڳا، سون ۽ چانديءَ جي سنجن سان سينگاريل گهوڙا ساڻ ڪري جڏهن اتي پهتا ته ڏٺائون ته بلوچن (ٽالپرن) وٽ رڍن ۽ ٻڪرين جا ڌڻ هئا ۽ سندن بار ٻچا گڏهن تي سوار هئا. ايلچين مير آلودي خان لاءِ پڇا ڪئي. سندن حيرت جي حد نه رهي جڏهن انهن مير آلودي خان جي ڪلهي تي ڪانبو ۽ هٿن ۾ ڏاس جي ڍيري ڏٺي. پوءِ ميرن کي ريشمي وڳا پهرائي، گهوڙن تي چاڙهي خدا آباد اچي پهتا.

هتي هيءَ ڳالهه به قابل ذڪر آهي ته ميان يار محمد انهن ٽالپرن جي مدد سان هتان خداآباد مان سنڌ جي اترئين حصي ۾ دائود پوٽن کان شڪارپور ۽ مهرن کان لکيءَ جا ڳوٺ کسي پنهنجي حڪومت ۾ شامل ڪيا هئا. تاريخن ۾ اچي ٿو ته ويهه هزار چاقِ چوبند سپاهين جي فوج ميان يار محمد لاءِ هر وقت تيار هوندي هئي. هتي تمام وڏي ڇانوٽيءَ جو بنياد رکيائين، جنهن ۾ لک فوج رهندي هئي، جنهن جي تربيت جو به انتظام تيل هو. اسلحه خانو به هتي هو. ڊاڪٽر لياقت علي مگسي پنهنجي ڪتاب "خداآباد جي سياسي سماجي ۽ معاشي حيثيت" جي صفحي 16 ۽ 22 تي لکي ٿو ته "نه صرف فوج پر هر پيشيور طبقو موجود هو، جن ۾ ڪڙمي ڪاسبي، واپاري، لوهر، ڊکڻ، حجم، ڪنڀر، رنگريز، ڪاريگر ۽ ٻيا ڪيترائي پيشيور ماڻهو هئا، جن جي رهڻ جون جايون، دوڪان وغيره هتي هئا ....... ان ڪري مان ان نظريي تي پهتو آهيان ته خداآباد جو شهر اٽڪل ڏهن کان ٻارهن ميلن تائين پکڙيل هو. هي شهر اتر کان ڏکڻ طرف يعني سامتاڻين جي ڳوٺ کان ڪوٽ لشار يا ڪوٽ لشاري (ٺلٺيءَ جي پرسان) تائين ۽ اولهه کان اوير طرف ميان جي مقبري کان هڪ ميل پوئتي کان وٺي ويندي نورجا پٽڻ يا نورجا ڳوٺ هن شهر جون حدون هيون، جن جا ڪافي نشان اڄ سوڌو پڻ موجود آهن."

ميان يار محمد هتي هڪ شاندار مسجد جوڙائي، جنهن جي اتر ۾ هاٿين جي ٻيهڻ جون جايون به تعمير ڪرايائين. مسجد جي اڳيان هڪ عاليشان تلاءُ ٺهرايائين، جنهن جا نشان اڄ به ملن ٿا. ڊاڪٽر لياقت علي مگسي لکي ٿو ته خداآباد جي ڦٽڻ کان پوءِ هن تلاءُ جون سرون ماڻهو پٽي ڪٽي ويا ۽ هينئر اهو تلاءُ آباديءَ هيٺ آهي. هن تلاءُ کي نور واهه جي پاڻي سان ڀريو ويندو هو. نور واهه جو هڪ وهڪرو هتان وهندو هو، جتي ميان صاحب جي تفريح لاءِ ٻيڙيون

بيٺل هونديون هيون.

مسجد جي اتر ۾ ميان صاحب جو آرام گاهه (ريسٽ هاؤس) هو، جتي ٻاهرين ماڻهن سان ملاقاتون ڪندو هو.

ميان يار محمد ڪلهوڙي ڪل ارڙهن سال حڪومت ڪئي ۽ 1131 هجري مطابق 1718 عيسويءَ ۾ وفات ڪيائين. ڪيس انهيءَ مقبري ۾ دفنايو ويو. جيڪو هن پنهنجي زندگيءَ ۾ ئي پنهنجي لاءِ هتي ٺهرايو هو. ايٽڪن جي ترتيب ڏنل ”سنڌ گزيٽيئر“ جي صفحي 109 تي آهي ته ميان صاحب پنهنجو مقبرو پاڻ ٺهرايو هو. جڏهن ته مهر غلام رسول ”تاريخ ڪلهوڙا“ ۾ لکيو آهي ته اهو مقبرو غلام شاهه ٺهرايو هو.

ڪتاب ”ميان غلام شاهه ڪلهوڙو (سنڌ جو شاهه جهان)“ مرتب اسلم عباسي ۾ نواز رڪٽائي صاحب پنهنجي مضمون ”ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جا دادو ضلعي ۾ تعمير ڪرايل آثار“ ۾ وري هن طرح قلم طراز آهي: ” روايتن ۾ چيو ويو آهي ته ميان يار محمد پنهنجي جيئري ئي پنهنجو روضو ٺهرائڻ شروع ڪيو هو، جنهن کي مڪمل ميان نور محمد ڪرايو. پر حقيقت ۾ ايئن ڪونه آهي. ميان يار محمد خان فقط مقبري جو بنياد رکايو هو، جو ميان نور محمد نه پر ميان غلام شاهه ٺهرايو هو.“

ڊاڪٽر لياقت علي مگسي پنهنجي مٿي ذڪر ڪيل ڪتاب جي صفحي 25 تي لکي ٿو ته: ” ميان صاحب پنهنجو تخت گاهه گهر جي پرسان رکيو، جيڪو هينئر سندس مقبرو آهي. مقبري جي ڪاٺ جي چبوتري اندر ڪلڻ واري دريءَ جا نشان موجود آهن. روايتن مطابق ته ميان صاحب چيو هو ته مونکي منهنجي تختگاهه اندر دفن ڪيو وڃي.

ميان يار محمد جي وفات ڪانپوءِ سندس پٽ ميان نور محمد 1718ع ۾ خداآباد ۾تخت نشين ٿيو ۽ سنڌ جا باقي رهيل علائقا به هوريان هوريان پنهنجي هٿ هيٺ آڻي، 1737 عيسويءَ تائين پوري سنڌ جو واڳ ڏڻي بڻجي ويو. سندس قيادت هيٺ سنڌ سياسي طور تي آزاد ۽ خود مختار حيثيت سان صدين کان پوءِ سياسي، ثقافتي تاريخي ۽ جاگرافيائي وحدت حاصل ڪري ورتي.

ايران جي حاڪم نادرشاهه ميان نور محمد ڏانهن چورائي موڪليو ته هو ڪابل ۾ ساڻس ملاقات ڪري ۽ کيس خراج ادا ڪري، پر ميان نور محمد

انهيءَ ڳالهہ تي ڪوبہ توجهہ نہ ڏنو ۽ ڪيس اهو بہ احساس ڏياريائين تہ سنڌ جي حڪومت ڪنهن جي بہ غلام نہ آهي جو ڪنهن کي خراج ادا ڪري ۽ نہ ئي اها هن جي ماتحت آهي.

تاريخ ڪلهوڙا جو مصنف غلام رسول مهر لکي ٿو تہ: "جڏهن نادر شاهہ جي سفير مير محمد علي بيگ ميان نور محمد سان خداآباد ۾ ملاقات ڪري ڪاڻنس نادر شاهہ جي طرفان خراج جي ادائگيءَ جو مطالبو ڪيو تہ ميان نور محمد ڪيس جواب ڏنو تہ مون مان پئسن جي اميد رکڻ فضول آهي. منهنجي هٿ ۾ هڪ خزانو آهي ۽ اهو آهي تلوار جنهن ڪري مان ڪنهن بہ لشڪر کان نٿو ڊڄان."

هڪ ٻي روايت آهي تہ ان وقت ميان نور محمد نادري سفير جي اڳيان هي شعر پڙهيو:

ڪـــاف ڪـــہ در ڪلهـــوڙه، آن ڪـــاف را ڪشـــند
بـــاقي ازان چـــہ مـــانند، خواهنـــده را دهنـــد.

يعني ڪلهوڙي لفظ ۾ جيڪو ڪاف آهي، سو ڪڍي ڇڏ. باقي جيڪو بچي ٿو، سو ڏيڻ جي خواهش رکان ٿو.

نادر شاهہ جي حڪم عدولي ڪندي، ڪيس خراج جي بدران طاقت جي استعمال وارو جواب موڪلڻ هڪ اهڙو عمل هو، جنهن نادر شاهہ کي چيڙائي وڌو، جنهن ڪري 1739 عيسويءَ ۾ هن سنڌ تي حملو ڪيو.

ميان نور محمد سندس حملي کي ٽارڻ، لشڪر مارائڻ ۽ جنگ جي تمام گهٽي نقصان کان بچڻ جي خيال کان عمر ڪوٽ ڏانهن ان ڪري هليو ويو تہ نادر شاهہ جو لشڪر واريءَ جون ٽِٻون لنگهي نہ سگهي ۽ واپس هليو وڃي. خدا آباد مان رواني ٿيڻ مهل ميان نور محمد ملڪ جي سيني ڪارندن ۽ عاملن کي حڪم ڪيو تہ جنگي رسد جو جيترو بہ سامان هجي تنهن کي زمين ۾ پوريو وڃي يا ساڙيو وڃي تہ جيئن اهو نادر شاهہ جي هٿ نہ لڳي.

هوڏانهن نادر شاهہ شڪارپور جي دائود پوٽن جي مدد سان سنڌ ۾ داخل ٿيو ۽ ميان نورمحمد جو پيرو کڻي عمر ڪوٽ تائين پهچي ويو، جتي ڪجهہ شرطن تي ناهہ ٿيو. ميان نور محمد جنگ جي عيوضي طور هڪ ڪروڙ روپيا نادر شاهہ کي يري ڏنا ۽ هر سال ويهہ لک روپيہ خراج طور ڏيڻ جو پڻ وعدو ڪيو. ٻين شرطن جي پورائي لاءِ ميان نور محمد پنهنجو وڏو پٽ مراد ياب ۽ ٻہ

هزار گهوڙي سوارن جي فوج يرغمال طور نادر شاهہ جي حوالي ڪيا، جيڪي هو ايران وٺي ويو. ميان نور محمد پنهنجي پٽ غلام شاهہ کي بہ ان لاءِ ياءُ سان گڏ موڪليو تہ جيئن پرديس ۾ گڏ هجن ۽ هڪ ٻئي جي صلاح مصلحت ۾ رهن. چئن سالن کان پوءِ سندس ٽيون پٽ عطر خان بہ يائرن جي مدد لاءِ ايران هليو ويو.

چون ٿا تہ خداآباد ۾ ميان يار محمد جي وقت ۾ هڪ بهترين ڪتب خانو هو جنهن ۾ مذهبي ڪتابن، قرآن مجيد جي نادر نسخن کان سواءِ ارضيات، نباتات، حيوانات، فلڪيات ۽ حڪمت تي ڪيترائي ڪتاب هئا، جن ۾ ميان نور محمد ڪجهہ واڌارو ڪيو هو پر نادر شاهہ هتان ويندي ويندي خداآباد جو اهو خزانو بہ لٽي ويو. ميان نور محمد پنهنجي وصيت نامي "منشورالوصيت" ۾ هتي جي ڪتب خاني ۽ علم وادب جي ذخيري بابت ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ:

رسـالہ سـهروردي مـع رسـالہ از چهـارده
خوانوانـده نـزد مايـان موجـود بـود، لاڪـن از
آمـدن سـفاڪ ناپـاڪ برهميـن ملـڪ سـند
ڪتـب خانـہ ورسـالہ هـا همگـي رفتنـد.

يعني: اسان وٽ سهروردي خاندان ۽ تصوف جي باني خاندانن جا رسالا موجود هئا، پر جڏهن ظالم ۽ ناپاڪ نادر سنڌ ۾ آيو تہ اسان جو ڪتب خانو ۽ رسالا ويندا رهيا.

ڪتابن وڃڻ ۽ ٽنهي پٽن جي جدائيءَ جي ڪري ميان نور محمد ڏاڍو اداس ٿي پيو ۽ خداآباد ۾ انتهائي نراسائيءَ واري زندگي گذارڻ لڳو. زندگيءَ جي يڪسانيت کي ختم ڪرڻ ۽ ماحول کي بدلائڻ لاءِ هن ڪنهن ٻئي هنڌ وڃي رهڻ جو فيصلو ڪيو جنهن ڪري خداآباد جي اوپر ۾ سنڌونديءَ جي ٻئي پار اٺن ڏهن ميلن جي مفاصلي تي هڪ نئون شهر ٻڌرائڻ شروع ڪيائين. انهيءَ عرصي دوران نادر شاهہ کي ايران ۾ قتل ڪيو ويو ۽ ميان نور محمد جو پٽ مراد ياب اٺن سالن کان پوءِ آزاد ٿيو جيڪو مسقط کان قُرندو 1751 عيسويءَ ۾ وطن پهچي ويو. سندس ڀيا بہ يائر غلام شاهہ ۽ عطر خان ڪاشان، ڪرمان ۽ ڪيچ مڪران کان ٿيندا ڪانئس اڳ وطن پهچي ويا هئا.

ميان نور محمد پنهنجي پٽ مراد ياب جي خداآباد پهچڻ تي ڏاڍو خوش ٿيو. ميان جي خوشيءَ جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو، جو حڪومت جو سڄو ڪاروبار مراد ياب جي حوالي ڪري پاڻ پنهنجي نئين ٻڌايل شهر "محمد آباد" ۾ وڃي پاسيرو ٿي ويٺو. پر جڏهن مراد ياب حڪومت هلائڻ ۾ ناڪام ويو تہ ميان نور محمد وري حڪومت جون واڳون سنڀاليون ۽ خداآباد بدران محمد آباد کي سنڌ جو تخت گاهه بنايو.

سن 1167 هجري مطابق 1753 عيسويءَ ۾ افغانستان جي بادشاهہ احمد شاهہ ابداليءَ سنڌ تي حملو ڪيو، جنهن ڪري ميان نور محمد پنهنجو نئون تخت گاهه "محمد آباد" ڇڏي تلهار کان ٿيندو وڃي جيسلمير نڪتو، جتي خناق جي بيماريءَ ۾ 12 صفر 1167 هجري مطابق 9 ڊسمبر 1753ع ۾ وفات ڪيائين. سندس جسم خاڪي محمد آباد ۾ دفنايو ويو. جنهن کان پوءِ خداآباد ۽ محمد آباد جي راڄڌانيءَ واري حيثيت هميشہ لاءِ ختم ٿي وئي ڇاڪاڻ تہ ميان نور محمد جي وفات وقت مراد ياب عمر ڪوٽ ۾ هو، جتي سڀني اميرن وزيرن ڪيس ميان نور محمد جو جانشين تسليم ڪري سنڌ جو حڪمران بنايو. احمد شاهہ ابدالي، جيڪو ان وقت نوشهري ۾ هو، تنهن کان منظوري ورتائون، جنهن منظوريءَ سان گڏوگڏ مراد ياب کي "شاهہ نواز" جو خطاب پڻ عطا ڪيو.

مراد ياب خداآباد نہ آيو بلڪ نصر پور جي پرسان درياءَ جي ڪناري تي "مراد آباد" نالي شهر ٻڌائي، اتان ئي حڪومت ڪندو رهيو. جيڪو شهر پوءِ جلد ئي ٽن سالن اندر 1757ع ۾ درياءَ جي ٻوڏ ۾ اچي برباد ٿي ويو. هن وقت ان شهر جو ڪوبہ نالو نشان ڪونهي.

مراد ياب پوٽا چار سال کن حڪومت ڪئي، جنهن جو هڪ نرالو ڍنگ هو. خاندان جي رسمن ۽ قاعدن قانونن کان ڦري ويو ۽ اهڙا طور طريقا اختيار ڪيائين جو ٻيهر بہ هڪ نا اهل حڪمران ثابت ٿيو. جنهن ڪري اميرن ۽ عوام سندس جاءِ تي ميان غلام شاهہ کي حڪومت جون واڳون سونپيون ۽ مراد ياب کي سندس پٽن سميت سندس ئي حويليءَ ۾ 29 آگسٽ 1757ع تي قيد ڪيو. ڪجهہ وقت قيد ۾ رهڻ کانپوءِ مراد ياب شهداد پور ۽ نوشهري فيروز مان ٿيندو واپس خداآباد اچي رهيو، جتي ڇهن مهينن اندر شوال 1171 مطابق

1758ع ۾ وفات ڪيائين. سندس ٻه پٽ حسن علي ۽ عباس علي جيڪي ساٿس گڏ قيد ٿيا هئا، سي پوءِ غلام شاهه جي دور حڪومت ۾ مارجي ويا.

ميان غلام شاهه جڏهن حڪومت جون واڳون سنڀاليون ته اجان مراد آباد ۾ مهينو کن مس رهيو ته شهر کي چوڌاري درياءَ جي ٻوڏ جو پاڻي وڪوڙي ويو، جنهن ڪري پاڻ پيءُ جي ٻڌايل شهر "محمد آباد" پرسان هڪ ٻيو شهر "الله آباد" ٻڌرائي وڃي اتي رهيو. پر هيءُ شهر به زياده عرصي تائين تخت گاهه رهي نه سگهيو ۽ جلد ئي غلام شاهه نيرون ڪوٽ جو نالو بدلائي حيدرآباد جو شهر ۽ قلعو ٺهرائي اتي وڃي رهيو، جتي پاڻ 13 جمادي الاول 1186هه مطابق 2 آگسٽ 1772ع ۾ فالج جي حملي ۾ وفات ڪيائين.

غلام شاهه جي وفات کانپوءِ سندس پٽ ميان محمد سرفراز خان تخت نشين ٿيو ۽ انهيءَ سال هالن جي پرسان اتر طرف ڏيڍ ميل جي مفاصلي تي هڪ نئون شهر "خداآباد" نالي ٻڌائي، پنهنجو تخت گاهه مقرر ڪيائين. تاريخن ۾ هن "خداآباد" کي "خداآباد ثاني" چيو ويو آهي.

هڪ انگريز ايلفنسٽن پنهنجي ڪتاب "ڪابل جي شهنشاهيت جو احوال" (An account of the Kingdom of Kabul) ۾ لکي ٿو ته هي شهر سٽن ميلن جي ايراضي ۾ هو ۽ ٺٽي کان ٻيون نمبر وڏو شهر هو.

هڪ ٻيو تاريخ نويس جي ووڊ پنهنجي ڪتاب " A Journey to the sources of River oxus". ۾ لکي ٿو ته هن شهر جا ڪنڊر ٻن چورس ميلن ۾ آهن.

ميان سرفراز خان ته پوءِ خداآباد ثاني جلد ئي ڇڏي ويو، ڇاڪاڻ ته ميرن سان سندس ناسازي ٿي پيئي. پر هن کان اڳ ۾ غلام شاهه جي دور ۾ ميان عطر خان افغان دربار مان سنڌ جي حڪومت جو پروانو وٺي آيو ۽ نوشهري فيروز کي پنهنجو تخت گاهه مقرر ڪري، پهريائين اٺ مهينا (صفر 1171هه کان رمضان 1171هه) تائين حڪومت ڪيائين. جنهن کان پوءِ غلام شاهه سان لڙائي لڳي ۽ صلح ٿيڻ کان پوءِ ٻيا پنج مهينا (ربيع الثاني کان رمضان 1172هه) تائين هتان حڪومت ڪيائين، جنهن کان پوءِ ياچ ڪائي نوشهروفيروز ڇڏي هليو ويو.

ڪن تاريخدانن لکيو آهي ته ميان يار محمد جي ٺهرايل خداآباد 18 سالن تائين سنڌ جو تخت گاهه رهيو پر تاريخ جي اونهي ۽ گهري مطالعي ڪرڻ کانپوءِ سمجهجي ٿو ته تاريخ دانن جو اهو اندازو صحيح ناهي. ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن

ڪلهوڙن جي دور حڪومت تي رکو نظر تي وجهجي تہ معلوم ٿو ٿئي تہ سندن حڪومت دوران سنڌ ۾ ستن ماڳن تي تخت گاهه رهيا، جيڪي هن طرح آهن:

1 - خداآباد - هتي ميان يار محمد، نورمحمد ۽ مراداياب جي حڪومت رهي.

2 - محمد آباد - ميان نور محمد.

3 - مرادآباد - مراداياب ۽ غلام شاهه ڪلهوڙو.

4 - الله آباد - غلام شاهه ڪلهوڙو.

5 - حيدرآباد - غلام شاهه، سرفراز خان ۽ پوءِ پيا.

6 - نوشهروفيروز - عطر خان ڪلهوڙو.

7 - خدا آباد (ثاني) هالن جي پرسان - ميان سرفراز خان.

انهن سيني راڄڌانين جو ذڪر مختصر طور تي تعارف خاطر هن مقالي ۾ پيش ڪيو ويو آهي.

هيءَ خداآباد، جنهن تي هيءَ سيمينار منعقد ڪئي وئي آهي، سا ڪلهوڙن جي دور ۾ فقط 51 سال راڄڌاني رهي. ميان يار محمد ان کي 1701ع ۾ تخت گاهه بنايو ۽ 1751ع ۾ مراداياب جي ناڪاميءَ ڪانپوءِ هي شهر وري سنڌ جي راڄڌاني بنجي نہ سگهيو.

هن شهر جي عروج ۽ زوال بابت ڪيترن ئي مؤرخن جا جدا جدا رايا آهن. تاريخ ۽ آثار قديمہ جي ڪن ماهرن جو خيال آهي تہ هي شهر ڏهن ڪان ٻارهن ميلن ۾ پکڙيل هو، جنهن ۾ بادشاهي مسجد کان وٺي ميان يار محمد جي مقبري تائين، اٽڪل پنجاهہ ايڪڙن تي محلات، دربار، باغ باغيچا هئا ۽ باقي شهر پاسن ڪان هو. ان ڪان سواءِ فوج جون جايون، جنگي مشقن لاءِ ميدان، فوجي تربيت گاهہ، اسلحہ خانہ ۽ اناج جا گدام هئا.

ڊاڪٽر لياقت علي مگسي لکي ٿو تہ: ”موجوده خداآباد ريلوي اسٽيشن کان وٺي باغ علي قريشيءَ جي ڳوٺ تائين بازار هوندي هئي، جتي ضرورت زندگيءَ جو هر سامان موجود هوندو هو. لوهر، ڊکڻ، حجام، ڪنڀر وغيره مطلب تہ هر ضرورت وارو طبقو موجود هوندو هو. هتان نور واهہ جو وهڪرو بہ ٿيي نڪرندو هو، جتي غوراب ۽ وڏا ٻيڙا اچي لنگر هٽندا هئا ۽ اتان ئي مال ڏيساور کان ايندو هو ۽ ڏيساور ڏانهن ويندڙ هو.“

سنڌ جي هڪ فارسي گو شاعر ۽ مؤرخ باغ علي "خائف" پنهنجي ڪتاب "نامہ نغز" ۾ هن شعر جي حسن ۽ خوبصورتي، رونق ۽ آبادي ۽ بهترين آب و هوا جي باري ۾ لکيو آهي تہ:

"هـــوا خـــوش دل و باغبـــان دل پذيـــر
خداآبـــاد شـــهر اســـت جنـــت نظيـــر.ع

ميان يار محمد ۽ نور محمد جي وقت ۾ هن شهر ۾ ڪيترائي اديب شاعر ۽ مشاهير رهندا هئا ۽ ڪي ٻاهران اچي هتي جي علمي ادبي محفلن ۾ شرڪت ڪندا هئا ۽ ڪتابن ۾ هن شهر جو تذڪرو ڪندا هئا. ان ڪري بہ هن شهر جي هنڌين ماڳين مشهوري ٿي وئي. ميان يار محمد پاڻ بہ علم دوست هو پر سندس پٽ دائود خان فارسيءَ جو وڏو شاعر، عالم ۽ فاضل هو (مير علي شير قانع پنهنجي ڪتاب "مقالات الشعراءَ" ۾ بہ سندس ذڪر ڪيو آهي) دائود خان شڪاريات تي ان زماني ۾ هڪ ڪتاب "صيدالمراد في قوانين الصياد" لکيو، جيڪو 1908ع ۾ ڪرنل ڊي. سي. فلٽ ڇپرايو.

ڪتاب "نامۂ نغز" جو مصنف باغ علي "خائف" بہ خداآباد ۾ ڪافي عرصو رهيو، جنهن ڪلهوڙن جي خداآباد واري دور جي فارسيءَ ۾ منظوم تاريخ لکي آهي. (جنهن جو ڪجهہ ذڪر اڳي اچي چڪو آهي) انهيءَ تاريخ ۾ پاڻ شڪار گاہ جو بہ تفصيلي احوال ڏنو اٿس. عبدالرئوف منشي، جيڪو اصل هنگورجا جو وينل هو، سو پڻ خداآباد ۾ سرڪاري خط و ڪتابت ڪرڻ لاءِ مقرر هو. پاڻ وڏو اديب ۽ شاعر هو.

هندوستان جي بلگرام شهر جي مشهور اديب ۽ شاعر سيد محمد بلگرامي جو بہ ڪلهوڙن سان گهاٽو رستو هوندو هو. سندس مستقل رهائش سيوهڻ ۾ هئي، پر ميان نور محمد جي گهرائڻ تي خداآباد ۾ چڱو وقت رهيو. پاڻ هڪ ڪتاب "تبصرتہ الناظرين" لکيائين، جيڪو ناياب قلمي ڪتاب آهي. هن ڪتاب ۾ زياده مواد خداآباد ۾ ڪلهوڙن جي دور سان تعلق رکي ٿو. هڪ هنڌ لکي ٿو تہ خداآباد شهر ۾ سونارن ڪان عقيق يمنيءَ جي منڊي ٺهرايم، جنهن تي مٿان هي اکر اڪرايم "محمد است ز روز ازل جليل القدر" - سو ايڏي تہ خوبصورت ۽ فينستائيءَ سان اکر ڪري منڊي ناهي ڏنائون، جنهن جو مان تصور بہ ڪري نٿي سگهيس.

اعجاز الحق قدوسيءَ جي " تاريخ سنڌ " ۾ لکيل آهي تہ خداآباد ۾ جيڪي علمي ۽ ادبي محفلون ٿينديون هيون، تن ۾ فارسيءَ جو مشهور شاعر محسن ٺٽوي بہ شرڪت ڪندو هو. جنهن ڪان متاثر ٿي ميان نور محمد ڪلهوڙي پندرهن روپيہ ماهوار سندس تاحيات وظيفو مقرر ڪيو هو.

خداآباد جيترو وقت سنڌ جي راڄڌاني رهي ايترو وقت علم و ادب کي فروغ ملندو رهيو ۽ ڪيترائي ڪتاب لکيا ويا جن جو هتي وڏيڪ ذڪر ڪرڻ طوالت جو باعث بڻبو.

ڪن تاريخن ۾ لکيل آهي تہ خداآباد ۾ هڪ وڏو عالم ۽ بزرگ پير گل شاهہ رهندو هو. (جنهن جي مزار هن وقت مسجد جي اتر واري مقام ۾ آهي.) ميان يار محمد ان بزرگ جي بيحد عزت ۽ احترام ڪندو هو. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح بہ هڪ دفعي پير گل شاه سان ملڻ لاءِ خداآباد ۾ آيو ۽ انهيءَ بزرگ وٽ قيام ڪيو هئائين.

حنيف صديقيءَ جي ترجمو ڪيل ڪتاب "سنڌ ۽ سنڌو ماتريءَ ۾ وسندڙ قومون" جي مصنف لکيو آهي تہ: "هن (خداآباد) شهر ۾ ڪيترائي تاريخي فيصلا ٿيا. ٺٽي ۽ سبي تي حملي جو منصوبو هتي جوڙيو ويو. خداآباد مان ڪلهوڙن سنڌ کي هڪ سٺو آبپاشي نظام ڏنو. خداآباد جي دربار سان ڪيترائي عالم ۽ اديب وابستہ هئا. سنڌ جي واپارين هتي ئي پهرين الف، بي ناهي، جيڪا پوءِ خداآبادي آئيوٽا سڏجڻ ۾ آئي ....."

خداآباد جي اهڙي خوبصورت ۽ تاريخي شهر کنڊرن جي صورت ڪيئن اختيار ڪئي، تنهن جي باري ۾ ڪي روايتون ڪي انداز ۽ ڪي تاريخي حقيقتون هن طرح آهن:

1- نادر شاهہ جي حملي وقت جڏهن ميان نورمحمد خداآباد ڇڏي عمرڪوٽ هليو ويو تہ هتان جي واپاري طبقي ۽ عام ماڻهن ۾ هراس پکڙجي ويو. جنهن ڪري ڪيترن ماڻهن پنهنجا گهر ڇڏي ٻيا ڳوٺ ۽ شهر وڃي وسايا.

2- روايت آهي تہ ميان نور محمد ڪل سورهن شاديون ڪيون جيڪي مختلف ذاتين مان هيون، جن ۾ جوڻيجا، لانگاه، ڏاهري، ڪلهوڙا ۽ پلهہ اچي وڃن ٿا. انهن مان جيڪو اولاد ٿيس سي سڀ هڪ ٻئي سان ڪونہ ٺهندا هئا. ميان نورمحمد بہ ڪن ڳالهين ۾ ساڻن انصاف نہ ڪيو ان ڪري سندس وفات کان پوءِ ڀائر هڪ ٻئي جا قاتل ٿي بيٺا ۽ ٻين جي مدد سان هڪ ٻئي جي خلاف

حڪومت ڍاهڻ ۽ ناهڻ ۾ مصروف ٿي ويا، جنهن جو اثر راڄڌانيءَ واري شهر ۽ اتان جي عوام تي پوڻ شروع ٿيو.

3- ميان نور محمد پنهنجي پياري زال (ڏاهري قبيلي مان) جي چوڻ تي خداآباد ڇڏي وڃي "محمد آباد" شهر نهرايو ۽ اتي رهڻ لڳو. پويان مراد ياب عوام سان انصاف نه ڪيو جنهن ڪري به شهر مان ڪيترائي ماڻهو لڏي ويا.

4- ميان نور محمد جي وفات کانپوءِ هن شهر جو جڏهن ڪو ڌڻي سائين نه رهيو ته ڪوسا پروچن انتقامي ڪاروائي ڪندي هن شهر کي خوب ڦريو لٽيو، قتل عام ڪيو ۽ باهيون ڏئي ساڙيو جنهن کان پوءِ هن شهر وري ساهه نه کنيو.

5- سخت بارش ۽ طوفان آيو ۽ ڪڙا وسيا. درياءَ ۾ به ٻوڏ آئي ۽ نور واهه کي به گهارو پيو جنهن ڪري پاڻي شهر ۾ ڪاهي پيو. عمارتون، ڪوٽ ۽ ڪنگرا ڊهي پٽ پيا. ڪي ماڻهو ٻڏي به ويا ۽ ڪيترن ٻين هنڌن تي وڃي پناهه ورتي.

اهڙيءَ طرح هن شهر پنهنجو اوج ۽ عروج وڃائي کنڊرن جي صورت اختيار ڪئي. ان هوندي اڄ به هي شهر پنهنجي تاريخي حيثيت رکي ٿو ۽ ماڻهو ان کي سنڌ جي راڄڌانيءَ طور ياد ڪن ٿا.

## مددي ڪتاب


1 - تحفته الڪرام : مير علي شير قانع ٺٺوي، سنڌي ادبي بورڊ، 1978ع.

2 - تاريخ ڪلهوڙا : مولانا غلام رسول مهر، سنڌي ادبي بورڊ، 1964ع.

3 - تاريخ سنڌ : اعجاز الحق قدوسي، اردو سائنس بورڊ، لاهور 1990ع.

4 - قديم سنڌ، ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو: مرزا قليچ بيگ، سنڌي ادبي بورڊ، 1981ع.

5 - تذڪره مشاهير سنڌ : مولانا دين محمد وفائي، سنڌي ادبي بورڊ، 1986ع.

6 - سيرالمتاخرين : غلام حسين طباطبائي، نفيس اڪيڊمي ڪراچي، 1965ع.

7 - سنڌ ۽ سنڌو ماتريءَ ۾ وسندڙ قومون: سنڌيڪار حنيف صديقي، سنڌي ادبي بورڊ، 1971ع.

8 - ٽماهي مهراڻ، رني ڪوٽ نمبر، سنڌي ادبي بورڊ، 1984ع.

9 - سنڌ جي تاريخ جو جديد مطالعو: پروفيسر عبدالله مگسي، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 1994ع.

10 - ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو (سنڌ جو شاهہ جهان) مرتب اسلم عباسي، عباسي ڪلهوڙا اتحاد سنڌ، 2002ع.

11 - خداآباد جي سياسي، سماجي ۽ معاشي حيثيت: ڊاڪٽر لياقت مگسي، 1997ع.

12 - R. Burton : Sind : London, 1851

- J. Wood : A Journey to the source of River oxus, London, 1872.

- M. Elphinstone : An account of the kingdom of kabul, London, 1815.

# خدا آباد تخت گاهہ

## ڪلهوڙن جي دور کان اڳتي تاريخ جي نظر ۾

الهنواز رڪنائي

خدا آباد جو هي تاريخي شهر نالا بدلائيندو ميان يار محمد ڪلهوڙي جي دور حڪومت ۾ خدا آباد نالي سان سنڌ جي گاديءَ جو تخت گاهہ بڻيو. هن شهر کي اڳي شڪارپور پنهواري چوندا هئا. ڪلهوڙن کان اڳي هن خطي تي پنهورن جو راڄ هو. سمن جي شروعاتي دؤر کان هِن خطي کي شڪارگاهہ بنايو ويو هو. ميان يار محمد ڪلهوڙي خداآباد جي تخت جو بنياد 1701ع ۾ وڌو. ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾ خداآباد جون رونقون مغلن جي شهر دهلي کان وڌيڪ هيون. اهو رونقن جو رنگ خداآباد ٿورا سال ماڻيو.

### خطہ خداآباد ڪلهوڙن جي دور کان اڳ

خداآباد ضلع دادوءَ واري جنهن خطي ۾ آهي، ان خطي کي سمن جي حاڪمن شڪارگاهہ بنايو هو. سومرن کان اڳي هن خطي کي ٻڌيہ پرڳڻو سڏيو ويندو هو. هونءَ تہ ڪشمير، سنڌ، بلوچستان، سرحد ۽ افغانستان ۾ ٻڌمت جا مندر ۽ قلعا ملن ٿا. پر راءِ گهراڻي جي دؤر کان لاڙڪاڻي کان سيوهڻ خطي تائين سنڌوءَ جو اولهہ پاسو ٻڌيہ پرڳڻو سڏيو ويندو هو. تاريخي حوالن مان معلوم ٿو ٿئي تہ ٻڌيہ پرڳڻي جو مرڪز موجوده خداآباد وارو خطو هو. راءِ گهراڻي جي دؤر حڪومت کان خداآباد جي خطي ۾ ٻڌمت جا مندر ۽ قلعا هئا. ٻڌيہ قلعي جو، چچ نامي، اوائلي تاريخي ڪتاب ۾ هيٺئن ذڪر ڪيل آهي. چگو ستارو ڏسي، چچ ٻڌيہ ۽ سيوستان جي قلعن ڏانهن روانو ٿيو. ان جاءِ تان درياهہ ٽپيو جنهن کي دهايت چوندا هئا. ڪن محققن دهايت دولتپور پتڻ کي سڏيو آهي. اتان ٻڌيہ روانو ٿيو. سيوستان جو راجا متو هو. ٻڌيہ جو راجا

سرڪونڊ پٽ رکو پڪوپنڊ هو. چچ نامي ۾ لکيل آهي تہ، سندس تخت گاهہ ڪاڪا راج هو. چچ انهن تي حملو ڪري سويس جو قلعو فتح ڪيو. ڪاڪي جي پٽ وڪئي اڳيان اچي پنهنجي پيءُ لاءِ امان گهري، ڍل مقرر ڪري، تابعداري اختيار ڪئي. جي دهايت، دولتپور آهي، تہ ڪاڪا راج ڪڪڙ آهي. جتي سوين قوم هئي. هن وقت بہ ذات ٽرڙي، جادو شهيد، ڪڪڙ پرسان ملي ٿي. سمن ۽ مغلن جي دور ۾ ڪڪڙ باغبان پرڳڻي ۾ هو. سائين احمد خان آصف مصراڻيءَ بہ ڪڪڙ کي پنهنجي مقالي ۾ ڪڪڙ کي ڪاڪا راج سڏيو آهي. قديم زماني ۾ منڇر سنڌو درياهہ جو پيٽ رهي آهي. خداآباد وارو خطہ ان دور ۾ سنڌو درياهہ جي اوير ۾ آباد هوندو. ڪيترو عرصو خداآباد ۽ پيان جو خطو سنڌو درياهہ جو پيٽ بہ رهيو هوندو. خداآباد واري خطي کان درياهہ سال بسال پري ٿيندو رهيو. سنڌو درياهہ اوير طرف آرو ڪندو رهيو. جيڪو 712ع ۾ محمد بن قاسم جي ڪاهہ وقت ڳچيري جي لڳ اولهہ ۾ وهندو هو. ڳچيري جو شهر موري تعلقہ ۾ آهي. موري شهر جي اولهہ ۾ اڄ بہ سنڌونديءَ جي اوير ڪناري تي آهي، درياهہ ويجهو وهيس ٿو، هاڻي ڳچيرو شهر ڳوٺ جي صورت ۾ آهي. خداآباد وارو خطو فتح پور واري سنڌوءَ جي وهڪري پاتو، اهو سمن جي حڪومت جو اوائلي دور هو، عربن جي دور ۾ ڳچيري ڍنڍ جو ذڪر ٿيل آهي. تاريخ معصوميءَ ۾ آهي تہ: پنهي ڌرين جا لشڪر ڳچيري ڍنڍ جي ڪنارن تي گڏ ٿيا. محمد بن قاسم عبدالله بن علي ثقفيءَ کي ڪافرن سان لڙائي ڪرڻ لاءِ منظور ڪيو. ان بہ دريائي جو دوآبو شهر اڄ بہ صدين جي تاريخ جو اهڃاڻ آهي.

مان هت محمد بن قسم جي ڪاهہ واري دور کان موجوده خداآباد خطي بابت تاريخي حقيقت پيش ڪيان ٿو:

**فتح نامي لکت مطابق :** محمد بن قاسم ديبل فتح ڪرڻ کان پوءِ نيرون ڪوٽ طرف روانو ٿيو. نيرون وارن بنديل جي شهيد ٿئڻ جي ڏوهہ بخشائڻ لاءِ حجاج بن يوسف وٽ وفد وني ويا هئا، محمد بن قاسم جو لشڪر جڏهن نيرون پهتو تہ نيرون وارا قلعي بند تي ويهي رهيا. نيرون جو محافظ چهين ڏينهن قلعي ۾ موٽي آيو هو. محافظ نيرون جي پنهنجي ماڻهن هٿ حجاج جا رعايت ناما، تحفا، ڪاڏو ۽ گاهہ محمد بن قاسم کي موڪليائين. عرض موڪليائين تہ امان ملي تہ حاضر ٿيان. نيرون ۾ اندر لنگهندي محمد بن قاسم مسجد ڏاهي، ان ۾ نماز پڙهي. انتظام نيرون جو نيڪ ڪري. نيرون جي

محافظ شمني کي ساڻ ڪري سيوستان تي پهتو. شمنن جي سمجهائڻ کان پوءِ بہ بجهرا عربن سان جنگ ڪئي. مهراڻ ٽپڻ کان اڳ شمني جاهين ڏاهر طرفان جاهين ڪوٽ ۾ رهندو هو. اهو ڪوٽ مهراڻ جي اولهہ ۾ گچيري جي سامهون هو. عربن جي لشڪر ۽ جاهين شمني جي لشڪر ۾ مقابلو ٿيو. ڏاهر گچيري کان هاٿيءَ تي چڙهي محمد بن قاسم جي فوج ڏٺي، اتي ڏاهر تير ڪمان سان هڪ عرب گهوڙي سوار کي ماري وڌو. جيڪو درياهہ جو لنگهہ ڏسي رهيو هو. عربن جو لشڪر درياهہ گچيري ڳوٺ کان ٽپيو هو. گچيرو خداآباد موجوده جي اڄ بہ سامهون آهي رني ڪوٽ، نيرون ڪوٽ، حيدرآباد کان چچ نامي ۾ ذڪر ڪيل نيرون ڪوٽ خداآباد واري خطي ۾ هو. جاهين شمنيءَ جو ڪوٽ امير پير کان ٿورو اوپر ۾ هو. تاريخ معصومي گچيرو لکي ڪافي مونجهارو دور ڪيو آهي. فتح نامي يا چچ نامي ۾ لکيل آهي تہ موڪي پٽ وسايو مهراڻ جي بيٽ جو راجا هو. خداآباد خطي وارو نيرون ڪوٽ نيرون شمنيءَ جو ٻڌايل هو. جنهن لاءِ مظهر شاهجهاني تاريخ ۾ يوسف ميرڪ (سيوهڻ جي پرڳڻن ۾ پنج پرڳڻا لکي ٿو) جن مان هڪ نيور ڪوٽ ڏسي ٿو. جنهن ۾ خدا آباد شامل آهي. هن کي اڳ ۾ واهي سڏيندا هيا.

جبلن مان ڪا نئن وهي اچي ٿي. جنهن مان چار واهيون وهي نڪرن ٿيون. اهي پٽن تي پون ٿيون جنهن تي ماڻهو آبادي ڪن ٿا. پهريان نيرون ڪوٽ واري ڳوٺ کي ماڇن جو ڳوٺ بہ چوندا هئا. جيڪي ڏاڍا اڙي باز هئا. جاگيردار کي ڪائي ڍل نہ ڏيندا هئا. بختيار بيگ ترڪمان انهن تي ڪاهي انهن کي مت ڏني. پوءِ ان ڳوٺ تي اڪبر آباد نالو رکيو. اڪبر آباد ٻنهور جي حوالي ڪيائين جيڪي رعيتي ريت هلندا ٿي رهيا. هر هڪ واهي تي ٻنهور مقرر ڪيائين: (1) واهي موسيٰ پنهور کي ٻي عيسيٰ پنهور کي ٽين دائود کي چوٿين جلال ٻنهور کي ملي اچا تائين اهو ڳوٺ پنهورن وٽ آهي. جو هن کان اڳ باغبان پرڳڻي ۾ هو يعني نيرون ڪوٽ وارو پرڳڻو اڳ باغبان پرڳڻي ۾ هو.

تاريخ اهو بہ ٻڌائي ٿي تہ سمان ۽ سومرا راجپوت هئا. سندن مذهب جين هو. سومرا بادشاهہ نوان مسلمان هئا، سومرن جي دؤر ۾ بہ خداآباد خطو جيڪو نيرون ڪوٽ واهيءَ ۾ آيل هو سو تمام سرسبز علائقو هو. منڇر جي اوپر واري زمين بوبڪ پرڳڻي تائين تمام پلي سگهاري زمين هئي. جنهن ۾ پلا فصل ٿيندا هئا. اڄ بہ موجوده خداآباد جي خطي جي

زمين دادو ضلعي جي پلي زمين آهي. هن ڪان انڪار نٿو ڪري سگهجي تہ ٻڌمت پوري دنيا تي ڇانيل رهيو. موجوده پاڪستان جي ڇئني صوبن ۾ ٻڌ جا مندر ۽ سهينن يا پروهتن لاءِ ڳوٺ يا ڪالونيون ٺهيل هيون. عيسوي سن ڪان اڳ ٻڌمت جا قلعا ڪوٽ گهٽا هئا. ڇاڪاڻ تہ ٻڌي جنگ جي سياست نہ ڄاڻندا هئا. هو هر ساهہ واري کي مارڻ مها پاپ سمجهندا هئا. ان ڪري اوائلي دور ۾ هنن ڪوٽ قلعا نهرايا. اگر ڪو هنن کي حملو ڪندو هو تہ هو قلعي بند تي وهندا هئا. ڇچ جي دور ۾ برهمڻن يا هندو مذهب ساهہ تہ ڪنيو پر پنهنجن ٻڌي علائقن ۾ شمنين محافظ ڇڏيا. راجا ڏاهر بہ پنهنجي دور ۾ شمينن ٻڌيہ پرڳڻي جا سنڌو نديءَ جي اولاهين سيني قلعن تي محافظ رکيا. جنهن پاليسيءَ ڪري ڏاهر عربن وٽ شڪست کاڌي. ڏاهر جي شڪست جو سبب خاص شمني بنيا. راجا ڏاهر ٻڌ مت وارن کي جاگيرون خلعتون سروپائون ڏنيون، ۽ کين راضي رکڻ لاءِ کين ڪافي سهولتون ڏنيون. پوءِ بہ عربن سان ملي ڏاهر کي شڪست ڏياريائون. خداآباد خطي جي نيرون ڪوٽ جو رکوپند، جاهين ڪوٽ جو جاهين شمني، موکو پٽ وسايو، محمد بن قاسم جا مددگار نہ تين ها، تہ عربن جو لشڪر گچيري ڪان درياهہ ڪيئن ٽپي ها. حقيقت ۾ ڏسبو تہ ڏاهر جي شڪست يا سنڌ جي شڪست جو اصل ڪارڻ شمني هئا.

## سومرن جي دور ۾ خداآباد خطي جي تاريخي حيثيت:

1000ع ڌهہ سو عيسوي تائين عرب گورنر سنڌ جا حاڪم رهيا آهن. آخري عرب گورنر 988ع ڪان 1000ع عيسويءَ تائين رهيو آهي. پوءِ سومرن جو دور آيو آهي. محمد بن قاسم نيرون ڪوٽ ڪان ڪاڪا راڄ تائين سارو خطو موکيءَ پٽ وسائي کي ڏنو هو. يعني موجوده خداآباد وارو خطو موکيءَ جي تعبيداريءَ ۾ هو ان ڪان پوءِ عرب گورنر سيوهڻ واري جي طابع رهيو. سومرن جي دور ۾ بہ سيوهڻ سرڪار جي هٿ رهيو. سومرن بہ شمني گورنر رکيو هو يا عربن جي ساڳئي گورنر هٿ انتظام ڏنائون. هن نيرن پرڳڻي جا امن پسند ماڻهو ها. جيئن عربن جي دوَر ۾ ڍل ڏيندا هئا، تيئن سومرن جي دور ۾ بہ ڏيندا رهيا. سومرن جي ڪا تاريخي ڪاهہ هن خداآباد واري خطي تي ڪانہ ٿي آهي. ڇو تہ هي امن پسند ماڻهن جو خطو هو. سومرن ڪاڪا راڄ تي بہ شمني

محافظ رکيو هو. سائين آصف مصراڻي هڪ بيت ٻڌايو هو. ان ۾ سومرن جي مقرر ڪيل ماڻهوءَ جي واضح تاريخ ملي ٿي.

هيــــو ڪاڪــــا راڄ جـــو موڪـــوا مخـــاديم
آيــــو ان جاءِ تـــــي دودل ونـــــي ديـــــم
پڪـــو هيـــو پيـــم راوت راڻـــو ســــنڌ جـــو

مٿين بيت مان معلوم ٿو ٿئي ته سومرن به ساڳيءَ نڪ جا صوبيدار شمني رکيا هئا. محمد بن قاسم واري موڪو پٽ وسائي جي پيڙهيءَ مان ڪاڪا راڄ جو صوبيدار موڪو هوندو. سومرن کان پوءِ سمن، جي حڪومت آئي سومرن جي دور حڪومت ۾ نيرون جا به قلعا، جاهين ڪوٽ ۽ ڪانهري ڪوٽ نهيل حالت ۾ هئا. سمن جي حڪومت انهن ڪوٽن سان هٿ چراند ڪانه ڪئي. سمن پهرين نيرون خطي جو انتظام سيوهڻ جي گورنر جي هٿ ڏنو. ٿوري عرصي ۾ سمن انتظاميا جي لحاظ کان پوري سنڌ کي پرڳڻن ۾ ورهائي ڇڏيو. سيوهڻ جا 8 پرڳڻا درياهه جي اولهه پرواراَ ۽ ٽي درياهه جي اوير وارا سيوهڻ صوبي جا ڪل 11 پرڳڻا سمن جا انتظامي پرڳڻا ڪيل هئا.

خدا آباد وارو خطو پهرين باغبان پرڳڻي ۾ هو. خداآباد عربن جي حملي وقت، نيرون ڪوٽ جي شمني رکو جي نظرداريءَ هيٺ هو. نيرون ڪوٽ نه نيرڻ ڪوٽ حيدرآباد آهي نه "رني ڪوٽ" آهي. واهيءَ يا واهي ڳوٺ و ارو نيرون ڪوٽ راجا نيرون جو نهرايل هو. جنهن منڇر جي اولهه ۾ جبلن پاسي به ڪوٽ نهرايو هو. جنهن جا منڇر جي اولهه ڪناري تي آثار ملن ٿا. شيرخان اوزبڪ نيرون واهيءَ وارو علائقو ماڇين کان ڪسي پنهور کي ڏنو هو. خدا آباد موجوده کان ڇئن ڪوهن جي فاصلي تي امير پير کان اوير ۾ جاهين جو ڪوٽ هو. اهوئي راجا ڏاهر جو مهراڻ جي پيٽ وارو محافظ شمني جاهين هو. خداآباد خطي جي جاگير جو مالڪ راءِ سنگ گوريا جو پوٽو به رهيو آهي. خطي جي زمين سنڌ سر زمين جي گهٽن ياڳن کان تمام سٺي هئي. خداآباد واري خطي لاءِ چيو وڃي ٿو ته منڇر درياهه جي پيٽ جي اوير ۾ رهيو. خداآباد جو خطو سنڌؤ جو پيٽ به رهيو آهي. خدا آباد پرسان دو آبه آهي. دوابي (دوآبه) جي به درياهي ڏکڻ ويندڙ درياهه جو بندر به رهيو آهي خداآباد نيرون ڪوٽ پرڳڻي ۾ اچڻ کان پوءِ پنهورن جي ڇئن واهن ڪري

خوشحال رهيو آهي. اهي چارئي واهيون خداآباد تخت گاهه جي آسن پاس هيون. اهي چار واهيون هيون، موسيٰ جي واهي، عيسيٰ جي واهي، دائود جي واهي. جلال جي واهي. اهي واهيون نيرون ڪوٽ جي واهيءَ ڳوٺ ڪان وهي ايندي هيون. ايئن برابر آهي تہ سنڌو درياهہ پنهنجا وهڪرا پئي بدلايا آهن. هن پر جا ڳوٺ هن پر هليا ويا ٿي، ۽ هن پر وار هن پر اچي ٿي ويا. پر نيرون ڪوٽ سنڌو درياهہ جي اولهہ ۾ محمد بن قاسم جي وقت ڪان اڄ تائين نيرون ڪوٽ، يا خداآباد وارو خطو درياهہ اولهائين پر ۾ رهيو آهي. راءِ سنگ گوريا جو پوٽو جنهن جو نالو بہ راءِ سنگ هو. اهو خداآباد جي خطي مان هڪ سؤ گهوڙي سوار ۽ ڏيڍ سؤ پيادا تلتي ڪان ٿپائي ڏاهرين جي ڳوٺ جي ويجهو پهتو تہ هڪ هزار سوار ۽ پيادا نڪري پيا، ۽ راءِ سنگ جي اڍائي ماڻهن کي گهيري ۾ آڻي ويا. اهي دولت پور جا ڏاهري ها. جتي ڏاهري قوم جا سردار صدين ڪان آباد آهن. جن جي همت ۽ سرڪشيءَ جا داستان مشهور آهن. هالي پوٽا ۽ راهہ پوٽا بہ نيرون ڪوٽ پرڳڻي جا آهن. جن سميجن ۽ انڙن کي منهن پئي ڏنو. خداآباد خطو بڏيہ خطو هو. بڏيہ خطي جو مرڪز هو، نيرون ڪوٽ چندر گپت جي زماني ڪان هو. چچ جو نيرون ڪوٽ ۽ سيوستان جي حملي وقت، نيرون ڪوٽ حسين ڪوٽ هو. محمد قاسم نيرون ڪوٽ جا دروازا رکو جي نہ هٿڻ ڪري بند ها تہ عرب لشڪر ڪوٽ کي ڇهن ستن ڏينهن ۾ ڪجهہ ڪري نہ سگهيو هو. اهو نيرون ڪوٽ خداآباد خطي وارو نيرون ڪوٽ هو. جاهين ڪوٽ، ڪانهري ڪوٽ، سويس قلعو. نيرون منڇر وارو قلعو، ڦلجي ڪوٽ، ڪوٽ لاشاري اهي دادو ضلعي جا مشهور قديم زماني ڪوٽ هئا. جيڪي خداآباد خطي جي ويجها هئا. خداآباد خطو چندرگپت جي دؤر ڪان ڪلهوڙن جي تخت گاهہ تائين آباد ۽ خوشحال خطو رهيو آهي.

## مقالا ۽ حوالا


1. چچ نامون يا فتح نامون (علي ڪوفي)
2. جنت السنڌ مولائي شيدائي صاحب
3. تحفتہ الڪرام علي شير ڪانع ٺٽوي صاحب
4. تاريخ مظهر شاهجهاني روايتون ۽ مشاهدا مولف يوسف ميرڪ

# خداآباد ۾ ٿيل تصنيف ۽ تاليف جو مختصر جائزو

**محمد پنهل ڏهر**

خداآباد جو باني ميان يار محمد ڪلهوڙو هو. جنهن کي مغل دربار مان "خدا يار خان" جو خطاب مليو هو ۽ غالبن خدا يار خان جي خطاب جي مناسبت جي پيش نظر ٿي انهيءَ مرڪز جو نالو "خداآباد" رکيو ويو. بعض روايتن مان معلوم ٿئي ٿو ته پهرياڻين انهيءَ هنڌ کي "شڪارپور پنهواري" سڏيو ويندو هو. جڏهن ميان يار محمد انهيءَ کي حاصل ڪيو ته انهيءَ جو نالو بدلائي ڇڏيائين. جيئن ڪلهوڙا مستحڪم ٿيندا ويا ته انهيءَ مرڪز جي رونق، آرائش ۽ حسن ۾ به اضافو ٿيندو رهيو. ميان غلام شاهه جي عهد تائين هن شهر جي عظمت ۾ ڪو به فرق نه آيو. جڏهن ميان غلام شاهه حيدرآباد کي مرڪز ڪيو ته انهيءَ سان گڏ امير ڪبير ۽ اڪثر واپاري به اوڏانهن هليا ويا ۽ خداآباد جي رونق گهٽجڻ لڳي. جڏهن ميان عبدالنبي، مير عبدالله خان ٽالپر ۽ ميرفتح خان ٽالپر کي قتل ڪرايو ته ٽالپرن انتقام جي جوش ۾ اچي خداآباد تي چڙهائي ڪئي. شهر کي ڦريو ۽ جاين کي باهه لڳائي. اهڙيءَ طرح 1781ع ۾ خداآباد تباهه ٿي ويو. خدا آباد سنه 1701ع کان 1768ع تائين ڪلهوڙن جو تختگاهه ٿي رهيو. (1)

ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جي دور حڪومت ۾، جڏهن هن پنهنجن ڀائرن سان صلح ڪري سنڌ جو ٽيون حصو پنهنجي هٿ ۾ ڪيو ته ان وقت لاڙڪاڻي جي ڪوسن جا ماڻهو به خداآباد کي لٽڻ جي خيالن جا هئا. تنهنڪري ميان غلام شاهه پنهنجي سر فوج وٺي لاڙڪاڻي ويو ۽ جعفر خان ۽ ٻين ڪوسن سردارن کي زير ڪيائين. (2)

نظام الدين ڪوسو لکي ٿو ته "سنه 1759ع ۾ جعفر خان جي قتل ڪانپوءِ

ڪوسن خداآباد تخت گاهہ ڪي باهہ ڏني.“ (3)

ڊاڪٽر غلام محمد لاکو لکي ٿو تہ ”سنہ 1112هہ / 1701ع ۾ يار محمد ڪلهوڙو سنڌ جي اڪثر ڀاڱن جو حڪمران ٿي اڀريو. هن جو تختگاهہ خداآباد موجوده دادو شهر جي ڀرسان هو. هي شهر اڌ صدي تختگاهہ رهيو. يار محمد کان پوءِ ميان نور محمد بہ هن شهر مان حڪم هلايو. (4)

ميان يار محمد ڪلهوڙي جي وفات کان پوءِ سندس پٽ ميان نور محمد خان ڪلهوڙو سنڌ جي تخت تي ويٺو ۽ هن بہ خداآباد کي ئي مرڪز طور قائم رکيو. انهيءَ ڪري خدا آباد سياسي لحاظ کان هڪ اهم شهر هو. خداآباد جي علمي ۽ ادبي ماحول متعلق ڊاڪٽر غلام محمد لاکي لکيو آهي تہ ”هي شهر علم ۽ ادب جو هڪ وڏو مرڪز ٿي اڀريو. جتي شهزادن جي تعليم ۽ تربيت لاءِ اعليٰ تعليمي مرڪز قائم ٿيا.“ (5)

هت اسان خداآباد جي سياسي پس منظر کي ڇڏي، انهيءَ جو علمي ۽ ادبي جائزو پيش ڪري رهيا آهيون ۽ انهيءَ ۾ تصنيف ۽ تاليف ٿيل ڪتابن جو مختصر تعارف ڏيئي رهيا آهيون.

خداآباد جو باني ميان يار محمد ڪلهوڙو هڪ ڪامياب سياستدان، سپهہ سالار ۽ حڪمران هئڻ سان گڏ علم شناس پڻ هو. هي پنهنجي دؤر حڪومت ۾ علمي لحاظ سان ڪو خاص ڪارنامو سرانجام ڏيئي نہ سگهيو. جنهنڪري تاريخ جي ورقن ۾ هن جو نالو هڪ ڪامياب سياستدان ۽ باشعور حڪمران جي حيثيت سان تہ لکجي ويو. ليڪن علم ۽ ادب جي لحاظ کان سندس نالو تاريخ جي ادب واري باب ۾ نہ اچي سگهيو آهي. انهيءَ جو سبب غلام رسول مهر هن طرح ڄاڻايو آهي تہ ”ڪلهوڙن جي حڪومت جو باقاعده آغاز ميان يار محمد کان ٿيو. جيڪو مجموعي طرح سان اَرڙهن اوڻيهہ سال مغليہ سلطنت جي هڪ ناظم جي حيثيت سان ڪم ڪندو رهيو ۽ انهيءَ عرصي جو گهڻ ۾ گهڻ اڌ حصو مختلف ڪشمڪشن ۾ گذريو. ظاهر آهي تہ اهڙيءَ حالت ۾ ڪتابن جي طرف هن جي توجہ نہ ٿي سگهندي هئي.“ (6) انهيءَ ڪري ئي هن جي دور حڪومت ۾ اسان کي خداآباد ۾ تصنيف ۽ تاليف جو ڪو ڪم ڏسڻ ۽ پڙهڻ ۾ نٿو اچي.

ميان يار محمد ڪلهوڙي جي وفات کانپوءِ سندس پٽ ميان نور محمد ڪلهوڙو سنڌ جو حڪمران ٿيو. هيءُ بہ پنهنجي پيءُ وانگر هڪ مدبر سياستدان

۽ ڪامياب حڪمران هو. سياسي بصيرت ۽ ڪامياب حڪمراني سان گڏ پاڻ علم شناس، عالمن ۽ اديبن جو قدردان، بلند پايي جو عالم، اديب ۽ محقق پڻ هو. انهيءَ ڪري هن ڪي ڪتابن گڏ ڪرڻ جو بہ تمام گهڻو شوق هوندو هو. وٽس هڪ عظيم الشان ڪتب خانو هو، جنهن ۾ ڪيترائي ناياب ڪتاب موجود هئا. سندس دؤر حڪومت ۾ جڏهن سنہ 1152هہ - 1739ع ۾ نادر شاهہ سنڌ تي ڪاهہ ڪري آيو تہ ٻئي قيمتي سامان ۽ رقم سان گڏ هن عظيم الشان ڪتب خاني ۾ موجود ڪتابن کي بہ پاڻ سان گڏ کڻي ويو. جنهن جو ذڪر نهايت ئي افسوس سان پاڻ پنهنجي وصيت نامي ۾ هن طرح ڪيو اٿس: ”رسالہ سهروردي، مع رسالہ از چهارده خانواده نزد مايان موجوده بود لاڪن! از آمدن سفاڪ ناپاڪ برهمين ملڪ سند، ڪتب خانہ و رسالہ ها همگي رفتند.“ (7)

يعني ”رسالہ سهروردي، ان سان گڏ رسالہ چوڏهن خانواده بہ اسان وٽ موجود هو، پر ناپاڪ ظالم (نادر شاهہ افشار) جي سنڌ ملڪ تي ڪاهہ وقت ڪتب خانو ۽ رسالا کڄي ويا.“ (8)

انهيءَ ڪتب خاني جي لٽجڻ جو اشارو غلام رسول مهر هنن لفظن ۾ ڪيو آهي تہ ”نادر شاهہ جي اچڻ کان اڳ ۾ ميان صاحب وٽ هڪ سنو ڪتب خانو گڏ ٿي ويو هو. نادر جتي سون ۽ چاندي ۽ جواهرات ڦريا، اتي انهيءَ علمي دولت کي بہ کڻي ويو. (9)

ميان نور محمد جي دانائي ۽ پرهيزگاري متعلق ٽوپڻ مل لکيو آهي تہ ”ميان نور محمد عقل ۽ دانش ۾ ڪمال درجي تي پهتل هو. گهڻو وقت قرآن پاڪ جي تلاوت ۾ صرف ڪندو هو.“ (10)

اهڙيءَ طرح ميان نور محمد جي علم پروري، علم دوستي ۽ علم شناسي متعلق ڊاڪٽر غلام محمد لاکو لکي ٿو تہ ”ميان صاحب نہ رڳو عالمن ۽ استادن جو قدردان هو، پر ضرورت وقت انهن سان صلاح مصلحت بہ ڪندو هو. پاڻ بہ وڏو اهل قلم ۽ عالم هو. ديسي عالمن کانسواءِ پرڏيهہ مان ايندڙ استادن ۽ عالمن جي همت افزائي ڪندو هو ۽ انهن کي پنهنجي دربار ۾ گهرائي مان ۽ مرتبو بخشيندو هو. (11)

جيئن مٿي چئي آيا آهيون تہ ميان نور محمد هڪ مدبر سياستدان ۽ ڪامياب حڪمران هئڻ سان گڏ هڪ اهل علم ۽ اهل قلم بہ هو. تنهنڪري هاڻي سندس علمي ۽ ادبي خدمتن جو مختصر جائزو پيش ڪريون ٿا. سنڌ جي سياسي ۽ ادبي تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ ميان صاحب پنهنجي

حڪمراني واري دور ۾ پنهنجي تخت گاهہ خداآباد ۾ پنج ڪتاب لکيا. انهن مان چار ڪتاب ان دور جي مروج ادبي زبان فارسي ۾ آهن ۽ هڪ ڪتاب يعني قرآن پاڪ، عربي متن سان لکيائين. هيٺ انهن ڪتابن جو مختصر تعارف پيش ڪجي ٿو:

### 1. حسن ادايي انتخاب :

هن ڪتاب ۾ اخلاقي، ڏاهپ ۽ دانائي متعلق مثالي جملن ۽ نڪتن جو انتخاب ڏنو ويو آهي. انهيءَ ڪتاب جي متعلق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو تہ : ”هيءُ فارسي ادب ۽ اخلاق جي ڪتابن مان مثالي جملن، ڏاهپ جي نڪتن ۽ دانائي جي گفتن جو انتخاب آهي، جنهن مان ميان نور محمد جي ادبي ذوق توڙي نفسياتي لاڙن جي خبر پوي ٿي. پاڻ ڪي خدا يار خان ثابت جنگ عباسي لکيو اٿس، جنهن مان ظاهر آهي تہ هيءُ انتخاب خدا يار خان جي خطاب ملڻ ڪانپوءِ مرتب ڪيائين. پنهنجي هن ادبي انتخاب جو مقصد اهو ڄاڻايو اٿس تہ جيئن يارن دوستن لاءِ استادن جا قول ۽ بزرگن جا بيان ڪيل سياڻپ جا گفتا تحريري ۽ دستاويز طور يادگار رهن. پيش لفظ جي آخر ۾ لکيائين تہ پاڻ جدا جدا ماخذن مان سهڻا گفتا ۽ نڪتا چونڊي، حسن اداي انتخاب جي صورت ۾ جمع ڪيائين تہ هر ڪنهن پڙهندڙ کي فائدو حاصل ٿئي. (12)

### 2. نادر نامہ :

هن ڪتاب متعلق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو تہ : هي مثنوي شاهنامہ وانگر خدا يار خان عباسي ميان نور محمد خان ، ٽن سالن جي محنت بعد 1155هہ ۾ لکي پوري ڪئي..... جيڪڏهن مثنوي نادر نامہ، ميان نور محمد پاڻ تصنيف ڪئي تہ پوءِ اهو ڪتاب نادر شاهہ جي حملي بابت نهايت قيمتي ماخذ آهي. (13)

هن ڪتاب جي تعارف ۾ سيد حسام الدين راشدي لکيو آهي تہ ميان نور محمد خان عباسي والي سنڌ (1131 - 1167هہ) هي ڪتاب نادر جي حملي (1152هہ) ڪانپوءِ 1155هہ ۾ تصنيف ڪيو. ڪتاب مرحوم خافظ محمود خان شيراني جي ڪتب خاني ۾ هو جو شايد هاڻي پنجاب يونيورسٽي ۾ هوندو. مون کي مرحوم پاڻ ان جو ڏس ڏنو هو. ميان نور محمد ان ۾ غالبا نادر جي

ڪاهہ جو احوال لکيو آهي، نالي مان اهو قياس ڪري سگهجي ٿو، ڪتاب نظم ۾ آهي، انهيءَ نسخي جي ڪتابت جو سال 1222هہ هو. (14)

## 3. منشور الوصيت و دستور الحڪومت :

هي ڪتاب ميان نور محمد پنهنجي دور حڪومت جي آخري سالن ۾ پنهنجي اولاد لاءِ وصيت طور لکيو آهي. پير حسام الدين راشدي هن ڪتاب جي اهميت متعلق لکيو آهي تہ ”هن وصيت نامي کي تاريخي نقطي نگاهہ کان وڏي اهميت آهي.... ميان نور محمد خان ڪلهوڙي جي هي پنهنجي لکيل وصيت آهي جنهن مان تاريخي واقعات سان گڏ، سندس ذاتي اخلاق ۽ ذاتي تصورات جو پتو پوي ٿو. هي وصيت سنڌ تي نادر جي ڪاهہ (1152هہ) ڪانپوءِ ستت ئي لکي ويئي. (15)

مشهور محقق ۽ مؤرخ غلام رسول مهر، ميان نور محمد خان جي هن ڪتاب جو تفصيلي تعارف هن طرح پيش ڪيو آهي تہ ”ڪلهوڙا خاندان مان ميان نور محمد خان جهڙي طرح وسعت سلطنت، شان حڪمراني، عظمت و جلالت جي لحاظ کان يگانو آهي، اهڙيءَ طرح خاندان ۾ هو اڪيلو ئي آهي، جنهن پنهنجن پٽن لاءِ هڪ تفصيلي وصيت نامو انهيءَ زماني ۾ لکيو. جڏهن نادر قتل ٿي چڪو هو. ميان جا ٻہ پٽ ايران مان آزاد ٿي اچي چڪا هئا، تئين متعلق ڪابہ خبر نہ هئي تہ هو ڪٿي آهي ۽ ڪهڙيءَ حالت ۾ آهي.

دنيا ۾ گهڻا ئي اڪابر ٿي گذريا آهن، جن وصيتناما لکيا. انهن ۾ عالم ۽ صالح بہ آهن ۽ ارباب حرب و سياست بہ. ميان صاحب جو وصيت نامو، جنهن جو نالو انهن ”منشور الوصيت و دستور الحڪومت“ رکيو. حسن بيان ۽ شان نگارش جي اعتبار کان تمام مٿانهون هجي يا نہ هجي، ليڪن نصيحت جي نقطئہ نگاهہ کان وڏو قيمتي آهي. اهو هڪ صاف ۽ شفاف آئينو آهي، جنهن ۾ ميان صاحب جي سيرت، اُن جي مذهبي عقيدن، سياسي فڪر ۽ زندگي پر جي تجربن کي سنڌس حقيقي صورت ۾ ڏسي سگهجي ٿو ۽ اهڙيءَ طرح ميان صاحب جي شخصيت جو وڏ کان وڏ صحيح اندازو معلوم ٿي سگهي ٿو.

هي حيثوٽيڪ ڪنهن وڏي عالم جو نصيحت نامو نہ آهي، بلڪ اهڙي شخص جي تحرير آهي، جنهن هوش سنڀالڻ واري وقت کان وٺي زندگي جي آخري لمحن تائين ملڪ گيري ۽ گوناگون ڪشمڪش ڏٺي ۽ ظاهري طرح سان

مڪمل ڏينهن ۽ راتيون انهيءَ مشغلي ۾ بسر ڪيون، ليڪن هن جي لفظ لفظ مان خدا جي هڪ نيڪ ۽ پرخلوص بندي جي صدا بلند ٿي رهي آهي. انهيءَ ۾ نہ تہ شان ۽ شوڪت جو ڏيکاءُ آهي ۽ نہ عظمت تي فخر جو ڪو احساس پيدا ٿئي ٿو. بلڪ هر قدم تي پنهنجي گناهگاري جو اعتراف آهي. تمام وصيتون ۽ نصيحتون دين ۽ اخلاق تي مبني آهن ۽ هر فقري جي پڙهڻ يا ٻڌڻ واري جي دل ۾ سچي اسلاميت جو جذبو بيدار ٿئي ٿو. (16)

ميان صاحب جي انهيءَ وصيت نامي متعلق اعجاز الحق قدوسي لکي ٿو تہ "هي وصيت نامو هن جي بلند خيالي، اسلامي ۽ سياسي فڪر، وسيع تجربن ۽ دانشوري جو آئينہ دار آهي ۽ انهيءَ مان هن جي صحيح شخصيت ۽ ڪردار جو اندازو ٿئي ٿو. (17)

## 4. بياض طب :

ميان نور محمد فارسي ۾ طب تي بہ هڪ ڪتاب لکيو هو، جنهن جو قلمي نسخو، "قرابادين" جي غلط نالي سان انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي جي لائبريريءَ ۾ موجود آهي. هن فارسي طبي بياض متعلق ڊاڪٽر نجم الاسلام لکيو آهي تہ "هن مخطوطي کي ڏسڻ جو موقعو مليو آهي. ڪتاب ۽ مصنف جو نالو، مخطوطي جي متن سان مطابقت نٿو رکي. ڏراصل هي ڪتاب طب جي موضوع تي ميان نور محمد ڪلهوڙو والي سنڌ لقب خدا يار خان (عهد حڪومت 1131هہ - 1167هہ) جي هڪ گمنام تصنيف آهي، جنهن جو ذڪر تاريخ جي موضوع تي لکيل ڪتابن ۾ ڪونہ ٿو ملي. (18)

## 5. قرآن مجيد :

حڪومت جي ڪمن ڪارين ۽ بين مشغولين جي باوجود ميان نور محمد خانَ هڪ قرآن مجيد پڻ سهڻي ڪتابت سان پاڻ لکيو. سندس هٿ لکيل اهو خوبصورت ۽ خوشخط قرآن پاڪ جو نسخو هن وقت مشهد مقدس (ايران) جي ميوزم واري ڪتب خاني ۾ 255 نمبر تي موجود آهي. (19)

## 6. صيد المراد في قوانين الصياد :

هي ڪتاب ميان يار محمد ڪلهوڙي جي پٽ ۽ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي ياءُ ميان دائود خان عباسي جو لکيل آهي. ميان دائود خان

عباسي هڪ سپهہ سالار سان گڏ، اعليٰ پايي جو سياستدان، اهل علم ۽ حڪيم پڻ هو. انهيءَ ڪتاب متعلق غلام رسول مهر لکيو آهي تہ ”صيد المراد في قوانين الصياد“، جنهن کي ڪجهہ ماڻهو باز نامہ بہ چوندا آهن، ليفٽيننٽ ڪرنل ڊي سي فلٽ، 1908ع ۾ وڏي اهتمام سان رايل ايشياٽڪ سوسائٽي طرفان شايع ڪرايو هو. مڪمل ڪتاب 31 بابن تي مشتمل آهي ۽ آخر ۾ خاتمو اٿس. ضميمي سميت ڪتاب جا 433 صفحا آهن..... ڪتاب ۾ باز، باشو، شاهين، چرخ، بحري، خناف، شنقار، سنگ سنگ ۽ طغرل شڪاري پکين جو احوال آهي، هر پکي جي خاصيت جدا جدا بيان ڪيل آهي، مثلن رنگ ڪهڙو اٿس، اکين جي ڪيفيت ڪهڙي هوندي اٿس، فلاڻ فلاڻ پکي ۾ ڪهڙا عيب هوندا آهن، انهن جي اکين ڪولڻ جي ترڪيب ڪهڙي هوندي آهي، اگر هو بيمار ٿي پون تہ سندن علاج ڪهڙي طريقي سان ڪيو وڃي. هڪ هڪ بيماري جي مڪمل ڪيفيت لکي نسخا تحرير ڪيا آهن. مطلب تہ شڪاري پکين متعلق ڪابہ ضروري چيز نہ ڇڏي اٿس ۽ انهن کي شڪار ڪرڻ لاءِ تدبيرون بہ نهايت ئي تفصيل سان بيان ڪيون اٿس.“ (20)

ڊاڪٽر ظهور الدين احمد، انهيءَ ڪتاب جو تعارف هن طرح ڪرايو آهي:
”شروع ۾ انهي فن جي قديم ماهرن، حاڪمن ۽ بادشاهن جو مختصر ذڪر آهي. پهرئين باب ۾ شڪاري ۽ شڪار جي ڪيفيت، ٻئي باب ۾ جانورن جي عيبن ۽ هنرن جو بيان آهي. پوءِ جانورن جي ڳاڙهين ۽ ڪارين اکين جو احوال ۽ انهن جي علاج جو تفصيل ڏنل آهي. ان کانپوءِ وارن بابن ۾ ڪن، اک، ڳلي، دل، ٻرون، جگر، معدي، پر ۽ ٽنگن جي بيمارين جو احوال درج آهي ۽ انهن جي علاج جا نسخا ڏنل آهن. هوا لڳي وڃڻ يا لوءِ لڳڻ، سرد ۽ خشڪ دوا کائڻ کان پوءِ گرم ڪرڻ ۽ ڪمزور جانورن کي ٿلهو ۽ متارو ڪرڻ جا طريقا بہ ڏنايا ويا آهن. باب وري ڪيترن ئي فصلن ۾ ورهايل آهن. خاتمي ۾ بہ مقدما آهن. پهرئين ۾ بلبل، طوطي ۽ ٻين جانورن ۽ ٻئي ۾ گهوڙن جي مرضن ۽ علاج جو تفصيل ڏنايل آهي.“ (21)

ميان دائود خان جي انهيءَ ڪتاب متعلق ڊاڪٽر غلام محمد لاکو لکي ٿو تہ ”محمد دائود جو هڪ ڪتاب، صيد المراد في قوانين الصياد علمي دنيا ۾ مشهور ٿيو، هن کي باز نامو بہ سڏيو وڃي ٿو..... شڪار تي هڪ قديم ڪتاب صيد نامہ ملڪ شاهہ موجود هو. ان کي سامهون رکي طفان تيمور خان ايل خاني (1338 - 1351هہ) هڪ نئون ڪتاب شڪار نامہ ايل خاني مرتب ڪرايو. ميان دائود جي خيال ۾ هي ڪتاب مشڪل هو. پيو تہ خود پاڻ بہ

ڪي تجربا ڪيائين ۽ واڌارا ڪرڻ ۾ آيس. ان ريت خود ميان صاحب هڪ نئون ڪتاب تيار ڪيو. ان جي ٻولي عام فهم ۽ سولي رکيائين. پنهنجن تجربن جي آڌار تي شڪاري جانورن لاءِ تجويز ڪيل دوائن جا نالا، ڪتاب ۾ ڏيهي زبان ۾ شامل ڪيائين.

مصنف تمهيد ۾ شڪار بابت ڪتابن ۽ شڪار جي فني ماهرن تي به روشني وڌي آهي. ڪتاب ۾ باز، باشو، شاهين، چرخ، مجري، خناف، شنقار، سنگ سنگ ۽ طغرل جهڙن شڪاري پکين جو ذڪر آهي. ان بعد هر پکيءَ جون خاصيتون تمام تر لفظن ۾ بيان ٿيل آهن. خاتمي ۾ بلبل، طوطي، ڪبوتر ۽ ٻين پالتو جانورن ۽ پکين جي بيمارين ۽ علاج تي لکيو ويو آهي." (22)

## 7. طب دائودي:

جيئن ته ميان دائود خان عباسي هڪ ماهر طبيب ۽ حاذق حڪيم به هو، تنهنڪري هن طب تي به هڪ ڪتاب "طب دائودي" نالي فارسي ۾ تصنيف ڪيو هو. هن ڪتاب جا ڪيترائي قلمي نسخا ملڪ جي مختلف خانگي توڙي سرڪاري ڪتب خانن جي زينت بنيل آهن. هن ڪتاب متعلق غلام رسول مهر صرف ايترو لکيو آهي ته "بعض ماڻهن کان معلوم ٿيو آهي ته ميان دائود خان عباسي طب جي فن تي به هڪ نهايت عمدو ڪتاب لکايو هو." (23)

طب دائودي متعلق ڊاڪٽر عارف نوشاهي، پنهنجي هڪ خط ۾ لکيو آهي ته "هي دائوده خان بن خدايار خان عباسي جا مجربات آهن. هيءُ ڪتاب حڪيم عبدالرزاق مشرب (متوفي 1127هه/1715ع) سان به منسوب ڪيو ويجي ٿو، ممڪن آهي ته حڪيم مشرب انهيءَ کي ترتيب ڏنو هجي.... هي ڪتاب (طب دائودي) 31 بابن تي آهي، انهيءَ ۾ علاج تجويز ڪيا ويا آهن. ڪجهه بابن جو تفصيل هن طرح آهي، دماغ، اک، ڪن، چپ، معدو، دل، پٺي، آتشڪ، جانورن جي زهر کي ختم ڪرڻ ۽ درد سو ۽ دماغ." (24)

ميان دائود عباسي جي شڪار ۽ طب تي لکيل انهن ڪتابن متعلق پير حسان الدين راشدي لکي ٿو ته "انهيءَ شهزادي علم طب تي لاجواب تصنيفون مڪمل ڪيون هيون، جن مان طب دائودي ۽ باز نامو مشهور آهن. پهرئين تصنيف ماڻهن جي علاج بابت ۽ ٻي جانورن جي بيمارين متعلق هئي." (25)

انهن مٿي ڄاڻايل ٻنهي ڪتابن جو نياز همايوني به پنهنجي تصنيف "سنڌ جي طبي تاريخ" ۾ ذڪر ڪيو آهي. (26)

ميان دائود خان عباسي جي انهن پنهي ڪتابن متعلق ڊاڪٽر اديب انقلابي لکيو آهي تہ ”ميان دائود خان پٽ يار محمد ڪلهوڙو سنڌ جو سخي امير هو. ڪلهوڙن جي دؤر جو وڏو شاعر ۽ وڏو طبيب هو. طب تي سندس لکيل ڪتاب باز نامو جنهن ۾ بازن ۽ بازداري خواہ انهن جي علاج معالجي بابت لکيل آهي، ۽ طب دائودي جنهن جو قديم نسخو پير پاڳاري جي ڪتب خاني ۾ آهي، مشهور آهن. (27)

### 8. نامہ نغز :

تاريخ جو هي فارسي ۾ لکيل ڪتاب ميان نور محمد جي دؤر ۾، خداآباد ۾ لکيو ويو. هي ڪلهوڙن جي دؤر متعلق منظوم تاريخ آهي. هن جو لکندڙ باغ علي نالي آهي، جنهن جو تخلص ”خائف“ آهي. هن تاريخ جي تعارف متعلق سيد حسام الدين راشدي لکي ٿو تہ ”مثنوي نامہ نغز. ڪلهوڙن جي تاريخ ۾ باغ عليءَ سنڌي جي تصنيف (1155هہ) آهي ۽ رڳو اهوئي هڪ سنڌي مصنف جو لکيل ماخذ آهي، جنهن ۾ سنڌ تي نادر جي چڙهائي جو نهايت مفصل ۽ چشم ديد احوال. ڏنو ويو آهي. انهيءَ واقعي کان علاوه بہ نادر شاهہ متعلق منجهس تمام گهڻو مواد موجود آهي. ڪتاب جو واحد نسخو سنڌ جي قومي ڪتب خاني ۾ محفوظ آهي، جنهن تان ورتل هڪ نقل سنڌي ادبي بورڊ جي ذخيري ۾ آهي.

فني لحاظ کان نامہ نغز ۾ ڪابہ خوبي ڪانہ آهي، بلڪ سون سقمن سان پريل آهي. شعر بي مزي، جا بجا غلط، سڪتو ۽ ٻيا اڪيچار شاعرانہ عيب، ليڪن مضمون جي لحاظ کان ڪتاب نهايت بيش قيمت آهي. ڇاڪاڻ تہ ڪلهوڙن متعلق منجهس جيڪي ڪجهہ ملي ٿو، سو ٻئي ڪنهن بہ تاريخ يا ڪتاب ۾ موجود نہ آهي.... مثنوي جي تڪميل ۾ مصنف کي ٽي ورهيہ لڳا. 1155هہ ۾ اگرچہ هن ڪتاب مڪمل ڪيو، ليڪن چند سالن بعد تائين بہ ڪن واقعن جا منجهس اضافا ڪندو رهيو. مثنوي ۾ نادر شاهہ متعلق گهڻو ئي احوال ڏنو ويو آهي.“ (28)

وري ٻئي هنڌ پير صاحب انهيءَ متعلق لکيو آهي تہ نامہ نغز مصنف باغ علي خائف، شاهنامي ۽ سڪندر نامي جي طرز تي ڪلهوڙن جي دور جي تاريخ نظم ۾ آهي. مصنف ميان نور محمد (متوفي 1167ع) جي زماني ۾ سال 1155هہ ۾ هي ڪتاب تصنيف ڪيو. پاڻ لکي ٿو.

بہ عهد خدايار خانِ شيرنر، سپهدارِ عباسي ناموراً

هزار وصد وسال و پنجاهہ پنج، کشيدمر سہ سال اندرين نامہ رنج

انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو تہ مصنف 1153ھہ ۾ لکڻ شروع ڪيو ۽ 1155ھہ ۾ ان کي لکي ختم ڪيو. پڙهڻ مان معلوم ٿئي ٿو تہ مصنف 1155ھہ کان پوءِ جي واقعات جو بہ ان ۾ اضافو ڪندو رهيو آهي. جيئن تہ نادر شاهہ ايراني جي قتل (1160ھہ) تيئڻ جو احوال بہ انهيءَ ۾ موجود آهي. ڪتاب ۾ ڪل 16249 اشعار آهن ۽ ڇئن بابن ۾ ورهايل آهي. هي ڪتاب ڪلهوڙن جي دؤر تي مستند دستاويز جي حيثيت رکي ٿو. نادر جي حملي ۽ ايرانين جي لٽ ڦر جا اکين ڏٺا احوال منجهس ڏئن ويا آهن. شعر اگرچہ ڪمزور آهي، مگر تاريخي واقعات انهن اوڻاين تي پردو وجهي ڇڏين ٿا." (29)

هن ڪتاب جي اهميت ۽ اندروني ڪيفيت متعلق غلام رسول مهر لکي ٿو تہ "نامہ نغز ميان نور محمد خان جي سرپرستي ۾ مرتب ٿيو ۽ انهيءَ ۾ جابجا ميان صاحب، ان جي فرزندن ۽ سالارن جي مدح ۽ تعريف ڪئي ويئي آهي، هي شاهنامي ۽ سڪندر نامي جي طرز تي ڪلهوڙن جي هڪ منظوم تاريخ آهي. باغ علي تخلص خائف. هن کي ميان نور محمد خان جي عهد ۾ مرتب ڪيو، سنہ 1155ھہ ۾ هن جي ترتيب کي ٽي سال گذري چڪا هئا، ليڪن هن ۾ ڪانجي ۽ تاجن منڌري جي جنگ، نادر شاهہ جي وفات، هندستان تي افغانن جي حملي ۽ ميان نور محمد خان جي طرفان افغان دربار ۾ سفارت موڪلڻ جو ذڪر بہ آهي. انهيءَ ڪري سمجهڻ کپي تہ مصنف 1155ھہ کان پوءِ بہ چند سال انهيءَ جي ترتيب ۾ مصروف رهيو. منهنجي اندازي مطابق هن جا ڪل شعر 6249 آهن. هي ٽن حصن ۾ ورهايل آهي..... ڪتاب جي سرسري ڪيفيت جي پيش نظر انهيءَ کي حقيقي معنيٰ ۾ ڪلهوڙن جي تاريخ قرار ڏيڻ سراسر غلط آهي. زيادہ کان زيادہ اهو چئي سگهجي ٿو تہ انهيءَ دور جي چند خاص واقعن جو هڪ سرسري خاڪو آهي. انهيءَ ۾ جابجا ڪلهوڙن جو ذڪر بہ اچي ويو آهي. شعر نهايت معمولي آهي، زبان عاميانہ. ڪجهہ شعر قاعدي جي لحاظ کان غلط آهن. جتي جنگين جو احوال ڏنو ويو آهي، انهيءَ ۾ اهڙي حالت پيدا ڪري ڇڏي اٿس جو پڙهندڙ تہ هڪ طرف خود انهن جنگين ۾ شامل ماڻهو بہ ڪوشش جي باوجود صحيح حالتن جو اندازو مشڪل سان ڪري سگهندا. هن ڪتاب ۾ چند اهڙن واقعن جو احوال مليو آهي، جيڪي ٻئي ڪنهن بہ

ڪتاب ۾ نہ آهن. ليڪن نامہ نغز ڪلهوڙن متعلق هڪ عام ماخذ آهي. انهيءَ مان تمدني ۽ مجلسي حالتن جو بہ ڪوئي اندازو نٿو ملي. مصنف کي مجلس آرائي جي ضرورت ڪيترا ڀيرا پيش آئي آهي ۽ هن هر ڀيري هڪ نئي ڍنگ اختيار ڪيو آهي، مثلن ميان نور محمد خان ويٺي ٿو، آسپاس ميان صاحب جا صاحبزاده ۽ اقربا ۽ پوءِ وڏا وڏا جرنيل." (30)

## 9. نگيران سنڌ يا جغرافيہ سنڌ :

هي ڪتاب سنڌ جي تاريخ متعلق ميان عطر خان ڪلهوڙي مرتب ڪرايو. هن ڪتاب جي تعارف ۾ پير حسام الدين راشدي لکيو آهي تہ "هن ڪتاب جو صحيح نالو معلوم ٿي ڪونہ سگهيو آهي. برادرم مڪرم مولائي شيدائي تازو مونکي اطلاع ڏنو (الوحيد جي ذريعي) تہ اهو ڪتاب ميان نور محمد جي فرزند عطر خان ٻارهن جلدن ۾ تصنيف ڪرايو هو ۽ هر هڪ جلد جدا جدا عنوانن جي هيٺ آهي، مثلن هڪ جلد سياسي تاريخ تي، هڪ جلد جاگرافي تي ۽ هڪ جلد سنڌ جي قومن تي، وغيره وغيره. اهڙيءَ طرح اهي ٻارهن جلد گويا سنڌ جي تاريخ لاءِ اڪثر ۽ عظيم الشان سرمايو آهن. مولائي شيدائي صاحب کي اهو اطلاع مسٽر علي محمد سيال ڪان مليو، جنهن صاحب اهو ڪتاب ميرپور خاص طرف ڪنهن بزرگ وٽ پاڻ ڏٺو هو ۽ اهو سمورو ڪتاب پنڊت موهن لال لالا سيوستاني جي هٿ اکرين هو، جيڪو صاحب ميان عطر خان جو منشي، ڪاتب ۽ درباري هو. اهو صاحب نہ فقط خوشخط هو، بلڪ ساڳئي وقت مصنف بہ هو.... تاريخ سنڌ جي سلسلي ۾ خدا ڪري جو هيءُ ڪتاب ملي وڃي ۽ ان کي شايع ڪري سگهجي. انهيءَ ڪتاب جو نالو نگران سنڌ چيو وڃي ٿو، مون کي اهو نالو غلط معلوم ٿئي ٿو. (31)

هن ڪتاب متعلق ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو لکي ٿو تہ "ميان عطر خان، ائين اڪبري جي نموني تي ٻارهن جلدن ۾ نگيران سنڌ يعني سنڌ جي حڪمرانن جي تاريخ مرتب ڪرائي هئي، جنهن ۾ سنڌ جي تاريخ سان گڏ سنڌ جي ولين جو ذڪر ڪيل آهي. سنڌ جا قصا ڪهاڻيون بہ محققانہ انداز ۾ آيل آهن. هن تاريخ ۾ پنڊت موهن لال لالا سيوستاني جو وڏو هٿ هو. (32)

ياد رکڻ گهرجي تہ هن فارسي تاريخ جو قلمي نسخو ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي ذاتي لائبريري ۾ لاڙڪاڻي ۾ موجود آهي.

# حوالا ۽ واڌارا

1. غلام رسول مهر : "تاريخ سنڌ جلد ڇهون ڪلهوڙا دؤر" پاڱو پيو (اردو)، ڇاپو پهريون، 1958ع، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، صفحو 1080.
2. مير حسن علي ٽالپر : "سنڌ جو شاهنامون يا ڪلهوڙن جي هار"، ڇاپو پيو، 1952ع، مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد، صفحو 102، 103.
3. نظام الدين ڪوسو : "يادن جا ديرا، ڪوسن جا پيرا"، سال 1974ع، امين الملت اڪيڊمي عزيز آباد جيڪب آباد، صفحو 41.
4. ڊاڪٽر غلام محمد لاکو: "ارڙهين صدي ۾ سنڌ جي اقتصادي جوڙجڪ ۽ ادارن جو مطالعو" (قلمي)، صفحو 253.
5. ساڳيو حوالو، صفحو 253.
6. تاريخ سنڌ جلد ڇهون، ڪلهوڙا دؤر، پاڱو پيو، صفحو 976.
7. ميان نور محمد خان : "منشور الوصيت و دستور الحڪومت" (مرتب: سيد حسام الدين راشدي) ڇاپو پهريون 1964ع، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، صفحو 15 - 16، متن.
8. ميان نور محمد خان: "منشور الوصيت و دستور الحڪومت" (سنڌي ترجمو) مترجم عبدالرسول قادري بلوچ، ڇاپو پهريون 1996ع، ڪلهوڙا سيمينار ڪميٽي ڪراچي، صفحو 61 - 62.
9. تاريخ سنڌ جلد ڇهون، ڪلهوڙا دور پاڱو پيو، صفحو 976.
10. ٽوپڻ مل : "تاريخ سنڌ" (فارسي - قلمي) صفحو 82، بحوالہ تاريخ سنڌ، جلد ڇهون، ڪلهوڙا دؤر پاڱو پهريون (اردو)، از غلام رسول مهر، ڇاپو پهريون 1958ع، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، صفحو 562.
11. ارڙهين صدي ۾ سنڌ جي اقتصادي جوڙجڪ ۽ ادارن جو مطالعو، صفحو 254.
12. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: "باقيات از ڪلهوڙه" ڇاپو پهريون 1996ع،

ڪلهوڙا سيمينار ڪميٽي ڪراچي، صفحو 7 – 8، پيش لفظ.

نوٽ: هي ڪتاب "حسن اداي انتخاب"، ڪتاب "باقيات ازاحوال ڪلهوڙه" جي مجموعي ۾ پهرئين نمبر تي صفحي 15 کان 36 تي ڇپجي چڪو آهي.

13. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: "رهاڻ هيرن ڪاڻ" جلد چوٿون، ڇاپو پهريون 2003ع، نيو فيلڊس پبليڪيشنس حيدرآباد، صفحو 8 – 9.

14. سيد حسام الدين راشدي "ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون" ڇاپو پهريون، سال 1981ع، انجمن تاريخ سنڌ ڪراچي، صفحو 740.

15. منشور الوصيت و دستور الحڪومت، صفحو 02، تعارف.

16. تاريخ سنڌ جلد ڇهون، ڪلهوڙا دؤر، ڀاڱو پهريون (اردو)، صفحو 544 – 545.

17. تاريخ سنڌ، جلد ٻيون (اردو)، صفحو 449.

18. تحقيق نمبر 7، اردو شعبو، سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو، صفحا 438 ۽ 446.

19. تاريخ سنڌ، جلد ڇهون ڪلهوڙا دور، ڀاڱو پهريون، صفحو 541.

20. تاريخ سنڌ، جلد ڇهون ڪلهوڙا دؤر، ڀاڱو ٻيون، صفحَ 1014 ۽ 1018.

21. ڊاڪٽر ظهور الدين احمد: "پاڪستان ۾ فارسي ادب"، جلد ٽيون، ڇاپو پهريون 1977ع، اداره تحقيقات پاڪستان، پنجاب يونيورسٽي لاهور، صفحو 840– 841.

22. ارڙهين صدي ۾ سنڌ جي اقتصادي جوڙجڪ ۽ ادارن جو مطالعو، صفحو 287.

23. تاريخ سنڌ، جلد ڇهون ڪلهوڙا دؤر، ڀاڱو ٻيون، صفحو 1020.

24. ڊاڪٽر عارف نوشاهي جو ڊاڪٽر غلام محمد لاکي، ڏانهن لکيل خط، تاريخ 27 جولاءِ 1998ع.

25. روزانه مهراڻ، خاص نمبر 1957ع.

26. نياز همايوني : "سنڌ جي طبي تاريخ" جلد ٻيون، ڇاپو پهريون 1976ع، سنڌ سائنس سوسائٽي ڄامشورو، صفحو 591 ۽ 595.

27. ڊاڪٽر اديب انقلابي، "سنڌ جا عظيم ويڄ"، ڇاپو پهريون 1993ع، سنڌ تحقيقي بورڊ حيدرآباد، صفحو 77.

28. منشور الوصيت و دستور الحڪومت (فارسي)، صفحو 17 - 18 ۽ صفحو 26.

29. ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون، صفحو 736 - 737.

30. تاريخ سنڌ جلد ڇهون، ڪلهوڙا دور ياڱو پهريون، صفحو 9 - 11، ۽ 58.

31. ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون، صفحو 740.

32. ٽه ماهي مهراڻ، نمبر 4، سال 1986ع، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، صفحو 66 حاشيه.

# خداآباد ۾ اديبن، شاعرن ۽ عالمن جي آمد

**امام راشدي**

خداآباد سنڌ جو هڪ اهڙو عظمت پريو قديم ۽ تاريخي شهر آهي، جنهن کي تاريخ ۾ نهايت شاندار حيثيت حاصل آهي. هي تاريخي، ثقافتي ۽ علمي، ادبي شهر آهي، جنهن کي ڪلهوڙن جي مايہ ناز هستي ميان يار محمد ڪلهوڙي اڏايو ۽ ان کي سنڌ جو تختگاهہ بڻايو. هن شهر تاريخ جا ڪيئي لاها چاڙها ڏٺا آهن. جتي هن شهر جي شان و شوڪت جا ڳڻ ڳاتا ويا آهن، اتي هن کي سخت نقصان بہ رسيا آهن. پوءِ بہ پاڻ بچائيندي خداآباد تاريخ جي صفحن تي تہ امر بڻجي ويو آهي، پر موجوده دؤر ۾ سندس شان ۽ مان جا بہ عظيم يادگار موجود آهن. جي خداآباد جي عظمت پري ساک جو ڏس ڏين ٿا: هڪڙي آهي جامع مسجد ۽ ٻيو ميان يار محمد ڪلهوڙي جو مقبرو!

خداآباد سن 1701ع ۾ قائم ٿيو ۽ اڌ صديءَ تائين سنڌ جو تختگاهہ بڻيل رهيو. جغرافيائي لحاظ کان خداآباد جنهن هنڌ تي قائم آهي، اهو ڏاڍو خوشحال علائقو آهي. خداآباد جي پسگردائيءَ ۾ علم جا بيشمار مرڪزي شهر موجود هئا، جن ۾ سيوهڻ، پاٽ، بوبڪ، سن ۽ ٻيا شهر شامل آهن. پر خداآباد جي اهميت انڪري وڌي آهي جو اها سنڌ جو دارالحڪومت هئي. ميان يار محمد ڪلهوڙي ۽ ميان نور محمد ڪلهوڙي هن شهر جي وقار کي هميشہ بلند رکيو. ڊاڪٽر غلام محمد لاکو لکي ٿو تہ:

”يار محمد ۽ نور محمد خداآباد ۾ رهندي، ملڪي سياست ۾ اهم ڪاميابيون ماڻيون. سبي ۽ گنجابي تي هتان ويهي حڪم هلايو ويو. نور محمد خداآباد ۾هو جو ڪيس 1150هہ/ 1737ع ۾ نئين صوبي ملڻ جي خوشخبري ملي. هن شهر ڪافي سياسي تبديليون ڏٺيون. وقت جا وڏا وڏا-

عالم، شاعر ۽ اديب ڪنهن نہ ڪنهن مطلب سان خداآباد ۾ پهتا. ڪي هت فوت ٿيا ۽ ڪي مقصد ماڻي واپس ٿيا." (1)

حڪمرانن هن شهر جي سينگار تي خاص ڌيان ڏنو ۽ ڪيترائي ڪارناما سر انجام ڏنا. سنبي ۽ نئي تي قبضي وارا پروگرام بہ هتي ٺهيا، تہ سنڌ جي آبپاشيءَ ۽ عوام جي ڀلائيءَ جون رٿون پڻ هتي ئي جڙيون. ڪلهوڙا پاڻ بہ علم ۽ ادب سان وابستہ رهيا تہ عالمن ۽ اديبن ۽ شاعرن جا قدردان بہ هئا. علم جي سرپرستي بہ ڪندا رهيا ۽ فارسي ادب جي وڏي آبياري ڪيائون. جيئن تہ هي شهر علم، ادب، ثقافت ۽ سياست جو ڳڙهہ رهيو آهي، تنهن ڪري عالمن، اديبن ۽ شاعرن جي توجهہ جو پڻ خاص مرڪز رهيو آهي. شاعرن جون محفلون هجن يا عالمن ۽ اديبن جو چوپاريون. خداآباد ان معاملي ۾ اڳڀري رهي آهي. علم جي هن مرڪزي شهر ۾ نہ فقط سنڌ جا شاعر، اديب ۽ تاريخ نويس ايندا رهيا پر ٻاهران ايران ۽ هندستان کان بہ انهن جي آمد جاري رهي. هتي انهن شاعرن، اديبن، عالمن ۽ تاريخ نويسن جو ذڪر ۽ تعارف پيش ڪري رهيا آهيون، جيڪي ڪنهن نہ ڪنهن حوالي سان خدا آباد ۾ آيا. ڪن ادب ۽ شاعريءَ جي آبياري ڪئي، تہ ڪن وري حاڪمن جي شان ۾ قصيدا چئي پنهنجا مقصد ۽ مطلب حاصل ڪيا - ڪيترن هتي ويهي تاريخ قلمبند ڪئي تہ ڪن وري هتي ئي سڪونت اختيار ڪئي.

## مير علي شير قانع:

مير علي شير قانع سنڌ جي تاريخ ۾ غير معمولي حيثيت رکندڙ تاريخدان آهي. هو هڪ ئي وقت تاريخ نويس، شاعر ۽ عالم هو. سندس لکيل سنڌ جي تاريخ جو شاهڪار ڪتاب "تحفتہ الڪرام" ادب جي دنيا ۾ معتبر حيثيت جو حامل آهي. مير علي شير قانع 1140هہ ۾ ڄائو. ان وقت ميان نور محمد ڪلهوڙو سنڌ جو حاڪم هو ۽ کيس مسند تي ويهي ڏهاڪو سال ٿيا هئا. ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جو سمورو دؤر سندس آڏو رهيو ۽ پاڻ ميان صاحب جي دربار سان بہ منسلڪ رهيو. هونئن بہ مير صاحب جي وڏڙن جو تعلق پڻ هن حڪمران گهراڻي سان ڏسجي ٿو. خود سان سموري خاندان جا خوشگوار تعلقات رهيا آهن. پير حسام الدين راشدي لکي ٿو تہ.

" سندس تعلقات ملازم ٿيڻ کان اڳ انهيءَ گهراڻي سان جهڙي طرح خوشگوار هئا، اهڙيءَ ريت پوءِ بہ رهيا، جنهن جي تصديق اسان کي انهن فرمانن

۽ سندن مان ملي ٿي، جيڪي وقت بہ وقت وظيفن، تنخواهن ۽ مزروعہ زمينن جي سلسلي ۾ مير صاحب کي انهيءَ خاندان طرفان ملندا رهيا." (2)

مياڻ غلام شاه ڪيس پنهنجي خاندان جي تاريخ لکڻ جو ڪم سونپيو هو. پير حسام الدين راشديءَ لکيو آهي تہ،

"انهيءَ روشن دماغ بادشاه، مير علي شير کي پنهنجي خاندان جي تاريخ نويسيءَ لاءِ پاڻ وٽ رکيو ۽ مير صاحب "شاهنامہ" جي طرز تي فارسي نظم ۾ ۽ ٻي مفصل تاريخ نثر ۾ لکڻ شروع ڪئي. سندس تقرر تاريخ نويسيءَ جي عهدي تي 1175هہ ۾ ٿيو، ۽ مير صاحب ٺٽي کان خداآباد هليو ويو. اهو معلوم نہ ٿي سگهيو تہ مير صاحب ميان غلام شاه جي دربار سان ڪيتري وقت تائين وابستہ رهيو، ليڪن جنهن صورت ۾ مير صاحب پنهنجون ٻئي تصنيفون مڪمل ڪري نہ سگهيو، تنهنڪري خيال آهي تہ شايد چند سال يا ڪجهہ عرصو مير صاحب، ميان صاحب غلام شاه جي دربار ۾ رهي، وري ٺٽي واپس موٽي آيو." (3)

اها حقيقت آهي تہ، مير صاحب ڪلهوڙا خاندان بابت " تاريخ عباسيہ" نالي ڪتاب ٻن جلدن ۾، سن 1175هہ ۾ لکڻ شروع ڪيو، پر انهن کي مڪمل ڪري نہ سگهيو. ڪيس انهن کي مڪمل ڪرڻ جو خيال آخر تائين رهيو. مير صاحب خداآباد ۾ جيڪو وقت رهيو علمي ڪم ڪار ۾ مشغول رهيو، ڪيترن ئي شاعرن ۽ اديبن سان ملاقاتون ۽ رهاڻيون ڪيائين. انهن جو گهڻو ذڪر "مقالات الشعراءِ" "تحفتہ الڪرام" ۽ ٻين ڪتابن ۾ ملي ٿو.

مير علي شير قانع خداآباد ۾ شاعرن ۽ اديبن جي توجهہ جو مرڪز رهيو. پاڻ ڪلهوڙا دؤر جو اهم مورخ آهي. سندس تصنيفون سنڌ جو روح آهن. ڪلهوڙن جي دؤر تي وڏي ۾ وڏو ۽ اهم مواد فقط قانع جي ڪتابن جي ئي ڪري اسان تائين پهتو. اها ڪلهوڙا دؤر جي وڏي خوشقسمتي آهي جو هڪ طرف عظيم سنڌي شاعر حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رح پيدا ٿيو ۽ ٻئي طرف لافاني تاريخدان مير علي شير قانع ڄائو. هنن ٻنهي هستين جي ڪري ڪلهوڙا دور جي ادبي تاريخ کي وڏي اهميت حاصل آهي. حقيقت ۾ هي ٻئي ڪلهوڙا دؤر جا اهم ستون آهن.

## حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رح:

سنڌ جي سدا حيات شاعر حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رح جا ڪلهوڙن سان خوشگوار تعلقات رهيا آهن. ميان نور محمد جي شاه سان ملاقات ۽

ڪيس مثنويءَ جو تحفو پيش ڪرڻ، مائي گلان کي دعا ڪرڻ ۽ ميان غلام شاهه جي ڄمڻ واريون روايتون ۽ حقيقتون ٻنهي جي تعلقات جي ثابتي آهن. تاريخي لحاظ کان اهو ثابت آهي تہ شاهه رحہ خداآباد ۾ آيو هو. شاهه صاحب ۽ ميان نور محمدّ جي ملاقات خداآباد ۾ سمجهڻ گهرجي. مرزا قليچ بيگ لکيو آهي تہ: "هڪڙي ڏينهن ميان نور محمد ڪلهوڙي شاهه صاحب ڏي دعوت ڇوائي موڪلي ۽ ملاقات جو شوق ظاهر ڪيائين. پوءِ شاهه صاحب نهرايل ڏينهن تي وٽس ويو." (4)

شاهه لطيف جي خداآباد ۾ اچڻ واري هڪ ٻي روايت اها بہ ملي ٿي تہ، شاهه صاحب جڏهن ملتان ڪان درياهہ رستي ٻيڙين تي شاهه عبدالڪريم بلڙي واري جي مقبري جي تعمير لاءِ سامان ڪنيو پئي آيو، تڏهن خداآباد ۾ بہ لٿو هو. مرزا قليچ بيگ لکيو آهي تہ، "شاهه صاحب جي قبي لاءِ ڪاشيءَ جي سرن آڻڻ ڪاڻ ملتان ڏي ويو ۽ اتان ڳچ جيترو سامان وٺي، سکھو ئي موٽي درياءَ جي رستي، ٻيڙيءَ ۾ تي آيو. جڏهن خداآباد وٽ آيو تڏهن ساهي ڪٽڻ لاءِ اتي ٻيڙي جهلياٿون ۽ اتي لنگر لاهي پيا. شهر جي ماڻهن جو شاهه صاحب جي اچڻ جو ٻڌو، سي چلنگين جون چلنگيون دعا ڪرڻ ۽ ملاقات ڪرڻ پئي ويا." (5)

اهڙيءَ طرح هڪ ٻي روايت بہ بيان ڪئي ويندي آهي تہ شاهه لطيف جڏهن ملتان ڪان ٻيڙين رستي موٽيو ۽ خدا آباد ۾ لٿو، تڏهن ميان نور محمد ڪيس مؤتين جيّ معجون جي دٻلي تحفي ۾ موڪلي، جيڪا شاهه صاحب درياءَ ۾ اڇلرائي ڇڏي.

تاريخي طور تي ڪيترين ئي روايتون ۽ شاهديون موجود آهن، جن جي روشنيءَ ۾ اها ڳالهہ بلڪل عيان ٿي وڃي ٿي تہ شاهه لطيف هن خدا آباد ۾ آيو هو ۽ هتيءَ ير پاسي ۾ ڪن بزرگن سان ملاقات بہ ڪيائين تہ، ڪن جي مزارن تي بہ ويو. ڊاڪٽر لياقت مگسي پنهنجي ڪتاب، "خداآباد جي سياسي، سماجي ۽ معاشي حيثيت" ۾ اها ڳالهہ لکي آهي تہ:

"تلاءَ يا مسجد جي اتر ۾ ڪجهہ جاين جا ڦٽل نشان موجود آهن، جن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اهو ميان صاحب جو ريسٽ هائوس هو. جتي نماز پڙهي اتي ڪجهہ وقت ويهي ٻاهرين ماڻهن سان ملاقاتون ڪندو هو، ۽ اتي پڻ ٻاهرين پرڳڻن جي ماڻهن کي ترسايو ويندو هو."

ان جي ير سان گل شاهه پير بہ رکيل آهي، جنهن لاءِ روايت آهي تہ پير گل شاهه ڀٽائي صاحب جو همعصر هو، جنهن جي ميان صاحب ڏاڍي عزت ڪندو

هو. شاھ عبداللطيف ڀٽائي صاحب جڏھن خداآباد آيو تہ اتي اچي انهيءَ بزرگ وٽ قيام ڪيو ھئائون" (6)

مگسي صاحب ساڳئي ڪتاب ۾ اڳتي بہ ھڪ ٻئي بزرگ ۽ ڀٽائي سرڪار جي ملاقات واري روايت درج ڪئي آھي. ھو لکي ٿو تہ:

"امير پير راجل وير جيڪو ان وقت جو تمام وڏو بزرگ ۽ عالم ٿي گذريو آھي، سو پاڻ ٻيلاٽي پنھور ھو. جنھن جي درگاھہ اڄ بہ اميناٽين ۾ موجود آھي، جتي ميلو لڳندو آھي. ھن کي ھندو توڙي مسلمان مڃيندا آھن. ھن لاءِ روايت پڻ آھي تہ ڀٽائي صاحب جڏھن خداآباد آيو ھو، تڏھن ھڪ رات امير پير وٽ ترسيو ھو." (7)

تاريخي اعتبار کان اھا ڳالھہ تسليم ٿيل آھي تہ "خداآباد" جي نالي سان ڪلهوڙن جا ٻہ تختگاھہ ھيا. ھڪ خدا آباد اول ۽ ٻي خداآباد ثاني. خداآباد اول دادوءَ جي پرسان ۽ خداآباد ثاني ھالن جي نزديڪ آھي. ڪن تاريخدانن جو رايو آھي تہ شاھہ لطيف خداآباد ھالن واريءَ ۾ آيو ھو. جڏھن تہ تاريخ شاھد آھي تہ خداآباد ھالن واري 1188ھہ ۾ تعمير ٿي ۽ شاھہ عبداللطيف ان کان گھٽو اڳ 1165ھہ ۾ فوت ٿي چڪو ھو.

اصل ۾ ھن بحث کي پيش ڪرڻ وارو پروفيسر محبوب علي چنا ھو، جنھن پنھنجي مقالي (خداآباد) ۾اھو بحث ڪيو آھي. ڊاڪٽر غلام محمد لاکي اُن باري ۾ وضاحت سان لکيو آھي تہ:

"چنا صاحب شاھہ عبداللطيف ۽ خداآباد جي موضوع تي جيڪو بحث ڪيو آھي، ان جو مطلب ھي ڏسجي ٿو تہ ڀٽائي رحہ ھالن واري خداآباد ۾ آيو ھو ۽ نور محمدؒ سان سندس ميل ملاقات ھتي ٿي. حقيقت ۾ ھي سڄو بحث تاريخي طور تي انتھائي مضحڪ خيز آھي، ڇو تہ خداآباد ھالن واري سن 1188ھہ / 1774ع ۾ تعمير ٿي ۽ شاھہ عبداللطيف ان کان گھٽو اڳ سن 1165ھہ / 1751ع ۾ فوت ٿيو." (8)

انھن روايتن ۾ واقعن مان اھو واضح ٿي وڃي ٿو تہ، شاھہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ ھن خداآباد ۾ آيو ھو ۽ ھتي ئي مياڻ نور محمد سان ۽ ٻين بزرگن سان ملاقاتون رھيون. بھر حال ھن خداآباد کي اھو شرف حاصل آھي تہ لطيف سائينءَ پنھنجا قدم مبارڪ ھن سر زمين تي گھمايا آھن.

## باغ علي خائف:

باغ علي خائف، ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دربار سان وابسته هيو ۽ ميان صاحب جي ئي چوڻ تي مشهور تاريخ ” نامئہ نغز“ 1155ھ ۾ لکيائين، جيڪو ڪلهوڙن جي دؤر بابت پهريون ڪتاب آهي. باغ علي خائف متعلق تاريخون خاموش آهن تہ، هو ڪڏهن ڄائو ۽ ڪڏهن فوت ٿيو؟ مير علي شير قانع بہ هن کي نظر انداز ڪيو آهي. هو واحد سنڌي مصنف آهي جيڪو نادر شاهه جي سنڌ تي حملي جو اکين ڏٺو شاهد آهي ۽ سندس لکيل تاريخ مان کي اهڙا پهلو ملن ٿا، جي ٻي ڪنهن تاريخ ۾ ڪونهن. ان مان ڪلهوڙن جي دؤر کي سمجهڻ ۾ آساني ٿي آهي. اها تاريخ نظم ۾ ”شاهنامي“ ۽ ” سڪندر نامي“ جي طرز تي لکيل آهي. هيءَ ڪلهوڙن جي پهرين تاريخ آهي جيڪا خدا آباد ۾ لکي وئي. هي ڪلهوڙا دؤر جو شاهڪار آهي ۽ ادب جي دنيا ۾ وڏي اهميت رکي ٿو. مورخ سنڌ پير حسام الدين راشديءَ ”نامئہ نغز“ بابت لکيو آهي تہ: ”فني لحاظ کان“ ”نامئہ نغز“ ۾ ڪا بہ خوبي ڪانہ آهي. بلڪ سَون سقمن سان ڀريل آهي. شعر بي مزي، جابجا غلط، سڪتو ۽ ٻيا اڪيچار شاعرانہ عيب - ليڪن مضمون جي لحاظ کان ڪتاب نهايت بيش قيمت آهي، ڇاڪاڻ تہ ڪلهوڙن متعلق منجهس جيڪي ڪجهہ ملي ٿو، سو ٻيءَ ڪنهن بہ تاريخ يا ڪتاب ۾ موجود ڪونہ آهي.“ (9)

باغ علي خائف، خداآباد ۾ رهندي جيڪو علمي ڪم ڪيو اهو مثالي حيثيت رکي ٿو. حقيقت ۾ باغ علي خائف کي خداآباد سان ڏاڍو پيار هو. هن خداآباد جي شان و شوڪت ۽ سونهن جو ذڪر هنن لفظن ۾ ڪيو آهي،

> هـــوا خوشـــدل و باغبـــان دلپذيـــر
> خـدا آبـــاد شـــهر اســـت جنـــت نظيـــر

ترجمو: هن جي هوا دل کي خوش ڪري ٿي ۽ هن جا باغ دل وندرائيندڙ آهن، خداآباد سچ پچ تہ جنت جو نمونو آهي.

نہ صرف ايترو، پر خداآباد جي جامع مسجد بابت سندس ويچار هن ريت آهن.

”جڏهن هي مسجد جوڙي وئي تہ منجهس نقاشيءَ جو ڪم نهايت عمدو ڪيو ويو. قبو ايترو بلند نهرايو ويو جو آسمان سان وڃي مليو. چنساليءَ جي ڪم ۾ شنگرف گهڻو استعمال ڪيو ويو. هن کي بيت المقدس تہ ٿئو چئي

سگهجي، پر اتي هر وقت ذڪر تيندو رهي ٿو. نحو ۽ صرف جا استاد عربيءَ جي تعليم ۽ تدريس ۾ مشغول آهن. صحيح بخاري پڙهائي وجي ٿي. حافظ قرآن جي تلاوت ڪندا رهن ٿا ۽ ذاڪر تسبيح ۾ مصروف آهن." (10)

## منشي عبدالرؤف:

منشي عبدالرؤف سهتو ڪلهوڙن جو خاص منشي ۽ بلند پايہ اديب هو. حقيقت ۾ ڪلهوڙن جي دربار ۾ سرڪاري ڪم ڪار اڪلائڻ لاءِ منشي رکيا ويندا هئا، جيڪي بادشاهن ۽ عملدارن کي خط لکندا هئا. انهن مان منشي عبدالرؤف کي خاص اهميت حاصل آهي. هي پهريان بختيار خان وٽ ملازم رهيو. بعد ۾ ميان يار محمد ڪلهوڙي جي ملازمت ۾ گهڙيو. انشاءَ جي فن جو تمام وڏو ماهر هو. هو خداآباد ۾ مامور رهيو ۽ اتي ئي خطن جا ٻہ مجموعا مرتب ڪيائين. هڪڙو "گلدستئہ نورس بهار" ۽ ٻيو "گلدستئہ هميشہ بهار" انهن ٻنهي مجموعن کي معتبر حيثيت حاصل آهي.

مير علي شير قانع "تحفتہ الڪرام" ۾ هن جون مختلف ذاتيون ڄاڻايون آهن. قانع لکيو آهي تہ:

"..ڪن جي چوڻ موجب هتان جو هو ۽ ڪن جي چوڻ موجب هنگورجن جو. بهرحال سهتن جي قوم جو ٿو ٻڌجي. انشا جي فن ۾ پنهنجي وقت جو بينظير هو. پهريائين خانپور ۽ سيويءَ جي حاڪم بختيار خان ۽ پوءِ نواب خدا يار خان جي سرڪار جو ملازم ٿي، منشين جو سر گروه ۽ وزيرن جي لسٽ ۾ داخل رهي ڪري گذاري ويو. سندس انشاءَ ڪيترن جلدن ۾ رائج ۽ اڄ ڪالهہ جي منشين جو دستور العمل آهي." (11)

وري ٻئي هنڌ لکي ٿو تہ:

"اصل قوم جو واڍو هو. هن بلاغت جي رندي سان فصاحت جي ڦرهيءَ کي خوب لسو ڪري، ڪمال جي نقشن سان چٽيو هو. شاهجهان جي ڏينهن جي پڇاڙي ۽ عالمگير جي زماني جي ابتدا ۾ ٺٽي جي حاڪمن وٽ منشيگيريءَ ۾ مشهور معروف ٿيو. هو سٺو خوشنويس هو...." (12)

منشي عبدالرؤف 1140هہ ۾ فوت ٿيو. سندس ڏوهٽي عبدالله کي هن جي جاءِ تي مقرر ڪيو ويو. ميان غلام شاھ جي دؤر ۾ منشي صاحب جو پاءُ محمد حفيظ منشيگيريءَ جي عهدي تي مقرر ٿيو.

## ابو تراب:

ابو تراب جو تعلق هندستان جي شهر مرادآباد سان هو. سندس والد جو نالو ديوان ابو احمد خان هو. جيڪو پهريائين دهليءَ ۾ محمد منعم خان وٽ ملازم هو ۽ پوءِ ڪلهوڙن جي دؤر ۾ ٺٽي ۾ ديوان جي عهدي تي مامور رهيو. پر ٻه سال ڪن سنڌ ۾ رهي 1148هه ۾ واپس وطن موٽيو ته رستي ۾ سن شهر جي پرسان فوت ٿي ويو. ابو تراب پيءُ جي وفات کان پوءِ خداآباد ۾ ميان نور محمد جي ملازمت ۾ چند سال رهيو. منجهس پيءُ جهڙيون ئي صفتون هيون. 1175هه ۾ وطن ڏانهن موٽيو ۽ بعد ۾ اتان ديوان گدومل سان لاهور ۾ رهيو. پر اتي سندس حالات درست نه رهيا.

## محمد پناه رجا:

محمد پناه رجا ٺٽي جو مشهور شاعر هو ۽ مير علي شير قانع جو دوست هو. رجا کي سنڌ جو ٽيون وڏو فارسي شاعر سڏيو ويو آهي. هو مير قانع جي استاد شاعر مير حيدر الدين ابو تراب "ڪامل" جو شاگرد هو. کيس ميان نور محمد جي وزير اعظم مير متاري جي سرپرستي حاصل رهي. "رجا" جي شاعريءَ ۾ ڪيترن ئي واقعن جو ذڪر ملي ٿو. خداآباد ۾ ايندي سندس ملاقات ڪيترن ئي شاعرن ۽ اديبن سان ٿي. تاريخي قطعه چوڻ ۾ وڏو ماهر هو. ميان صاحب جي ڪيترن ئي واقعن کي شاعريءَ ۾ قلمبند ڪيائين. مير علي شير قانع هن جو ذڪر تمام سٺن لفظن ۾ ڪيو آهي. لکيو اٿس ته:

"محمد پناهه، تخلص رجا، شعر ۾ جناب مير حيدرالدين ابو تراب تخلص "ڪامل" جو شاگرد، طبع جي لطف ۽ فڪر جي جدت جي بدولت شعر ۾ سهڻا نڪتا ڳولي ڪيندڙ ۽ تاريخ ڪڍڻ ۾ عجيب فڪر جو ڌڻي، نمڪين (مزيدار) ماٺهو ۽ مجلس جو مور آهي. فقيرن ۽ الله وارن سان معتقدانه روش رکي ٿو. هاڻي ٺٽي جي اندر شاعرن ۾ غنيمت آهي." (13)

## سليمان بيگ اسلم:

سليمان بيگ اسلم، ايران جو باشندو هو. کيس نادري تسلط جي زماني ۾ ايراني حڪومت جي طرفان خداآباد ۾ ميان نور محمد جي دربار ۾ موڪليو

ويو. سندس ڪم نادر شاهه جي نالي وارو خطبو پڙهڻ ۽ سڪي تي سندس نالو درج ڪرڻ جي نگراني ڪرڻ هو. مير علي شير قانع لکيو آهي تہ:

”هن جو نالو سليمان بيگ هو. نادر جي تسلط جي زماني جو آهي. نور محمد خان سرائي، جنهن کي خدا يار خان جو لقب مليل هو. تنهن وٽ خداآباد ۾ بہ - ٽي ڏينهن رهيو.“ (14)

سليمان بيگ ”اسلم“ خداآباد ۾ ٿورو وقت رهيو. جتي هن جي ملاقات مشهور شاعر محسن ٺٽوي سان ٿي. اسلم پنهنجو هڪ غزل امتحان خاطر تخميس لاءِ محسن کي ڏنو تہ، هن پنهنجي تخميس ۾ اسلم جي شعرن کي چمڪائي ڇڏيو. ”ديوانِ محسن“ ۾ چاٽايل آهي تہ، ”سليمان بيگ اسلم جي شاعريءَ جو نہ ايران ۾ ڪو مقام هو ۽ نہ هندستان ۾.“ (15)

## ميان عبدالواحد بوبڪائي :

ميان عبدالواحد، اصل ۾ بوبڪ جو هيو، بعد ۾ خداآباد ۾ اچي رهيو. وڏو عالم، نجوم ۽ رمل جو ماهر هو. خداآباد ۾ ڪيترن شاعرن، اديبن ۽ عالمن سان مليو هو. مير قانع فقط ايترو لکيو آهي تہ ميان عبدالواحد، وڏيءَ عمر جو پير مرد، حال جو صاحب، نجوم ۽ رمل جو ماهر پڻ اتي جو آهي. نادر شاهه وارن ڏينهن ۾ خداآباد ۾ ڏٺو هوم.“ (16)

## محمد محسن ٺٽوي :

محسن ٺٽوي، ٺٽي جو مشهور شاعر ٿي گذريو آهي. هو 1121هه ۾ ڄائو ۽ زندگيءَ جون پاڇيتاليهہ بهارون ماڻي 1163هه ۾ وفات ڪري ويو. سڄي عمر ٺٽي ۾ رهيو. سندس خانداني پيشو ريشم جو واپار ڪرڻ هو. 1153هه ۾ جڏهن ميان نور محمد جي پٽ ميان احمد يار خان جي خداآباد ۾ شادي ٿي، تڏهن ميان صاحب محسن کي ٺٽي مان خداآباد گهرايو. انهيءَ شاديءَ بابت محسن تاريخي شعر چيا. نہ صرف ايترو پر ٻين ڪيترن ئي اهم واقعن کي شعرن ۾ آندائين جيئن ميان صاحب جو قرآن مجيد لکڻ، ميان کي شاهه قلي خان جو خطاب ملڻ وغيره. ميان نور محمد کيس اٺ آنا روزانو وظيفو ڏئي پاڻ وٽ مقرر ڪيو ۽ ايئن ميان صاحبَ جي دربار سان وابستہ ٿي ويو. اهڙيءَ ريت سندس خداآباد ۾ اچڻ جاري رهيو. خداآباد ۾ رهندي هن تمام گهڻي شاعري ڪئي ۽ ڪيترن شاعرن سان ملاقاتون رهيس. انهن ۾ نادر شاهه جي دربار جو هڪ عملدار ۽ فارسي گو شاعر سليمان بيگ اسلم بہ شامل هو. محسن ٺٽوي

جي شاعري غزل، قطعا ، قصيدا، مرثيا، نظم، منقبت، مثنوي وغيره ۾ دستياب آهي. ڪيترائي شاعريءَ جا ڪتاب ڇڏيائين، جن ۾ هڪڙو ديوان بہ شامل آهي، جيڪو ديوان محسن ٺٽوي جي نالي سان سنڌي ادبي بورڊ 1963ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. سندس شعر جي ديوان کي ان زماني ۾ ٺٽي جو سڀ کان وڏو تحفو سمجهيو ويندو هو. مير علي شير قانع تہ ايئن بہ لکيو آهي تہ شاعريءَ جي ڪماليت سخن جي لطافت ۽ ڪلام جي ميناج ۾ ٺٽي محسن جهڙو ٻيو پيدا نہ ڪيو. (17)

## شيخ محمد نعيم :

شيخ محمد نعيم، شيخ عبدالخالق جو ٽيون نمبر پٽ هو، جيڪو شاهجهاني عهد ۾ ٺٽي جي ڪروڙ گري، امانت ۽ شرفي جهڙن عهدن تي سر فراز رهيو. هو خدا آباد ۾ بہ ايندو ويندو رهيو. پاڻ ٺٽي جو مشهور شاعر هو، سندس وفات 1145هہ ۾ خداآباد ۾ ٿي. قانع لکيو آهي تہ:

”هڪ لياقت ۽ چڱي سليقي وارو ماڻهو پيدا ٿيو هو. حاڪمن جي نوڪريءَ ۾ اڪثر وقت گذاري، سن 1145هہ ۾ خداآباد ۾ گذاري ويو. شادي کانہ ڪئي هئائين، تنهنڪري اولاد پيدا ڪونہ ٿيس.“ (18)

## شيخ مزمل:

شيخ مزمل راجائن جي طرفان وڪالت ڪرڻ لاءِ ميان نور محمد جي خدمت ۾ خداآباد آيو ۽ ڪافي عرصو اتي رهيو. هو ميان صاحب جي دربار جو هڪ ضرورت رڪن بڻجي ويو. مزمل ڏاڍو خوش مزاج ۽ لطيفي باز شخص هو. شاعري بہ ڪندو هو. فن وڪالت ۾ پڙ هو.

لطيفي بازيءَ ۾ مير لطف الله کان بہ گوءِ کٽي ويندو هو. تاريخن ۾ اچي ٿو تہ ميان نور محمد جو وزير مير متارو مزمل تي گهٽو چڙيل رهندو هو ۽ سدائين ميان صاحب کي هن جي خلاف پيو ڳالهائيندو هو. هڪڙي ڀيري مير متاري، ميان صاحب کي چيو تہ مزمل کي نظر بند ڪري. اهڙيءَ طرح هڪ ڏينهن مزمل دربار ۾ آيو تہ مير متاري، ميان صاحب کي آهستي چيو تہ مزمل کي ٻئي ڪمري ۾ وجھڻ جو حڪم ڪيو. مزمل پڻ اها ڳالھ ٻڌي ورتي ۽ ان تي هڪڙو شعر چيائين تہ:

بــــ ميـــان گفـــت ميـــر نڪتـــہ ســـنجي
بـــاين الفـــاظ ســـندي، ”چئـــو تـــہ ونجـــي.“

## مير سيد عبدالجليل بلگرامي:

مير سيد عبدالجليل بلگراميءَ جو تعلق هندستان جي مشهور سر زمين "بلگرام" سان هو. جتي هو سن 1071هه ۾ ڄائو. هو هڪ ئي وقت حديث، تفسير، لغت، موسيقي، شاعري ۽ عربي، فارسي، ترڪي ۽ هندي ٻولين ۾ وڏي مهارت رکندڙ هو. سنڌ سان هن جو تعلق 1116هه ۾ قائم ٿيو. جڏهن پاڻ اورنگزيب عالمگير جي داروغي مرزا يار علي بيگ جي معرفت بکر ۽ سيوستان ۾ بخشي گيري ۽ وقايع نويسي ۽ سوانح نويسيءَ جو پروانو حاصل ڪيو. سنڌ ۾ ڏهه سال رهيو. جيستائين سيوهڻ ۽ بکر ۾ سرڪاري خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو، تيستائين خداآباد ۾ آيندو رهيو ۽ حڪمرانن بابت شعر ۽ قصيدا چئي من جون مرادون حاصل ڪندو رهيو. 1126هه ۾ سنڌ کي ڇڏي پنهنجي ملڪ موٽيو ۽ شاهجهان آباد ۾ فوت ٿي ويو ڪيس بلگرام ۾ دفن ڪيو ويو. سنڌ مان وڃڻ ڪانپوءِ به، هن جو تعلق سنڌ سان بر قرار رهيو. سندس پٽ ۽ ڏوهٽو بعد ۾ سنڌ جي دربار سان منسلڪ رهيا.

## مير سيد محمد بلگرامي:

مير سيد محمد بلگرامي 1101هه ۾ بلگرام ۾ پيدا ٿيو. سندس والد مير سيد عبدالجليل سن 1117هه ۾ سنڌ ۾ وقايع نويسي ڪري رهيو هو. سنڌ مان وڃڻ ڪان پوءِ هن پنهنجي پٽ مير سيد محمد کي ساڳئي عهدي تي مقرر ڪرايو.

مير سيد محمد بلگرامي عربي، فارسي ۽ هندي ٻولين جو ماهر هو. پاڻ 24 ربيع الاول 1133هه تي دهليءَ کان بکر ۽ سيوهڻ لاءِ روانو ٿيو ۽ 20 جمادي الآخر 1133هه تي بکر پهتو، جتي بخشي گيري، سوانح نگاري ۽ وقايع نويسيءَ جا فرائض سنڀاليائين. 1134هه ۾ ڪيس بکر مان بدلي ڪري سيوهڻ ۾ ساڳئي عهدي تي رکيو ويو. مير صاحب پاڻ لکيو آهي ته، " هن ئي سال آئون (مير سيد محمد بلگرامي) ميان نور محمد خدا يار خان بهادر ثابت جنگ ڪلهوڙي جي حڪم سان 23 تاريخ محرم 1135هه تي سيوستان کان خداآباد وڃي رهيس. سيوستان ۽ خداآباد جي وچ ۾ ٻارنهن ڪوهه مفاصلو آهي. هي سڄو سال ميان نور محمد ڪلهوڙي جي پاڇي ۽ خدمت ۾ رهيس." (19)

مير صاحب جي ملازمت ۾ ڪجهه رڪاٽون پيدا ٿيون جن کي دور ڪرائڻ

لاءِ دهليءَ ويو. جتي نواب امين الدولہ جي مدد سان سيوهڻ جون خدمتون بحال ڪرايائين ۽ پاڻ 1145ھ ۾ واپس سيوهڻ پهچي عهدو سنڀاليائين.

مير سيد محمد بلگرامي ڏيڍ سال تائين خداآباد ۾ رهيو ۽ بعد ۾ ميان نور محمد کان اجازت وٺي سيوهڻ موٽي ويو. جتي نادر شاھ جي هنگامن تائين ڪم ڪندو رهيو. جڏهن سنڌ جا حالات وڌيڪ خراب ٿيا تڏهن هو 1155ھ ۾ سنڌ کان واپس وطن بلگرام موٽڻ لاءِ ٻيهر خداآباد ۾ آيو ۽ ميان صاحب کان اجازت ورتائين. اهڙو ذڪر پاڻ ڪندي لکي ٿو تہ.

"هن سال راقم الحروف (مير سيد محمد بلگرامي) تاريخ 8 شعبان تي سيوستان کان خداآباد ويو. مهربان ميان نور محمد خان کان پنهنجي وطن هندستان وڃڻ جي موڪل وٺي 12 شعبان تي وري سيوستان پهتو. سفر جي سامان، گهوڙي ۽ اٺ جي خريداري ۾ مشغول ٿيو. آخر تيار ٿي رمضان المبارڪ جي 25 تاريخ اتان روانو ٿيو. الله جي مهرباني، عافيت صحت سلامت ۽ با اهل و عيال سنڌي هندي ساٿين سان گڏ. سنڌ ۾ هن پيري ڏهہ سال گذارڻ کانپوءِ خير خوبي سان 27 محرم سن 1154ھ تي پنهنجي اصلي وطن شاعرن جي سر زمين بلگرام پهچي، الله جو شڪر بجا آندم." (20)

مير سيد محمد ۽ سندس والد مير سيد عبدالجليل بلگرامي جو ڪلهوڙا خاندان سان گهاٽو رستو هو. مير سيد محمد بلگرامي جي خاص تصنيف "تبصرتہ الناظرين" آهي، جنهن ۾ جمڻ کان وٺي مرڻ تائين جا واقعا سن وار درج ٿيل آهن. هن ڪتاب جو گهڻو حصو سنڌ ۾ لکيل آهي، تنهنڪري سنڌ بابت هن ۾ تمام اهم ۽ قيمتي معلومات ڏنل آهي. انهن مان ڪجهہ واقعا، پير حسام الدين راشدي "منشورالوصيت" ۾ نوٽ ڪيا آهن. ان کان سواءِ مير سيد محمد هڪ فارسيءَ ۾ مثنوي " ناز و نياز" بہ سنڌ ۾ لکي مڪمل ڪئي، پر سندس لکيل تصنيف "تبصرتہ الناظرين" ڪي ادب جي دنيا ۾ وڏي اهميت حاصل آهي. پير حسام الدين راشدي جو انهيءَ ڪتاب بابت چوڻ آهي تہ.

"ڪتاب هڪ قسم جو روزنامچو آهي، جنهن ۾ 1101 ھ کان 1185ھ تائين جا ذاتي خواه اهم ملڪي واقعا ۽ مختلف حادثا سال وار ترتيب سان لکيا ويا آهن. معلومات جي لحاظ کان ڪتاب قيمتي ۽ نهايت ٿي اهم اطلاعن جو ذخيرو آهي." (21)

## مير غلام علي آزاد بلگرامي:

مير غلام علي آزاد بلگرامي، مير سيد عبدالجليل بلگرامي جو ڏوهٽو ۽ مير سيد محمد بلگراميءَ جو ڀاڻيجو هو ۽ ٻنهي جو شاگرد بہ هو. مير غلام علي آزاد سن 1116هہ ۾ بلگرام ۾ ڄائو. هي وڏو شاعر ۽ عالم هو. خاص طور تي تاريخن ڪڍڻ جو ماهر هو. عربي ۽ فارسي ٻولين جو وڏو ڄاڻو هو. حديث، فقہ، سيرت، لغت، عروض ۽ ٻين علمن ۾ پڙ هو. عربي ۾ شاعريءَ جا ڪيترائي ديوان مرتب ڪيائين ۽ فارسي ۾ تذڪره وغيره بہ لکيائين، جن ۾ مآثر الڪرام، سرو آزاد، يد بيضا ۽ خزانہ عامره گهڻو مقبول آهن. مير غلام علي آزاد 1142هہ ۾ سيوهڻ پهتو، جتي 1147هہ تائين پنهنجي مامي مير سيد محمد بلگراميءَ جي ماتحت بخشيگيري ۽ وقايع نويسي ڪندو رهيو. سيوهڻ ۾ قيام دوران هن فارسي شاعرن جو تذڪرو "يدبيضا" لکيو. هن سنڌ ۾ فقط چار سال قيام ڪيو. انهيءَ دوران ڪيترا ڀيرا خداآباد ۾ آيو ۽ بيشمار شاعرن ۽ اديبن سان مليو ۽ شعر و شاعريءَ جا تبادلا ٿيا. مير غلام علي آزاد بلگرامي سن 1200هہ ۾ فوت ٿيو.

## غلام نبي امروهي:

غلام نبي امروهي، هندوستان جي شهر امروهہ جو وينل هو. سندس تخلص "نسيم" هو. هو حسني سادات هو. ميان نورمحمد جي وزير مير متاري جي رفاقت سان خداآباد ۾ اچي رهيو. سيوهڻ ۽ خداآباد ۾ سندس وڏي عزت ۽ احترام هو. پاڻ سٺو شاعر هو ۽ مير متاري جو صحبتي هو. جڏهن مير متارو فوت ٿيو تہ هو وطن موٽي ويو ۽ وري ميان محمد مرادياب جي زماني ۾ موٽي آيو ۽ ٺٽي ۾ اچي رهيو ۽ عطارد جو مهمان بڻيو. مير قانع کيس بهترين سليقي ۽ وڏي حوصلي وارو ماڻهو ڄاڻايو آهي.

## محمد يار وجهي:

هن جو نالو محمد يار وجهي هو. فارسيءَ ۾ شاعري ڪندو هو. سنڌ ۾ آيو تہ ڪجهہ ڏهاڙا خداآباد ۾ بہ رهيو. هي شاعر بہ مير متاري جي ادبي رونق جو شاعر هو. خداآباد ۾ شاعرن سان محفلون ڪيائين. مير علي شير قانع "مقالات الشعراءَ" ۾ سندس هي بيت ڏنو آهي:

وعــده بوســه بــد شــنام بــدل مــي ســازد
کس نديده است چنين طرفہ ظريقي کہ مراست (22)

(ترجمو: گار ڏئي پوءِ بہ رڳو چميءَ جو واعدو ڪيائين. اهڙو ظريف يار ڪنهن جو نہ هوندو جهڙو منهنجو آهي.)

## آقا ذڪي ڪرماني:

آقا ذڪي ڪرماني ايران جو رهواسي هو. نادر شاهہ جي ڏينهن ۾ سنڌ پهتو ۽ ٺٽي ۾ اچي رهيو. پاڻ سنو شاعر هو ۽ شاعرن سان تبادلوڪندو رهندو هو. ٺٽي جي شاعرن ۾ چڱو مقبول هو. اتي ئي نامياري شاعر محسن ٺٽوي جي صحبت اختيار ڪيائين. محسن اڪثر هن ڪان شعرن جي فرمائش ڪندو هو. ٺٽي ۾ رهڻ ڪان پوءِ خداآباد ۾ آيو ۽ اتي بہ شاعرن سان صحبت ۾ رهيو. پنهنجا شعر محسن کي تصحيح لاءِ پڻ موڪلي ڏيندو هو. قانع لکيو آهي تہ، "اهي بيت جيڪي معنيٰ ۽ مطلب جي لحاظ ڪان خاطرخواه نہ هوندا هئا تہ محسن کي موڪلي ڏيندو هو ۽ ڪافي داستان ۽ مثنويون چئي محسن کي درستگيءَ لاءِ بہ موڪلي ڏيندو هو، جتي اهي مون پاڻ ڏٺا هئا." (23)

## شيخ محمد علي حزين:

شيخ محمد علي حزين 1103هہ ۾ اصفهان ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جو نالو ابي طالب هو ۽ عالم ۽ پرهيز گار شخص هو. حزين جو نسب ۽ نسبت پندرهن واسطن سان عارف بزرگوار شيخ زاهد گيلاني سان ملي ٿو. هو اصفهان ۾ پڙهيو. پاڻ افغانين ۽ نادر شاه جي ظلمن ڪان تنگ اچي اتان نڪتو ۽ مختلف ملڪن ۾ ڏکن ۽ مصيبتن ۾ ڦرندو ايران ڪان ٿيندو عراق، يمن، مسقط ۽ بحرين ۾ پناه ڳوليندو، پهرين شوال 1124هہ ۾ ٺٽي ۾ اچي پهتو. ٺٽي ۾ چند مهينا رهيو، جتان پوءِ خداآباد ۾ بہ آيو. سنڌ ۾ سندس طبيعت بي مزي ٿي پئي ۽ هتان جا حالات بہ کيس راس نہ آيا. پاڻ ٺٽي ۽ خداآباد ۾ قيام جو ذڪر هن طرح ڪيو اٿس، "هن شهر جي بي آبي، بد هوائي ۽ بد عادتون عام سامان آهن، ان ڪري بي آرام ٿي پيس. ماڻهن چيو تہ خداآباد هليو وڃ، جيڪو سنڌ جو آباد ترين شهر آهي ۽ ٺٽي ڪان پن – ٽن ڏينهن جي پنڌ تي آهي......... مان ڪشتيءَ ۾ خداآباد پهتس، پر ان شهر جي سخت گرمي، اٽوٽندڙ هوا، غمن جي هجوم ۽ مرضن جي سختين ۾ مبتلا ٿي پيس. تقريبن

ست مهينا بيڪار ۽ بيوس پيو هوس. جڏهن ڪجهه نيڪ ٿيس ته هتي رهڻ مناسب نه ڄاتم ۽ پيڙيءَ رستي بکر هليو ويس." (24)

مير قانع ڄاڻايو آهي ته، " اڪثر روزا رکندو هو ۽ راتين جو جاڳندو هو. سڀني علمن ۾ دسترس حاصل هيس ۽ تصوف ۾ به ڪافي مهارت هيس." (25)

شيخ محمد علي حزين بعد ۾ اتان هندوستان هليو ويو. پر اتي به هن جا حالات درست نه رهيا. هن اتي به ماڻهن سان رويو سٺو نه رکيو. آخر ۾ ته سندس شعرن تي تعزير ڪديا ويا ۽ کيس ڏاڍو خوار خراب ڪيو ويو. هن 1181هه ۾ وفات ڪئي.

## سيد امتياز علي خان خالص:

سيد امتياز علي خان خالص، اصل ۾ ايران جو رهاڪو هو. سندس نالو سيد حسين هو. پر امتياز خان جي نالي سان مشهور هو. عالمگير جي زماني ۾ هندستان ۾ آيو ۽ دکن ۾ رهيو. پاڻ بهار صوبي جو ديوان به رهي چڪو هو. صاحب ديوان شاعر هو ۽ قصيدا ۽ مثنويون به چيائين. هو ٺٽي، خداآباد ۽ بکر ۾ به آيو. هندستان ۾ رهڻ کان پوءِ هو واپس وطن موٽيو ۽ ٺٽي پهتو ته کيس گهڻو مال متاع هجڻ سبب کيس قتل ڪيو ويو. مير سيد عبدالجليل بلگراميءَ، حزين جي قتل جو ذميوار ميان يار محمد کي ٺهرايو آهي ۽ سندس قتل جي تاريخ "آه آه امتياز خان " مان 1122هه ڪڍي آهي. تاريخي طور تي اها ڳالهه بي بنياد آهي ۽ ميان يار محمد جو حافظ احمد علي وڪيل کي لکيل خط ان تي شاهد آهي. خود ڪلهوڙا حاڪم سيدن جو تمام گهڻو احترام ۽ عزت ڪندا هئا.

## جان محمد جوهري:

جان محمد جوهري جا حالات ٻڌائڻ کان تاريخون خاموش آهن. مير علي شير قانع کيس خداآباد جو ڄاڻايو آهي ۽ هن کي "جان محمد خدا بادي" جي حوالي سان ذڪر ڪيو آهي. هن لکيو آهي ته، " جان محمد جوهري خداآباد جو هيو. سندس صحيح سان هي بيت مون کي لڌو:"

زچوب نرگس و از برگ تاک مي شايد
شهيد چشم ترا گر کنند تابوتي. (26)

## سيف الله:

سيف الله، محسن ٺٽوي جو دوست هو. خداآباد کان ٺٽي جي شاعرن سان تبادلو ڪندو هو. هو ٺٽي ۾ مولوي محمد جعفر جي خدمت ۾ پهتو ۽ محمد محسن صاحب سان وڏي محبت ۽ اخلاص رکيائين. مير علي شير قانع لکيو آهي تہ، ”خدا آباد ۾ رهندي هڪ رباعي لکي محسن جي خدمت ۾ موڪلي، ڪانئس داد طلب ڪيائين. محسن صاحب ان جي جواب ۾ هڪ قطعہ لکي موڪليس تہ ان جي شڪريي طور هڪ ٻي رباعي لکي محسن ڏانهن موڪليائين.“ (27)

## عبدالقادر:

عبدالقادر ٺٽي جو رهواسي ۽ قاضين جي خاندان مان هو. تاريخ جي علم جو ڄاڻو هو. خداآباد بہ آيو. مير علي شير قانع لکيو آهي تہ،”حقيقت اها آهي تہ هي وڏو سنجيده طبع ۽ پروقار ماڻهو هو. تاريخ جي فن جو وڏو ماهر هو. جڏهن نادر شاهہ 1160هہ ۾ مئو تہ هن هي بيت چيو:

فتنئہ نادر چو برون شد ز ميان
راحت آمد بهمہ عالميان
خوش خبر هاتف فرمود زغيب
”محوشد آفتِ نادر زجهان“. (28)

هنن شاعرن، اديبن ۽ عالمن کان علاوه ٻيا بہ ڪيترائي اهل علم ۽ اهل قلم خداآباد ۾ ايندا رهيا. انهن ۾ پنهنجي وقت جو مشهور عالم مخدوم غلام محمد بُگائي پڻ شامل هو. ان کان علاوه ڪوڙ سارا شاعر ۽ اديب هوندا، جيڪي ڪنهن نہ ڪنهن حوالي سان خداآباد ۾ پيرو پريندا رهيا ۽ شعر و شاعري ۽ علم و ادب جون محفلون پڻ سجائيندا رهيا ۽ من جون مرادون ماڻيندا رهيا. ڪي هميشہ لاءِ هتي رهي پيا تہ ڪي وري ٻين شهرن ڏانهن منتقل ٿيا. خداآباد، شاعرن، اديبن ۽ عالمن جي توجهہ جو هميشہ مرڪز رهيو آهي.

# حوالا


(1) "ارڙھين صديءَ ۾ سنڌ جون سماجي - سياسي حالتون ۽ ادارن جو مطالعو" از غلام محمد لاکو پي. ايچ. ڊي لاءِ لکيل مقالو (اڻڇپيل)، ص 121

(2) تحفتہ الڪرام، ص 32 - 33.

(3) ساڳيو، ص 32.

(4) احوال شاھ عبد اللطيف ڀٽائي، ص 30

(5) ساڳيو ، ص ص 28 - 29

(6) ص 30.

(7) ص 34.

(8) مھراڻ 2- 3/ 1983ع، مقالو "ن جا تخت گاھ" غلام محمد لاکو: ص 233.

(9) منشورالوصيت ودشتورالحڪومت، 1964ع، ص 18.

(10) ارڙھين صديءَ ۾ سنڌ جون سماجي - سياسي حالتون ۽ ادارن جو مطالعو، از غلام محمد لاکو، پي. ايچ. ڊي لاءِ لکيل مقالو (اڻڇپيل) ص 256.

(11) تحفتہ الڪرام، ص 340 - 339.

(12) ساڳيو، ص. 586.

(13) تحفتہ الڪرام، ص 599

(14) مقالات الشعراءَ، ص

(15) ديوان محسن ٺٽوي، ص 109 .

(16) تحفتہ الڪرام، ص 376

(17) مقالات الشعراءَ، ص.

(18) تحفتہ الڪرام، ص 583.

(19) منشور الوصيت و دستور الحڪومت (سنڌي ترجمو)، ص 132.

(20) منشورالوصيتِ وَ دستور الحڪومتِ (سنڌي ترجمو)، ص 141.
(21) ساڳيو، ص 36.
(22) مقالات الشعراءَ، ص 826.
(23) ساڳيو، ص 262 - 263.
(24) تحفته الڪرام (فارسي)، ص (ح)، 381 - 382.
(25) مقالات الشعراءَ، ص 168.
(26) مقالات الشعراءَ، ص 147.
(27) ساڳيو، ص 313.
(28) ساڳيو، ص 422 - 432.

# مددي ڪتاب


1) " مقالات الشعراءَ." مير علي شير قانع، سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي 1957.

2) " تحفته الڪرام" (فارسي) مير علي شير قانع، تصحيح و تحشيه، سيد حسام الدين راشدي، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1971ع.

3) "تحفته الڪرام" (سنڌي ترجمو) مير علي شير قانع، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1957ع.

4) "تاريخ سنڌ - ڪلهوڙا دور" (ٻئي جلد) مولانا غلام رسول مهر، ثقافت ۽ سياحت کاتو حڪومت سنڌ - ڪراچي. 1996ع.

5) "ديوان محسن ٺٽوي" مرتب: محمد حبيب الله رشدي، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1963ع.

6) "قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو" مرزا قليچ بيگ، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1981ع.

7) "خداآباد جي سياسي، سماجي ۽ معاشي حيثيت" ڊاڪٽر لياقت علي مگسي. ميان نصير محمد، ميان يار محمد ڪلهوڙو تاريخي ثقافتي يادگار ڪميٽي خانپور ضلع دادو 1997ع.

8) "واليءَ سنڌ ميان نور محمد ڪلهوڙو" مرتب: ڊاڪٽر محمد لائق زرداري،

سنڌ هسٽاريڪل ائنڊ ڪلچرل سوسائٽي مورو سنڌ 1991ع.

9) "مهراڻ" 2- 3/1983ع مقالو: "ڪلهوڙن جا تختگاهه" غلام محمد لاکو.

10) "منشورالوصيت و دستورالحڪومت" (فارسي) مرتب: سيد حسام الدين راشدي، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ 1964ع.

11) "منشورالوصيت و دستورالحڪومت" (سنڌي) ترجمو: عبدالرسول قادري، ڪلهوڙا سيمينار ڪميٽي، 1996ع.

12) "مهراڻ" 3- 4/1998ع، مقالو: "بلگرام جي هڪ علمي گهراڻي جي سنڌ ۾ وقايع نگاري" ترجمو: محمد پنهل ڏهر.

13) "احوال شاهه عبداللطيف ڀٽائي" مرزا قليچ بيگ، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي، مرڪز ڀٽ شاهه حيدرآباد سنڌ 1987ع.

14) "ارڙهين صديءَ ۾ سنڌ جون سماجي سياسي حالتون ۽ ادارن جو مطالعو" (اڻڇپيل) پي. ايڇ. ڊي لاءِ لکيل مقالو: از- غلام محمد لاکو 1998ع، جنرل هسٽري شعبو سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو.

15) ميان غلام شاهه ڪلهوڙو(سنڌ جو شاهجهان)، مرتب، اسلم عباسي، عباسي ڪلهوڙا اتحاد سنڌ، 2002ع.

# صوفي شاهہ عنايت شهيد

## ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو

ڪلهوڙن جو راڄ سنڌي تاريخ جو هڪ اهم باب آهي. ان جا ڪئين پهلو آهن. آءٌ هن مقالي ۾ شاهہ عنايت جي شهادت واري حادثي بابت پنهنجا خيال ظاهر ڪريان ٿو. خداآباد ڪي ميان يار محمد ڪلهوڙي بحيثيت تخت گاهہ آباد ڪيو ۽ 1701ع ڪان 1768ع تائين تخت گاهہ جي حيثيت رهيس (1) انهيءَ دوران 1718ع ۾ شاهہ عنايت ۽ سندس جانثارن جي شهادت جو واقعو ٿيو.

هي جانڪاهہ حادثو سنڌ جي تاريخ جو هڪ منفرد ۽ ڏکدائڪ حادثو آهي. هن جي نوعيت سرڪاري ڏاڍ ۽ مفاد پرست ظالم ٽولي جي سوچ کي ظاهر ڪري ٿي. اڄ بہ هن واقعي جو پڙاڏو ٻڌجي ٿو ۽ اهو ظلم اڄ بہ سنڌ جي غريب ۽ هاريءَ سان روا رکيو پيو وڃي.

سنڌ جو هي ناميارو صوفي ۽ انسان دوست انقلابي درويش، تعلقي ميرپور بٺوري جي نصريہ ڳوٺ ۾ 1656ع ۾ ڄائو. سندس سوانح عمريءَ جا خاص ماخذ مير علي شير قانع ٺٽويءَ جا ڪتاب تحفتہ الڪرام ۽ مقالات الشعراءِ آهن. تحفتہ الڪرام ۾ قانع شاهہ عنايت جي آبا و اجداد جو ذڪر ڪيو آهي. انهن جو وڏو ملا صدو لانگاهہ هو، جيڪو هڪ توڪلي درويش هو. شاهہ عنايت جو شجرو هن ريت آهي: شاهہ عنايت الله ولد مخدوم فضل الله ولد ملا يوسف ولد ملا شهاب الدين ولد ملا آجب ولد ملا صدو لانگاهہ (1).

شاهہ عنايت جي سوچ انسانيت جي تمام قريب پرماريت کان تمام دور هئي. هن جي تعليم تربيت جو حتمي نتيجو اهو بيٺو جو هو ظالم جي خلاف ٿيو. جيئن ئي خطي جي غريب خلق خلاف ڏاڍن کي ڏنائين تہ ڪمزور جو پاسو ورتائين ۽ ظالم سان مهاڏو اٽڪايائين.

سندس حالات ۾ اهو لکيل آهي تہ جوانيءَ جي دؤر ۾ حق ۽ علم جي

طلب ۾ پنهنجو وطن ڇڏي پرديس ويو. سير سفر ڪندو حيدرآباد دکن ۾هڪ درويش شاهه عبدالملڪ سان ملاقي ٿيو. ظاهري علم شاهه غلام محمد کان حاصل ڪيائين. اهو شاهه عنايت سان گڏ شاهه جهان آباد کان سنڌ موٽيو. شاهه غلام محمد جي عقيدت ۽ شاهه عنايت ڏانهن خلق جي رجوعات نه نٿي جا ظاهر پرست برداشت ڪري سگهيا ۽ نه مقامي ملا موراڻا، وڏيرا، گادي نشين ۽ حاڪم سهي سگهيا. لهاذا هڪ سازش سٽي وئي ۽ ان ۾ نٿي جي مقامي ماڻهن مان ڪريمي درگاهه جو مسند نشين سيد عبدالواسع. وڏيرو نور محمد پليجو ۽ حمل جت شامل ٿيا. هڪ پيرو غريبان مار ٿي، پر شاهي دربار مان غريبن کي زمين واپس ملي (2). سازش گهري ستيل هئي، ان ڪري شاهي دربار مان باغين جو بنياد پٽڻ جو حڪم اچي ويو. سازشين جو مڪو متو ۽ شاهه عنايت ۽ سندس مريدن جانثارن تي خوني حملو شروع ٿيو (3).

مولائي شيدائي لکي ٿو ته: ”همه اوست جي نعري سبب علما به برخلاف ٿي پيا (4).“ صوفين کان ڍل طلب ٿي. هنن چيو ته زمين بادشاهه جي طرفان مليل آهي، تنهن ڪري ڍل نه ڏبي (5). اڳوڻي گورنر مير لطف عليءَ کان پوءِ نواب اعظم خان نٽي جو گورنر ٿي آيو. ڍل کان صوفين پوءِ به جواب ڏنو. هوڏانهن حاڪم جي چاڙتن اهو مشهور ڪيو ته شاهه عنايت ۽ صوفي فقير پنهنجي حڪومت قائم ڪرڻ گهرن ٿا. بادشاهه لاءِ ته اها گار هئي. دربار کان تنبيهه جو حڪم آيو. پر هتي ته تياري مڪمل هئي. هن حملي ۾ شاهه عنايت جا ڪافي مريد شهيد ٿيا. شاهه عنايت جي مريد مير جان الله شاهه رضويءَ مقابلي جي اجازت گهري پر صوفي شاهه عنايت اجازت نه ڏني. گهيرو اٽڪل ڇهه مهينا هليو. ٺاهه جون ڪوششون ٿيون. شاهه عنايت کي گورنر جي دربار ۾ گهرايو ويو. اها به هڪ سازش هئي. ڳالهين مان جڏهن ڪڙ تيل نه نڪتو ته گورنر.شاهه عنايت کي کاوڙ ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي. جڏهن هي ارڏو ۽ اڏول انسان پنهنجي اصول تان نه هٽيو ته جلاد کي اشارو ڪيو ويو. شاهه عنايت شعر پڙهيو:

رهـــا نيـــدي مـــرا از شـــر هســـتي،
جـــزاک الله فـــي الداريـــن خيـــرا.

سر ڌڙ کان ڌار ٿيو. جان جان آفرين جي حوالي ٿي ويئي. اڄ ڪير شاهه عنايت شهيد جي ابدي آرام گاهه تي حاضري ڏي ته روح پرور نظارو آهي ۽

ڪورواهہ ويجهو ملا حسن جي آرامر گاهہ جي پرسان هڪ ڪلوميٽر تي حمل جت جي قبر ڏسجي تہ حق ۽ باطل جو فرق اچ بہ صاف نظر ايندو.

صوفي شاهہ عنايت جي شهادت جو واقعو 1130/ 1718ع ۾ ٿيو. (6) ان وقت شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي عمر 28 سال هئي. شاهہ عبداللطيف جي همر عمر شاعر طور بہ سندس نالو آيو آهي. شاهہ عنايت جو ڪلامر هٿ نہ آيو آهي، سواءِ هڪ ٻن بيتن جي. پروفيسر محبوب علي چنا پنهنجي هڪ مقالي ۾ شاهہ عنايت رضوي، عنايت فقير (ڏيرو يا چوڙو) سان گڏ ٽئين جنهن عنايت جو شاهہ جي رسالي ۾ آيل ڪلامر جو ذڪر ڪيو آهي، سو شاهہ عنايت شهيد آهي. (7) چنا صاحب ڪن بيتن ڏانهن اشارا ڏنا آهن، جن ۾ عنايت تخلص وارا بيت شاهہ شهيد جا ڄاڻائي ٿو. هڪ بيت هي نروار ڪيو اٿس:

هلڻ مون تي حق ٿيو. پهچڻ پنهونءَ وس،
آري عنايت چوي، لوڙي آءُ لهنديس،
اتي نهاريندس، جيڏيون پنهنجي جت ڪي. (8)

زهوڏانهن پروفيسر بدويءَ تذڪري ۾ بہ هڪ ٻئي بيت ڏنو آهي، جو هي آهي:

اڌر انڌر ايري، ڪوجهي ڪميٽي،
تنهن سان ٻاروچل ٻاجهون ڪيون، هوت ڏسي هيٺي.
اگهائي شاهہ عنايت چوي، تنهنجي تڪر مان ٽيٺي،
جا هيءَ واجي وهيٺي، تنهن ڪي محب مليو ماباڙ ۾.

(9)

ايئن سنڌي بيتن جو معاملو منجهيل آهي. هڪڙو شعر ٻيو بہ ڪتابن ۾ آهي، جيڪو شاهہ عنايت شهيد سان منسوب آهي. اهو فارسيءَ ۾ آهي:

سر در قدم يار فدا شد چہ بجا شد
اين بار گران بود ادا شد چہ بجا شد.

شاهہ جي رسالي ۾ سهڻيءَ ۾ هن شعر جي پهرين سٽ، هڪ بيت ۾ تضمين ٿيل آهي:

گهڙي گهڙو هٿ ڪري. ٻهون نهاري ٻنگ،
سر در قدم يار فدا شد چہ بجا شد وصل اهوئي ونگ،
رات جنين جو رنگ، آرآن سي اڪارئين.

رسالي جي ڇاپن ۾ هن بيت جون پڙهڻيون مختلف آهن. ڊاڪٽر بلوچ هنن

بيت کي پنهنجي تاليف "شاهہ جو رسالو- شاهہ جو ڪلام" ۾ شاهہ جو بيت ڪري آندو آهي. فارسي مصرع شامل نہ ڪئي اٿس.

فارسي شعر ڪنهن جو بہ هجي گذريل صديءَ جي سٺ واري ڏهاڪي ۾ بزم طالب المولىٰ طرفان هڪ طرح مصرع هن شعر تي آذاريل ملي هئي. سڄو شعر ڪنهن شاعر هئين بهاريو هو جو هن شعر ۾ ترجمو هو:

سر يار جي قدمن تي فدا ٿيو تہ بجا ٿيو
هي بار گران هو، ادا ٿيو تہ بجا ٿيو.

بهرحال صوفي شاهہ عنايت سنڌ جي هڪ قداور شخصيت آهي. هن جي زندگي ۽ حالات توڙي شعر بابت وڌيڪ معلومات موجود نہ آهي، جو سندس باريَ ۾ ڪي وڌيڪ حقيقتون بيان ڪري سگهجن. جيستائين سنڌي شعر جو تعلق آهي تہ ڊاڪٽر بلوچ رسالي ۾ ٻين شاعرن جي ڪلام جي سلسلي ۾ صوفي شاهہ عنايت جي ڪنهن بيت ڏانهن پنهنجي تاليف شاهہ جو رسالو - رسالي جو ڪلام ۾ ڪوبہ اشارو نہ ڪيو آهي.

## حوالا

1. قانع، مير علي شير: "تحفتہ الڪرام" (سنڌي) سنڌي ادبي بورڊ، 1989ع وارو ڇاپو، ص 262.

خداداد خان: "لب تاريخ سنڌ" (سنڌي)، سنڌي ادبي بورڊ، 1989ع، ص 138.

مولائي شيدائي: "جنت السنڌ" سنڌي ادبي بورڊ، 1993ع، ص462.

2. قانع: "تحفتہ الڪرام" ص 425 ۽ ص 429.
3. ايضا: ص 427 ۽ مقالات الشعراءِ ص، 29.
4. ايضا: ص 427.
5. مولائي شيدائي: "تاريخ تمدن سنڌ" سنڌ يونيورسٽي، 1959ع، ص 28.
6. ايضا: ص 528.
7. بدوي لطف الله: "تذڪره لطفي" (جلد اول) ٻيو ڇاپو 54-1955ع، ص 262، 263.
8. چنا محبوب علي: مقالو: "شاهہ جي رسالي ۾ سندس همعصرن ڏانهن اشارا" مخزن نذر لطيف، محڪمہ اطلاعات، ص 90.
9. تذڪره لطفي ص، 270.

# خداوادي لپي

## ڊاڪٽر هدايت پريم

هڪ عظيم ٻوليءَ ڪي پنهنجي وسيع ۽ عريض زمين لاءِ ٻہ چار يا وڌيڪ ڳالهائڻ جا نمونا هوندا آهن، جن کي لسانيات جي علم ۾ لهجا، محاورا يا Dialects چيو ويندو آهي. انهن سمورن نمونن مان ڪو بہ هڪ نمونو ان ٻوليءَ جو "معياري لهجو" هوندو آهي ۽ علم ادب جي لحاظ کان ٻين مقامي لهجن تي حاوي هوندو آهي، جنهن کي پڙهيل طبقو عام طرح سان استعمال ڪندو آهي. روايت طور ۾ رسمي طرح تخت گاهہ جي پڙهيل ماڻهن جي زبان کي معياري زبان جو نمائندو سڏيو ويجي ٿو (1). "خداآباد" سن 1701 کان 1750ع تائين سنڌ جو تخت گاهہ رهيو آهي. ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌ جي ٻولي ترقي جون منزلون طئہ ڪندي هڪ اهڙي پد تائين پهچي چڪي هئي، جنهن ۾ عالمي معيار جي شاعري تخليق ڪرڻ جون سموريون صلاحيتون موجود هيون. منهنجو اشارو حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي عظيم شاعريءَ ڏانهن آهي.

خداوادي لپي جيڪا خداآباد ڏانهن منسوب ڪئي وئي آهي، سا خداآباد جا عالم اڪابر ۽ واپاري استعمال ڪندا هئا. خداآباد جيئن تہ سنڌ جو تخت گاهہ هو تنهن ڪري چئي سگهجي ٿو تہ اها رسم الخط سنڌي ٻوليءَ جي ان زماني جي معياري لهجي کي تحرير ڪرڻ ۾ ڪم ايندي هئي.

سڀ کان پهريائين خداوادي رسم الخط لاءِ رچرڊبرٽن ڪافي ڪجهہ لکيو آهي، برٽن جي راءِ ۾ سنڌي ٻولي ڪاٺياواڙ جي حدن کان بهاول پور تائين ۽ بروهين جي پهاڙن کان هندستان جي اولهہ ريگستان تائين ڳالهائي ويندي آهي. جڏهن اسان سنڌ ملڪ فتح ڪيو تڏهن ڪا بہ اهڙي ڏيهي زبان ڪانہ هئي، جنهن ۾ سنڌيءَ کان گهٽيون يا وڌيڪ ڪار آمد تصنيفون هجن. (2) رچرڊ برٽن سنڌي ٻوليءَ لاءِ ڪهڙو رسم الخط هجڻ گهرجي واري سوال جي چڱي ريت ڇنڊ ڇاڻ ڪئي آهي. برٽن پنهنجا خيال هن طرح ظاهر ڪيا آهن: سنڌي

زبان لکڻ لاءِ گهٽڻ ئي قسمن جا اکر ڪم آڻيندا آهن. مسلمان عربي اکرن جا ڪيترا نمونا استعمال ڪندا آهن. انهن کان سواءِ هندو گهٽ ۾ گهٽ انن قسمن جون آئيوٽائون ڪم آڻيندا آهن. مثلن (1) خداآبادي يا واڻڪا اکر (2) ٺٽئي (3) سرائي (4) خواجن جا اکر (5) ميمڻن جا اکر (6) پنجابيءَ جو اڇڪو نمونو (7) پنجابيءَ جي لهندي صورت (8) گرمکي يا پنجابي....... اسڪولن ڪولڻ کان اڳ اهو ضروري آهي تہ ڪي ڪارائتا اکر چونڊ ڪيا وڃن. مگر انتخاب ڪرڻ ۾ مشڪلا تون آهن. چئن نمونن جي اکرن جي حمايت ڪئي وئي آهي، يعني 1. ديونا گري 2. خداآبادي 3. گرمکي 4. نسخي ....... خداآبادي اکرن جي حمايت انهيءَ ڪري ڪئي وڃي ٿي جو اهي اڳيئي گهٽي قدر ڪتب آندا وڃن ٿا، پر انهن جو استعمال هندن جي فرقي تائين محدود آهي. خداآبادي لپيءَ تي مکيہ اعتراض هي آهي تہ هاٿو ڪي صورت ۾ اهي پڙهڻ ۾ تمام ڏکيا آهن. ڪنهن صلاح ڏني تہ انهن اکرن کي گجراتي حروف علت جو جامو پهرائي نئون روپ ڏجي. اها ڳالهہ شايد ڏکي نہ ٿئي (3).

خداآبادي لپي ڏکي ان ڪري هئي جو ان ۾ حروف علت، سر Vowels کونہ هئا، جيڪي بعد ۾ ڏنا ويا. خداوادي لپيءَ ڪيپٽن جارج اسٽئڪ پنهنجي گرامر (تيار ڪيل 1849ع) ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لپين مان هڪ لپي ڄاڻايو آهي ۽ نمونو پڻ ڏنو اٿائين. هو لکي ٿو تہ:

The Khudawadi is the character used at Hyderabad and by most of the respectable merchants through out the country that of the Shikarpur and sukkur merchants differ but little from it (4).

سنڌي ٻوليءَ لاءِ ڪهڙي رسم الخط اختيار ڪئي وڃي، ان مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ انگريز سرڪار کي اٽڪل ڏهہ سال لڳي ويا. انگريزن سن 1843ع ۾ سنڌ کي فتح ڪيو ۽ ڏهن سالن جي عرصي کان پوءِ 1853ع ۾ سرڪار فيصلو ڪيو تہ سنڌي ٻوليءَ لاءِ عربي رسم الخط اختيار ڪيو وڃي. جيڪو اڄ تائين رائج آهي. جڏهن تہ ڪيپٽن جارج اسٽئڪ خداوادي خط جي حمايت ۾ هو ۽ رچرڊ برٽن عربي رسم الخط جو طرفدار هو. جارج اسٽئڪ جي خيال ۾، سنڌي ٻوليءَ لاءِ خداآبادي سنڌي لپي کي اختيار ڪرڻ گهرجي. اها لپي حيدرآباد ۽ انهيءَ جي آس پاس وارين ايراضين جا سنڌي واپاري ڪتب آڻيندا آهن...... خداآبادي لپي سنڌيءَ جي خاص پنهنجي ۽ نرالي لپي آهي، جيڪا صدين کان وٺي انهيءَ ٻوليءَ لکڻ لاءِ استعمال ٿيندي پئي اچي، انهي لپي ذريعي سنڌي ٻوليءَ جو لکيت ۾ بہ نرالو وجود قائم رکي سگهيو ........

برٽن ۾ ڪن ٻين جو اعتراض آهي تہ خداآبادي لپي ۾ سرن جا اچار ڏيکارڻ لاءِ جدا حرف يا سرن جون ماترائون نہ آهن. ان ڪري اها لپي فقط شارٽ هينڊ وانگر آهي، جيڪا واپاري ماڻهو پنهنجي لک پڙهہ ڳجهي رکڻ لاءِ استعمال ڪن ٿا. انهيءَ جو جواب ڏيندي اسٽئڪ لکيو آهي تہ: جيڪڏهن اسين عربي – فارسي اکرن ۾ سنڌي لکنداسين تہ ان لپيءَ ۾ اسان کي گهٽيئي نوان حرف سنڌيءَ جي خاص آوازن ڏيکارڻ لاءِ ٺاهڻا پوندا. ڏاري لپيءَ ۾ سڌارا ۽ واڌارا ڪري انهيءَ کي اپنائڻ کان اهو بهتر آهي تہ اسين سنڌي ٻوليءَ جي نج ۽ اڳاٽي لکاوٽ ۾ ضروري سڌارا ڪري ۽ سرن جون ماترائون ڏيئي اها لپي سنڌيءَ لاءِ استعمال ڪريون. مرليڊر جيٽلي لکي ٿو تہ پنهنجي انهي رٿ تي عمل ڪندي هن خداآبادي سنڌي لپي ۾ گهربل سر ۽ انهن جون ماترائون گڏي هڪ مڪمل ورڻمالا تيار ڪري ڏيکاري – ان مان هن اهو بہ ثابت ڪيو تي عربي- فارسي اکرن ۾ تبديل ۽ سڌارا ڪرڻ جي ڀيٽ ۾ خداآبادي لپيءَ ۾ اسان کي معمولي تمام ٿورا سڌارا ڪرڻ پوندا (5).

خداآبادي سنڌي لپيءَ جي حامين ۽ عربي- فارسي رسم الخط جي حامين جا دليل و دلائل ايسٽ انڊيا ڪمپني جي ڊائريڪٽرن جي ڪورٽ لنڊن موڪلي ڏنا ويا تہ انهيءَ سوال تي هو پنهنجو فيصلو لنڊن مان لکي موڪلين. انهيءَ وقت جي سنڌ جي حالتن مطابق ڪورٽ سڀني پهلوئن تي گهرائي سان ويچار ڪري عربي – فارسي جي فائدي ۾ فيصلو ڏئي ڇڏيو.

انگريزن جي دور ۾ 1868ع ڌاري خداوادي لپيءَ ۾ سڌارا واڌارا آڻي معياري واڻڪي سنڌي لپي ٺاهي وئي. جي اي گريئرسن لکي ٿو تہ واڻڪي لکٽي کي پڙهڻ لائق بڻائڻ لاءِ ڪوششون بہ ڪيو ويون. 1868ع ۾ ان موضوع تي هڪ سرڪاري ڪاميٽيءَ غور ڪيو هو. جنهن هڪ بهتر صورتخطي ٺاهي، جنهن ۾ اهڙا اکر هئا جيڪي مڪاني صورتخطي ۾ ڪونہ هئا. ها خداوادي نموني تي ٻڌل هئي پر "ر" جو اکر وري شڪارپوري مان ڪنيو ويو هو. اها سڌاريل هندو الف بي اسڪولن ۾ بہ سيکاري وئي ۽ ان ۾ ڪتاب بہ ڇاپيا ويا، پر سرڪاري سرپرستيءَ جي باوجود ڪامياب ڪانہ ٿي. (6) گريئرسن اصلوڪن خداآبادي اکرن ۽ سڌاريل اکرن واري جدول پڻ ڏني آهي. مطلب تہ خداآبادي لپي کي بنياد بڻائي واڻڪي سنڌي لکت ٺاهي وئي سا بہ ڪامياب نہ ٿي سگهي. حالانڪ جهمٽمل وسٽائي 1892ع ۾ پنهنجي ڪتاب "نئون سنڌي وياڪرڻ ۾لکي ٿو تہ سڀني هندو سنڌي سرن کي اصل يا مٿيل روپ ۾ هميشہ ساڳيا آواز آهن. ايئن نہ آهي جو هڪڙي سر کي بہ يا وڌيڪ آواز آهن، انهيءَ

ڳالھہ ڪان لکڻ ۾ بلڪل گھٽو فائدو آھي. جو ھجي ڪرڻ ۾ چوڪ يا شڪ يا ھيڪ ڪڍھن نہ ٿيندي، مطلب تہ جيتري قدر سنڌيءَ ۾ آواز آھن، اوتري قدر ھندو سنڌي سرن جو ٻندويست بلڪل پورو ۽ بي عيب آھي. (7)

ڊاڪٽر غلام علي الانا چوي ٿو تہ خداوادي رسم الخط خداآباد جا واپاري عام ۽ ماٺھو ڪم آڻيندا ھئا. (8) خداآبادي رسم الخط سنڌي ٻوليءَ جو ھڪ يادگار رسم الخط آھي، جيڪو سنڌي ٻوليءَ لاءِ ھڪ معياري رسم الخط بڻجي پئي سگھيو. پر سنڌيءَ ۾ عربي رسم الخط ۾ گھٽو ٿي ادب خصوصن شاعري وڏي عرصي کان ضبط تحرير تي چڪي ھئي ۽ عربي - فارسي رسم الخط جي گھٽي ئي خوبين سببان سنڌي ٻوليءَ لاءِ اختيار ڪيو ويو. اھڙي طرح خداوادي خط سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ جي ورقن ۾ ھڪ وساريل ورق بڻجي ويو.

## حوالا


1. علي نواز جتوئي، پروفيسر: "علم لسان ۽ سنڌي زبان،" سنڌالاجي ڄام شورو 1996، ص 123.
2. رچرڊ برٽن: "سنڌو ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون،" سنڌي ادبي بورڊ 1995، ص (6).
3. برٽن، حوالو ساڳيو، ڪتاب ص 140 - 142.
4. جيٽلي، ڊاڪٽر مرليڌر: "ٻوليءَ جو سرشتو ۽ لکاوٽ،" دھلي 1999ع، ص 84.
5. جيٽلي - حوالو ساڳيو ڪتاب ص 153 - 154.
6. گريئرسن، ترجمو فھميده حسين: "برصغير جي ٻولين جو لسانياتي جائزو،" سنڌي لئنگويج اٿارٽي حيدرآباد 2000ع ، ص 73.
7. جھمٽمل وسٽائي: "نئون سنڌي وياڪرڻ،" 1892ع.
8. الانا. ڊاڪٽر غلام علي: "سنڌي صورتخطي،" سنڌي لئنگويج اٿارٽي حيدرآباد. 1993ع

# مياں يار محمد ۽ سندس تختگاهہ:
# خداآباد

ڊاڪٽر حبيب الله صديقي

## تاريخي پس منظر:

تاريخ ۾ ڪلهوڙا خاندان جي پذيرائي مياں آدم شاهہ ڪلهوڙي (1520-1600ع) کان ٿي. "نامئہ نغز" (تصنيف 1155 هہ/1742ع) ۾ مقامي سنڌي مؤرخ باغ علي خائف لکي ٿو تہ، مياں آدم شاهہ چينہ خان ڪلهوڙي جي نسل مان نائين پشت ۾ هو. سگهاري جسم ۽ نالي وارو هو، جنهن کي خود "خانخانان" جاگير ڏني هئي.

"يڪــ نســل چينــہ کــہ آدم باســم
بــود شــاهہ نــامي تنومنــد جســم
در ايــن سلســلہ او نهــم پشــت بــود
دهــد خانخانــان بــہ جــاگير خــود."

(نامئہ نغز ص 4)

مرزا عبدالرحيم خان خانان، شهنشاهہ اڪبر جي طرفان سال 1592ع ۾ سنڌ فتح ڪئي هئي. فتح کان اڳي هنڙي غلام شاهہ (چاندڪا) ۾ مياں آدم شاهہ جي مهدوي / سهروردي خانقاہ تي حاضر ٿي دعا لاءِ عرض ڪيائين. بعد ۾ جاگير نذرانہ طور ڏنائين. ليڪن بعد ۾ مغل دربار جو تاريخ نويس صمصام الدولہ شاهنواز خان، "مآثرالامرا"، جلد پهرين ۾، سنڌ جي ڪلهوڙا خاندان جي احوال ۾، لکي ٿو تہ:

"اجدادش درلباس درويشي بسرمي بردند ... يڪي ازاسلاف او برئيس قوم ابره ... پيوست، وپارهءِ اراضي بطريق مدد معاش حاصل ڪرد..." (مآثرالامرا، تحت خدا يار خان)

پنهنجي حوالن ۾ وڏو تضاد آهي. ڪلهوڙن جا وڏا بزرگيءَ جي لباس ۾ گذاريندا هئا... انهن مان هڪ شخص (يعني ميان آدم شاهه) سنڌ جي قديم آبادگار قوم ابڙن جي سردار سان تعلق پيدا ڪيو ۽ هن کان ڪجهه زمين پنهنجي گذر بسر لاءِ حاصل ڪئي ....“ ظاهر آهي ته شهيد ميان آدم شاهه ڪلهوڙي جو مرتبو گهٽائڻ خاطر هي سرڪاري تاريخ لکي وئي هئي. ”نامه نغز“ جو حوالو حقيقي ۽ مدلل آهي. مهدوي / سهروردي پيري مريديءَ جو ان وقت سنڌ ۾ وڏو زور هو. خانخانان کي هالا ۾ مخدوم نوح رح کان پڻ دعا ڪرائڻ لاءِ تاڪيد ڪيل هو. هن مقالي ۾ اصل تاريخ ۽ سرڪاري درباري تاريخ جي تضاد تي مزيد بحث جي گنجائش نه آهي. مآثر الامراءَ جو صاحب متضاد بيان جاري رکندي لکي ٿو ته ”سندس (يعني ميان آدم شاهه جي) اولاد انهيءَ زمين جي ٺيڪ تي پنهنجي طاقت وڌائي، گهڻا ماڻهو سندن مريد ۽ معتقد ٿيا.... آهستي آهستي ابڙا قوم تي غالب پئجي، سندن اڪثر ڳوٺن تي قابض ٿي ويا. اهو سلسلو شيخ نصير (يعني ميان نصير محمد) تائين جاري رهيو. سندس وفات بعد، سندس وڏو فرزند شيخ دين محمد رياست (يعني زمينداري) تي قابض ٿيو. خلد مڪان (يعني شهنشاهه اورنگزيب) جي زماني ۾، جڏهن شهزادو معزالدين صوبي ملتان جي حڪومت تي فائز ٿيو ۽ شهزادي جو لشڪر سيوستان (يعني سيوهڻ) پهتو، تڏهن (ميان) دين محمد اطاعت قبول نه ڪئي.... آخر ڪار شهزادي، قرآن (شريف) وچ ۾ آڻي، (ميان) دين محمد کي سندس ٻن عزيزن سميت (ملتان) طلب ڪيو. جڏهن اهي ٽئي (ڪلهوڙا سردار) دربار ۾ پهتا، تڏهن شهزادي فوج مقرر ڪئي، جيڪا باقي بچيل ڪلهوڙن کي ٻارين ٻچين ٻڌي اچي. (ميان) دين محمد جي ننڍي ڀاءُ (ميان يار محمد) ”بسرعت، تمام قبائل را در شعاب، جبال گذاشته، مستعد بجنگ شد.... يار محمد قوي دل شده“، يعني ميان يار محمد تيزي سان سموري قبيلي کي جبلن جي گهاٽين ۾ محفوظ ڪري، جنگ لاءِ تيار ٿيو... ميان يار محمد مضبوط دل جو مالڪ هو. (مآثر، ج ا، اردو ترجمو ص 813).

نئن گاج وٽ لڳل ”جنگ ۾ شهزادي (معزالدين نواب ملتان) جي فوج شڪست کاڌي“. (مآثر، ج ا، ص 836). پوءِ ميان يار محمد پنهنجن چئن گهرن ۽ قبيلي سميت رياست قلات ۾ ٻه سال جلاوطن رهيو. اتي جيڪي سختيون سٺائين ۽ قربانيون ڏنائين انهن جي بيان کان اڳ، سندس دور جو تاريخي پس منظر ذهن نشين ڪرڻ ضروري آهي: ٻن صدين کان سنڌ ڌارين جي غلامي ۾ جڪڙيل هئي. سورهين صدي عيسوي (1520ع) ۾ سمن جي مقامي سلطنت، ڌارين منگول قبيلن، ارغونن ۽ ترخانن جي قهر آلود حڪمراني

۾ تبديل ٿي وئي. صدي جي آخر ۾ (1592ع) اڪبر بادشاهه پنهنجي جنم ڀومي سنڌ کي مغل شهنشاهيت ۾ ضم ڪيو.

سورهين – سترهين صدي دوران سنڌ جي سياسي صورتحال هڪ مال غنيمت مثل هئي، جتي ڏاريا حڪمران، سنڌن چاڙتا (مقامي حليف) ۽ غير ملڪي عملدار حتي الامڪان حد تائين عام ڦرلٽ ۽ عوام آزاري ڪندا هئا. سنڌي عوام جي زندگيءَ ۾ فقط الله جو آسرو باقي بچيو هو، جنهن سان صوفي بزرگ دلين کي اطمينان ڏياري رهيا هئا.

انهن مان ميان آدم شاهه ڪلهوڙي (1520-1600) جي خانقاهه هنڙي غلام شاهه (چانڊڪا) ۾ مرجع عام و خاص هئي، جتي مغل سپهه سالار مرزا عبدالرحيم خان خانان دعا گهرائي ۽ بطور نذرانه جاگير جو پروانو پيش ڪيو. ميان آدم شاهه زمين جو نذرانه قبول ڪري هڪ سياسي اقدام ڪيو: زمين حڪمرانيءَ جو بنياد آهي، انهيءَ جو قبضو آزادي ۽ خود حڪمرانيءَ جو ذريعو آهي. جڏهن انهيءَ ذريعي ۽ پيري – مريدي جي پٽ تي ميان آدم شاهه هڪ مضبوط مقامي طاقت بڻجي ويو، تڏهن ملتان جي مغل واليءَ کي خطرو محسوس ٿيو ۽ انهيءَ کي، حليف مقامي زميندارن جي فرياد جو بهانو بڻائي، ميان آدم شاهه کي موت جي سزا ڏيڻ سان رفع ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين. ميان آدم شاهه جي ٻن فرزندن، ميان دائود محمد ۽ ميان ابراهيم جي صغير سنيءَ جو فائدو وني، ڪوتوال شاهه محمد بلوچ کي هنڙي جي خانقاه تي متولي بڻائڻ جي تجويز ڪيائين، ليڪن ٻئي تدبيرون مقامي عزم ۽ عقيدت اڳيان ناڪام ٿيون.

ميان دائود محمد سن بلوغت کي پهچي، خانقاهه جو انتظام سنڀاليو. ميان آدم شاهه جي شهادت رنگ لاتو هو، مريدن ۽ مقامي عقيدتمندن ۾ اضافو ٿيو. ميان دائود محمد سرائي مريدن کي منظم ڪيو، سندس ٻن فرزندن، ميان الياس محمد ۽ ميان شاهل محمد هڪ ٻئي پنيان زميندارين کي سڌاريو ۽ وڌايو. موجوده "گهاڙ واهه" (لاڙڪاڻو) انهيءَ دور جو گواهه آهي. ميان شاهل محمد کان پوءِ ميان نصير محمد، مغل سرڪار جي مسلسل چوڪسي ۽ امڪاني فوجي ڪاروائي جي مدنظر، پنهنجو صدر مقام بدلائيندو رهيو. آخر ڪار هنڙي مان خانقاه ڪاڇي جي محفوظ علائقي ۾ "ڳاڙهي" نالي هنڌ تي منتقل ٿي، جتي ميان نصير ۽ سرائي خليفن ۽ عزيزن جون تربتون آهن ۽ ڳوٺ ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي نالي سڏجي ٿو.

ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي زماني (1657-1692ع) ۾ ڪلهوڙا زميندار ۽ مقامي طاقت مستحڪم ٿي. ميان دين محمد جي ايامڪاري

(1692-1700ع) ۾ اها طاقت ايتري قدر مضبوط هئي جو ملتان جي والي شهزادي معزالدين جي تابعداري قبول نہ ڪئي وئي. خاندان جو پيو شهيد ميان دين محمد پنهنجي جد امجد، ميان آدم شاهہ وانگر، قتل ڪيو ويو. انهيءَ سال، 1700ع ۾ سنڌ جي غلامي جي ٻي صدي پوري ٿي، ۽ نئين صديءَ جو سج ميان يار محمد ڪلهوڙي تي تجلي ڪرڻ لڳو.

## ميان يار محمد ڪلهوڙي جو دور:

(1702-1719ع)

سرڪاري تاريخ، مآثر الامرا، ٻي واجبي اختصار ۽ غلط بياني کان ڪم وٺندي ڄاڻائي ٿي تہ شهزادي (معزالدين) انهن ٽن ماڻهن (ميان دين محمد ۽ ٻن عزيزن) جي گرفتاري کي ڪافي سمجهي (ملتان) موٽي ويو، ۽ اتي پهچي حڪم ڏنائين تہ انهن ٽنهي شخصن کي قتل ڪيو وڃي. بعد ۾ يار محمد، آهستہ آهستہ ڪلي استقلال حاصل ڪيو، ۽ سيوستان (سيوهڻ) تي قابض ٿي ويو... سوي (سبي) جي وڏيءَ مملڪت ۾، جيڪا سنڌ کان قنڌار تائين پکڙيل آهي، ۽ ٻين علائقن کي قديم زميندارن جي قبضي مان ڇڏائي پنهنجي قبضي هيٺ ڪيائين، وغيره (مآثر، اردو ترجمہ، ص 813 ۽ اڳتي).

ميان يار محمد ڪلهوڙي جو قصو انهي بيان کان گهڻو طويل، مختلف ۽ عبرتناڪ آهي.

گرفتاري لاءِ پيڇو ڪندڙ مغل فوج کي "نئين گاج" وٽ شڪست ڏيئي ڀڄائي ڪڍڻ بعد، ميان يار محمد مسلسل ٻہ سال قلات ۾ مصيبتن کي منهن ڏنو. بروهي خان قلات ڀرپائين مقابلو ڪيو، جنهن ۾ محراب خان خان قلات، ماريو ويو لاچار صلح ڪرڻو پيو، جنهن ۾ ميان يار محمد جا فرزند ميان نور محمد ۽ ميان محمد خان خون بها ۽ جنگي تاوان جي ادائگي خاطر يرغمال بنايا ويا. پوءِ ميان يار محمد کي باقي قبيلي سميت قلات ۾ قيام ڪرڻ جي اجازت ملي. (تاريخ سنده عهد ڪلهوڙا ص 21)

جلاوطني جي هن دور جو هڪ عڪس خود ميان يار محمد جي هڪ خط ۾ ملي ٿو. لکي ٿو تہ "... ڪوهستان جي علائقي ۾ جيڪي پريشانيون لاحق رهيون، ۽ بروهي حاڪم قلات هٿان جيڪي زهر جا پيالا پيڻا پيا، انهن جي ياد زندگيءَ جي آخري دم تائين نہ وسرندي، "آخر چون ديدڪہ بندهاي جلاوطن از اوقات گذاري خود عاجز اند...." آخر جڏهن ڏٺائين تہ اسين جلاوطن ماڻهو گذر اوقات ۾ خود عاجز آهيون، تڏهن اڌ قبيلي کي پاڻ وٽ

گروي رکي باقي اڏ کي پنهنجي ماڻهن سان گڏي سنڌ روانو ڪيائين تہ جيڪي هٿ لڳي سو ڪٺي اچن. (گلدستہ نورس بهار قلمي ص ص، 99، 100).

## وطن واپسي:

ميان يار محمد التماس خان بروهيءَ کي ساڻ ڪري سنڌ ۾ داخل ٿيو. قِلات کان زيدي ۽ نئنگ، اتان منڇر جو ڪنارو ڏئي سامتاڻي پهچي قيصر پنهور جي زمين تي قبضو ڪيائين. جتي ڪتي سرائي خليفن ۽ مريدن جا انبوه سندس استقبال ۽ لشڪر ۾ شامل ٿيڻ لاءِ حاضر ٿيندا ڏسي، التماس خان بروهي دڀجي ويو ۽ ايئن چئي پني ڏنائين تہ. "توهان کي اسان جي مدد جي ڪا بہ ضرورت نہ آهي، خان قلات جي تقاضا جو پاڻ اچي پورائو ڪجو." سرائين جون جنگي ترڪيبون ۽ رنگ ڍنگ نرالا هئا. سنڌونديءَ تي "پاٽ" جو بندرگاه، ننڍي شڪارپور شاهراه تي واقع هجڻ سبب هڪ اهم دفاعي مرڪز هو. اتان جو عوام مغل سرڪار جي خلاف هو، ليڪن ظالم عملدارن جي موجودگيءَ ۾بغاوت ڪري نہ ٿي سگهيو. سرائي فتو فقير، پاٽائين سان رابطو قائم ڪيو ۽ "پاٽ" تي قبضي ڪرڻ جي ترڪيب ٺاهي وئي. ماڻهن مغل حاڪم کي عرض ڪيو تہ اڄ رات اسان وٽ ٻاهران ڄڃ اچڻي آهي، توهان کي سپاهہ سميت شراب ڪباب جي دعوت ڏيون ٿا جيڪا قبول فرمايو ۽ قلعي جا دروازا ڄڃ جي آمد وقت کولڻ جو حڪم ڏيو. عرض مناسب ۽ مفيد هئو، جيڪو قبول ڪيو ويو. سرائي لشڪر دهل شرنايون وڄائيندو شهر ۾ داخل ٿيو ۽ شراب جي نشي ۾ غافل مغل سپاهين ۽ عملدارن تي اچي ٺٺو. اهڙيءَ طرح پاٽ جي اهم بندرگاه ۽ تجارتي مرڪز تي قبضو ڪيو ويو. (تاريخ پاٽ پراڻي، مولف مخدوم محمد روشن.)

## الاهي امداد:

مغل صوبيدار بختيار خان پهريائين ملتان سرڪار کي ميان يار محمد ڪلهوڙي جي پيشقدمي کي روڪڻ لاءِ فوج موڪلڻ جي استدعا ڪئي ۽ پوءِ شهزادي معزالدين جي خود اچڻ ۽ ڪنهن قاٽ قاڻڻ جي ڊپ کان انهيءَ کي روڪڻ لاءِ چيو. شهزاده کي شڪ گذريو ۽ پهريون حملو بختيار خان تي ڪيو ويو، جنهن مقابلو ڪيو ۽ ماريو ويو. اهڙيءَ طرح ميان يار محمد جو هڪ دشمن ٻئي دشمن هٿان دفع ٿيو ۽ انهي کي الاهي امداد ۽ مرشد جي ڪرامت سمجهي سرائي لشڪر جو عسڪري حوصلو بلند ٿيو.

ميان يار محمد "ڳاها" ڳوٺ ۾ عارضي صدر مقام قائم ڪيو. سرائي

لشڪر وڏي وڃي مرڪپور ۾ گاهي جمشيد ڳوٺ والاريا ميان مير محمد ڪلهوڙو سندن ڪمان ڪري رهيو هو. پوءِ فتح پورتي قبضي ڪرڻ وقت ميان يار محمد پاڻ اچي ڪمان سنڀالي. مغل سرڪار، مفرور ملزم ميان يار محمد ۽ ڪلهوڙا قبيلي جي سموري جائداد، سبي ۽ گنجابہ جي نواب بختيار خان جي حوالي ڪري ڇڏي هئي. ميان يار محمد، چانڊڪا (لاڙڪاڻہ) تي حملو ڪيو ۽ بختيار خان جي ڀائٽي الهہ بخش کان اهو سڄو علائقو کسي ورتو. بعد ۾ ڳاڙهي، شڪارپور پنهواري ۽ ساهتي ۾ ڪنڊياري تي قبضو ڪيو. ان وقت، وقت مدبر سياستدان جي حيثيت ۾، هن فيصلو ڪيو تہ "شڪارپور پنهوران" جيڪو هڪ ويران جهنگ هو، اتي سنڌ جو تختگاه تعمير ڪيو وڃي ۽ انهيءَ جو نالو "خداآباد" رکيو وڃي.

### تختگاه خدا آباد:

انهيءَ هنڌ سنڌ جي قومپرست قبيلي ماڇين جو ڳوٺ هو، جيڪو سيوهڻ جي مغل نواب حمايتي قبيلي پنهورن جي حوالي ڪيو هو ۽ هاڻي اهو ميان يار محمد جي قبضي ۾ هو. انهيءَ هنڌ هڪ قديم قلعو "واهري جياسي" جي نالي سان قائم هو، جتي ماڇي قوم آباد هئي. ارغونن جي دور کان وني ماڇي قوم ڏارين جي تسلط جي خلاف وڙهندي آئي هئي. مغلن اتي نيرون ڪوٽ جي نالي سان فوجي مرڪز ۽ سرڪار قائم ڪئي. باغبان (مخدوم بلاول شهيد جو يادگار) ۽ نيرون ڪوٽ (باغي ماڇي قبيلي جو مرڪز) بہ الڳ پرڳڻا مقرر ٿيا ۽ نيرون ڪوٽ بکر بجاءِ سيوهڻ جي نوابي ۾ شامل ڪيو ويو. سيوهڻ جي مغل نواب بختيار بيگ ماڇين کان ڍل وصول ڪري نہ سگهيو، تنهن ڪري هن فوجي ڪاروائي ڪري ماڇين کي اتان بيدخل ڪري سندن زمينون ۽ جائداد، چئن پنهور سردارن جي حوالي ڪيا ۽ چار واهہ جدا جدا، موسو، عيسو، دائود ۽ جلال پنهور جي قبضي هيٺ ڏنا ويا. پنهور پوءِ بہ ماڇين جون زمينون آباد ڪري نہ سگهيا ۽ اتي جهنگلي جانورن جا شڪار گاه ٿاهيائون، جنهن کي مغل دفترن ۾ نيرون ڪوٽ بجاءِ "شڪارپور پنهوران" جي نالي سان لکيو ويو. تاريخ مظهر شاهجهاني مطابق سيوهڻ جي نواب احمد بيگ جي دور ۾ هي علائقو ويران ٿي ويو. انهي مان سمجهجي ٿو تہ ماڇين ۽ ٻين قومپرست قبيلن، سميجن، انڙن، شورن ۽ جابلو بلوچ قبائلين، مغلن جي حڪمراني هلڻ نہ ٿي ڏني. سندن علائقا ڪنهن مضبوط ۽ ڏاهي سردار جا منتظر هئا، جيڪو مغل شهنشاهيت کان انهن کي آزاد ڪرائي سگهي. ميان يار محمد جي مدنظر اها زميني صورتحال هئي، تنهن ڪري جڏهن مغل

شهنشاه فرخ سير، ميان يار محمد سان مصالحت جي پاليسي اختيار ڪئي، تڏهن پلاٽدن ۽ مقامي طاقت جي باوجود هن "خدايار خان" جو خطاب قبول ڪري، سبي ۽ گنجابہ جي مشڪل صوبيداري پاڻ تي هموار ڪئي. تاهم انهي سان گڏ شڪارپور پنهوران ۽ نيرون ڪوٽ جو سچو پرڳڻو طلب ڪيو جيڪو ڪيس ڏنو ويو ۽ هن "خدا آباد" جو شهر بڏرائي، انهيءَ کي پنهنجو صدر مقام بنايو. ڇاڪاڻ تہ اهو سنڌي قومپرستي جو مرڪز هو.

## تدبر ۽ دور انديشي:

سبي ۽ ڍاڍر جي صوبيداري، نقصان جو منصب هو. بختيار خان، دائود پوٽن ۽ ڪلهوڙن جي ملڪيت مان آمدني تي انتظامي خرچ پڪي جو پورائو ڪيو پئي. سندس مارجي وڃڻ بعد چار صوبيدار هڪ ٻئي پنيان مقرر ٿيندا ۽ استعيفا ڏيندا رهيا. آخرڪار شاهي دربار مان انهي بارگران کڻڻ لاءِ ميان يار محمد ڪلهوڙي کي منتخب ڪيو ويو. مدبري ۽ دور انديشي کان ڪم وٺي ميان صاحب اهو قبول ڪيو ۽ ڪاميابي سان نباهيو. انهيءَ ڪري مغل دربار ميان يار محمد کي پسند ڪيو ۽ سندس ڪاروائين تي چشم پوشي لاءِ حڪم جاري ڪيو. بعد ۾ بکر ۽ سيوهڻ سرڪارين جو انتظام بہ ميان صاحب جي حوالي ڪيو ويو. گلدستہ نورس بهار مطابق بکر ۽ سيوهڻ جي "زمينداري"، "خدا يار خان" جي حوالي ڪرڻ وقت پنج شرط عائد ڪيا ويا: (1) سرحدن جي حفاظت، (2) ملتان ۽ ٺٽي جي صوبيدارن سان، بوقت ضرورت، الحاق، (3) رستن تي امن امان، (4) رعيت جي خوشحالي ۽ (5) ايران متعلق صحيح خبر رساني فراهم ڪرڻ (قلمي ص 9).

## صوفي شاهہ عنايت جي شهادت (1718ع):

مذڪور شرطن هيٺ، ٺٽي جي صوبيدار نواب اعظم خان کي ضرورت وقت فوجي مدد فراهم ڪرڻ لازم هئي. جڏهن صوفي شاهہ عنايت شهيد جهوڪ شريف ۾ عوامي عقيدت حاصل ڪئي ۽ سيدن، پليجن ۽ جت زميندارن جي دشمني سبب ٺٽي جي نواب صوفي جي خانقاه تي حملي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو تڏهن شاهي دربار جي اجازت سان: "حسب الحڪم ڪمڪ بنام، خدا يار خان عباسي و سائر احتشام طلبيده ...." خدايار خان (ميان يار محمد) عباسي ۽ ٻين گروهن کي حسب الحڪم ڪمڪ جي لاءِ طلب ڪيو." (تحفتہ الڪرام ج 3 ص 100). مير شهداد بلوچ ۽ ميان محمد خان ڪلهوڙو ڪمڪ وٺي روانا ٿيا. جهوڪ شريف جو محاصرو پورا چار مهينا جاري رهيو (13 آڪٽوبر 1717ع کان پهرين جنوري 1718ع) مورچہ بند فقيرن رات جو محاصرو

ڪندڙن تي راتاها هڻي ڪافي جاني نقصان ڪيو. تنگ اچي مغل نواب اعظم خان صلح جو بهانو بنايو. مير شهداد ٽالپور ۽ ميان محمد خان وچ ۾ پئي قرآن شريف تي صلح ڪرايو. فقيرن جي جان مال کي نقصان نہ رسائڻ جو عهد ڪيو ويو هو. ليڪن اعظم خان جي بدعهدي جي حالت ۾ ڪلهوڙا ڪمڪ ڪجهہ بہ ڪرڻ جي مجاز نہ هئي. 15 صفر 1130هہ مطابق پهرين جنوري 1718ع تي صوفي شاهہ عنايت کي شهيد ڪيو ويو ۽ سنڌ جا زميندار، جيڪي شاهہ عنايت جي بر خلاف هئا، هاڻي ميان يار محمد ڪلهوڙي کي هن شهادت لاءِ جوابدار قرار ڏيڻ لڳا. چاڪاڻ تہ لاڙ جا ڪجهہ ڳوٺ ميان صاحب کي ڪمڪ ڏيڻ جي عيوض عطا ڪيا ويا ۽ نواب شاڪر خان سنڌ ڇڏي ويو تہ روپاهہ جو پرڳڻو ميان يار محمد ڪلهوڙي مقاطي تي وٺي پنهنجي قبضي هيٺ آندو. موقعي جو فائدو وٺڻ، شهادت لاءِ ذميدار هجڻ جو ثبوت نہ سمجهڻ گهرجي. هڪ دور انديش مدبر قائد جي حيثيت ۾ ميان يار محمد، مغل سرڪار سان ڪيل عهدنامي جي تعميل ڪري ڪمڪ رواني ڪئي هئي. سنڌس مقرر ڪيل سالارن، شهداد خان ۽ ميان مير محمد، صلح ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي. عهد شڪني ۽ قتل لاءِ فقط نٿي جو نواب ذميدار هو، جنهن جي علائقي ۾ ميران پور جهوڪ شريف واقع هئي ۽ جيڪو فوجي ڪاروائي ۽ مزيد اقدامات ڪرڻ لاءِ فعل المختيار هو. بعد ۾ شاهي دربار مان عطا ڪيل علائقن ۽ مزيد علائقي جو ٺيڪو حاصل ڪرڻ پنهنجي طاقت کي مستحڪم ڪرڻ خاطر ضروري هو.

**مشڪلات ۽ استقلال:**

ميان يار محمد ڪلهوڙي ڪل 18 سال راڄ ڪيو (1702-1719ع). پهريان نو سال سخت جدوجهد ۽ مخالفين کي زير ڪرڻ ۾ گذريا ۽ پويان نو سال ڪلهوڙا طاقت کي منظم ڪرڻ ۾ صرف ٿيا. ميان يار محمد، ڪلهوڙا خاندان جو پهريون فرد هو جنهن کي شاهي اعزاز حاصل ٿيو ۽ هن انهي اعزاز ۽ موقعي کي پنهنجي خاندان، ساٿين ۽ ملڪ کي مضبوط ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو. سنڌس دربيش بيحد مشڪل حالات هئا. خاندان جي ملڪيت تي بختيار خان جي وارثن جي دعوي جاري رهي، مريدن ۽ سرائي خليفن، سرويچي ۾ پاڻ کي سجو ڪري ڇڏيو هو. انهن جي آبادڪاري ۽ بحالي خاطر مقتدر مقامي وڏيرن ۽ سنڌن قبيلن جي مزاحمت ۽ ويڙهاند هڪ وڏو مسئلو هو. جڏهن تہ ڪلهوڙا خاندان جو اڌ حصو، عورتن سميت، خان قلات وٽ يرغمالي هو جن ۾ ميان نور محمد، ميان دائود ۽ ٻيا فرزند ۽ عزيز بہ شامل هئا. يرغمالين جي آزاديءَ لاءِ ميان يار محمد ڪان

سمندر خان "گنجابہ" جو علائقو طلب ڪيو، جيڪو مغل سرڪار طرفان ڪيس عطا ڪيل هو. مير شهداد تالپر ۽ شيخ غلام محمد صلاح ڏني تہ شرط پورو ڪجي ۽ انهيءَ لاءِ شاهي اجازت طلب ڪجي. گلدستہ نورس بهار ۾ ميان يار محمد جا هي الفاظ سياست جي تاريخ ۾ محفوظ ڪرڻ جي قابل آهن:

"من فرزند و قبائل و جان و مال خود را، در راه بندگي نثار ڪرده ام. هرچہ مناسب دانند، بنويسند" (قلمي ص 314). ساڳي ذريعي جي ص 94 تي سندس المناڪ پريشاني جو ذڪر ڪيل آهي، جيڪا خان قلات طرفان سندس چئن ڪٽنبن ۽ پٽن کي پرده دار زالن سميت قلعي ۾ اچي رهڻ جي حڪم سبب پيدا ٿي: "چون اين مراتب منافي ناموس بود، نورچشم (ميان نور محمد) از بس غيرت و حميت همگي اهل پرده را ..." اڳتي انهي نسخي جو پنو غائب آهي، ص 63 تي پڻ افراد خانہ جا نالا ڏاهي فلاڻو لکيو ويو آهي. بهرحال خاندان جي پريشاني اڪثر حاڪمن ۽ سردارن کي جهڪائي ڇڏيندي آهي، ليڪن ميان يار محمد نہ جهڪيو. جڏهن قلات جي خان، سمندر خان کي ملتان سرڪار طرفان تاڪيدي حڪمنامو مليو، تڏهن ڪلهوڙا يرغمالي خاندان کي قلات جي قيد مان رهائي حاصل ٿي. (تاريخ سنڌ، ص 227).

سبي ۽ گنجابہ جي صوبيداري ۾ باغي پٺاڻن کي منهن ڏيڻو پيو. سردار رحيم پرانگ ۽ دولت خان پني بغاوت ڪئي، جنهن کي ميان يار محمد ڪمال استقلال ۽ ڪاميابي سان منهن ڏنو. مغل سرڪار سان ڪيل معاهدي جي آخري شق مطابق ميان صاحب جي ذميواري هئي تہ ايران جون صحيح خبرون بروقت مغل دربار ۾ پهچائي. ميان اها ذميواري بہ احسن طريقي سان نباهي. ايراني ۽ مغل شهنشاهيت جي وچ ۾ قنڌار جو قبضو هڪ مستقل مسئلو هو، جيڪو همايون بادشاهہ کان مسلسل جاري هو. ميان صاحب جي ذمي سبي ۽ ڍاڍر جي سرحدن جي حفاظت ڪرڻ هئي ۽ قلات جي بروهين تي اعتماد تي نہ ٿي سگهيو. انهي سلسلي ۾، ميان يار محمد خود لکي ٿو تہ "ملڪي انتظام جو رشتو بيحد نازڪ آهي، ۽ بادشاهہ جي حقوق فرمانبرداري جو رشتو انهيءَ کان بہ وڌيڪ نازڪ آهي." (گلدستہ نورس بهار، قلمي ص ص 36، 37). انهيءَ رشتي کي ميان يار محمد بذات خود سر زمين تي حاضر رهي نباهيو. پنهنجي علائقائي سرحدن جي حفاظت ۽ رعيت جي امن امان خاطر پنهنجي عزيزن ۽ شڪارپور جي دائود پوٽن سان ڇهہ روز جنگ ۽ پوءِ امير محمد مبارڪ خان دائود پوٽي سان صلح، سندس عسڪري ۽ سياسي صلاحيتن جو رڪارڊ آهي.

## وفات ۽ پشت:

سنڌ جو باصلاحيت سرواڻ، ميان يار محمد ولد ميان نصير محمد ڪلهوڙو تاريخ 11 ذيقعده 1113هہ بروز جمع مطابق 14 سيپٽمبر سن 1719ع تي پنهنجي تختگاهہ خداآباد ۾ راهہ رباني ورتي.

"ورا پنج فرزند چون نره شير،
ڪہ هريڪ جوان و دلاور دلير"

## پويان پنج فرزند ڇڏيائين:

(1) ميان نور محمد (2) ميان محمد خان (3) ميان محمد دائود خان (4) ميان تاج محمد خان ۽ (5) ميان غلام حسين خان.

## شخصيت:

جديد دور جي محقق مولانا غلام رسول مهر جي تحقيق مطابق ميان يار محمد "اصلا ديندار، درويش خو اور فقير منش آدمي تها ...." ( تاريخ سندهہ ص 302) . جڏهن خانداني رياست جي پڳ ميان يار محمد جي مٿي تي رکي وئي، تڏهن حالتون حد درجي ناسازگار ٿي چڪيون هيون. وڏو پاءُ قيد ٿي ويو، ملڪيت ضبط ٿي وئي، شاهي فوج تعاقب ۾ هئي، مريد منتشر ٿي ويا ۽ خاندان جي لاءِ ڪٿي بہ جاءِ پناهہ نہ هئي. جڏهن ميان يار محمد هيءَ دنيا ڇڏي، تڏهن ڪلهوڙا اقتدار جو سنڌ جي وسيع علائقن ۾ پايو پئجي چڪو هو ۽ سرائي ۽ ٽالپر سپاهين جي هڪ منظم فوج ڪلهوڙا اقتدار جي ضمانت بنجي وئي هئي. اها تاريخي حقيقت ميان يار محمد جي عسڪري، انتظامي ۽ شخصي صلاحيتن جي غمازي ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي.

# سنڌ جي خودمختياري لاءِ ڪلهوڙن جي جدوجهد

ڊاڪٽر محمد لائق زرداري

دنيا جي سرزمين تي تاج ۽ تخت تہ هوندا ئي ماڻهن لاءِ آهن، جن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترن ئي ماڻهن سرن جا سودا ڪيا. ڪي ڪامياب ٿيا تہ ڪي مٽجي ميسارجي ويا. تاريخ ۾ صرف اهي زنده رهيا، جن پنهنجي وطن ۽ قوم لاءِ قرباني ڏيئي سک ۽ امن حاصل ڪيو. تخت ۽ تاج جو مالڪ، ڪنهن نہ ڪنهن شخص کي تہ ضرور ٿيڻو آهي. ڪير بہ هجي، خراج تحسين انهن کي پيش ڪيو ويندو آهي، جن وطن ۽ قوم لاءِ ڪشالا، مصيبتون ۽ مشڪلاتون برداشت ڪري عوام جي لاءِ سک ۽ امن خاطر تخت ۽ تاج جا مالڪ ٿيا. وقت جي اڪابرن روزنامچا لکي ڪي حقيقتون ۽ واقعات قلمبند ڪري رکيا. ڪن حڪمرانن پنهنجي منشين کان پنهنجون تاريخون مرتب ڪرايون. انهن کي وقت جي عالمن ۽ محققن ڇنڊڇاڻ ڪري تحقيق جي سائنسي بنيادن تي ترتيب ڏيئي مرتب ڪيو. تحقيق جو ڪم تہ هلندو رهندو. ڪلهوڙن جي ڪيل جدوجهد ۾ سنڌ لاءِ ڪيل قربانيون ۽ ڪاوشون تاريخ ۾ هميشہ هميشہ محفوظ ٿي ويون.

ملتان برهمڻ دؤر کان وٺي سنڌ سان شامل هو. عرب دؤر ۾ بہ اتر سنڌ ملتان، جنهن کي ماموره جي نالي سان سڏبو هو، سنڌ سان شامل هو ۽ ڏکڻ سنڌ جو تخت منصوره هو، جتي عرب خليفن جا گورنر مقرر ٿي ايندا هئا. بعد ۾ هڪ عهد ۾ بادشاهن جي عروج ۽ زوال مطابق مختلف شهنشاهن مثلن سبڪتگين، محمود غزنوي ۽ شهاب الدين غوري جي تسلط ۾ رهي (1) سنڌ ۾ سمن جي سلطنت جي خاتمي کانپوءِ، سنڌ جو عوام ارغونن ۽ ترخانن جي تسلط ۾ رهيو. سنڌ ۾ مغلن خلاف بغاوت ٿي ۽ سيوهڻ، ٺٽي ۽ بکر ۾ سوين معرڪا ٿيا. آدم شاهہ ڪلهوڙي بکر ۾ مهدي دائرو ڪوليو تہ مسلمان توڙي

هندو سندس حلقہ احباب ۾ شامل ٿيندا رهيا. ميان آدم شاهہ کان وٺي ميان دين محمد تائين ڪلهوڙن پنهنجي وجود جي جنگ لڙي، جن ۾ هن خاندان پنهنجي رت جو نذرانو ڏنو ۽ پنهنجي طاقت کي بچائيندا آيا. ميان نور محمد سنڌ ۾ مقامي حڪومت جو بنياد رکيو. ڪلهوڙن کان اڳ ۾ سِنڌ دهلي جي ماتحت هئي. دهلي مان ئي سنڌ جا گورنر ۽ نواب مقرر ٿي ايندا هئا، جيڪي ڏاريا هئا. دهلي دربار مان ڪڏهن بہ ڪنهن مقامي حڪمران لاءِ ڪوبہ پروانو جاري نہ ٿيو. ترخان دؤر حڪومت ۾ بہ سنڌ جا تعلقات دهلي جي مرضي ۽ خواهش موجب بين علاقائي قومن سان قائم ٿيندا هئا. سن 1552ع کان 1723ع تائين ٺٽي ۾ گورنر مقرر ٿيا.

| | |
|---|---|
| اڪبر جي عهد حڪومت ۾ | ٿي گورنر آيا. |
| جهانگير جي دؤر ۾ | چوڏهن گورنر آيا. |
| شاهجهان جي دؤر ۾ | سورهن گورنر آيا. |
| اورنگزيب بادشاهت ۾ | ارڙهن گورنر آيا. |
| اورنگزيب جي وفات بعد | چار گورنر ٿيا. |

۽ معزالدين جي دؤر ۾ ٻارنهن گورنر ٿيا.

1707ع ۾ اورنگزيب جي مرڻ کان پوءِ مغل شهنشاهيت جو زوال شروع ٿي ويو. ڏکڻ کان مرهٽن ۽ جاٽن غارتگري شروع ڪئي. اتر ۾ روهيلن ۽ سکن ڦرمار شروع ڪئي. مرهٽن بہ ملڪ کي تپائي ڇڏيو. جاٽن وري دهلي ۽ آگرا جي ويجهو خودمختيار رياست ڪڙي ڪئي. روهيلن دوآبہ، گنگا ۽ جمنا کي ڦرمار لاءِ آماجگاهہ بنائي ڇڏيو. دکن ۽ آئوٽ مرڪز کان ڇجي ڌار ٿي ويا. (2) سيني صوبن ۾ خودمختياري جي هوا هلي. اورنگزيب کان پوءِ پويان ڪمزور حڪمران ثابت ٿيا. انهن سڀ ڪجهہ برباد ڪري ڇڏيو. نواب اندروني خودمختيار بڻجي ويا. صرف نالي ماتر خراج ادا ڪندا هئا (3) سڄي ملڪ ۾ بدامنيءَ جي لهر اٿي، جنهن ۾ ڦرمار جو سلسلو شروع ٿي ويو. سنڌ ۾ تہ اڳي ئي حالتون خراب هيون. سنڌ ارغونن کان وٺي، ترخانن جي دور، اڪبر ۽ جهانگير جي عهد حڪومت تائين، سنڌ جي سيني طاقتور قبيلن سرڪار خلاف بغاوتون ڪيون، انهن قبيلن سرڪاري قافلن ۽ بيڙين کي ڦري، ملڪ ۽ مغليہ نوابن جو نڪ ۾ دم ڪري ڇڏيو هو. شاهجهان جي دؤر ۾ شهزادو اورنگزيب 2

سال 8 مهينا نٽي ۾ صوبيدار ۽ سيوهڻ جو ناظر ٿي رهيو. سندس ڏينهن ۾ ڪيچ، قلات، ڪيچ مڪران، ڪاڇو، ڪوهستان، لاڙ ۽ ڪڇ پڇ تائين سيني قبيلن فساد ڪيا. قلات جي احمد زئي خانن بغاوت ڪري آزادي جو اعلان ڪيو. (4) سنڌ ۾ وڳوڙ، فساد، ڦرون ۽ بيمارين منهن ڪڍيو. سن 1654ع اورنگزيب ۽ سندن ڀائرن جي وچ ۾ فساد شروع ٿيا. تخت ۽ تاج لاءِ گهرو ويڙهه شروع ٿي جنهن جو اثر سنڌ تي پيو. انهيءَ سال ۽ ٻئي سال سنڌ ۾ سخت ڏڪار پيو. پليگ جهڙي بيماري به قهر ڪري ڇڏيا. (5)

## ڪلهوڙن جو مغل دربار خلاف مزاحمت :

دنيا قديم زماني کان وٺي جنگ سازي ۽ مارا ماريءَ انسانيت جو سڀ کان روشن ڪارنامو سمجهندي اچي پئي. اهي ماڻهو يقينن خاص قدر ۽ مرتبي جا مستحق هئا، جن ضرورت جي وقت، خلق خدا جي آزادي ۽ خوشحالي، امن ۽ سلامتيءَ خاطر تلوارون هلايون. هنن ان طرح ظلم ۽ ڏاڍ کي مٽايو ۽ مظلومن لاءِ خدا جي زمين تي اطمينان جي زندگي گذارڻ جا موقعا پيدا ڪيا، مگر خود غرض ۽ حق ناشناس، انهن انسانيت جي عظيم محسنن ۽ اهڙن ماڻهن کي به شامل ڪري ڇڏيو، جن خاص دائري ۾ ممڪن آهي ته ڪي چڱا ڪم به ڪيا هجن پر پوءِ به اهو اڪثر ملڪن ۽ علائقن لاءِ اذيت، مصيبت ۽ آفت جون بجليون بڻيا رهيا. انهن جي هٿان هزارين ماڻهو تلوارن جي هيٺ آيا، هزارين گهر لٽجي ويا، اهو سڀ ڪجهه عمل ۾ آيو، جنهن کي اخلاق جي ضابطن خير جي بجاءِ شر، حق ۽ انصاف جي بدران ظلم ۽ ڏاڍ کان سواءِ ٻيو ڪجهه سمجهي نٿو سگهجي. (6) سنڌ جو عوام دربدر بي يارو مددگار هو. مغليه نواب صرف پئسه وٺڻ ايندا هيا. انهن جي عوام سان ڪابه همدردي ڪانه هئي. مغل دؤر ۾ سنڌ ٻن حصن ۾ ورهايل هئي، سنڌ جي اتر ۾ بکر سرڪار هئي، جنهن جا وري پرڳڻا هئا، الور، سکر، چانڊڪو، جتوئي، دربيلو ۽ ماتيلو، سيوي، فتح پور، گنجابو ۽ ڪاڪڙي، ٻئي طرف ڏکڻ ۾ ٺٽو صوبو هئو، جنهن جا پرڳڻا هئا جن کي سرڪاريون چيو ويندو هيو، سي هيون ٺٽه، چاچڪان، سيوستان، نصرپور ۽ چڪر هالا. سنڌ جو نالو نشان به ڪونه هو. (7)

## ميان نصير محمد ۽ اورنگزيب بادشاهه :

اورنگزيب بادشاهه جڏهن گهرو لڙاين ۾ مصروف هو ته سنڌ جي اتر ۾ بکر سرڪار جي حدن ۾ ميان نصير محمد مريدن ۽ همدردن جو وڏو حلقو پيدا

ڪيو. ”جيڪي ڪيڙي سو ڪائي“ جي اصول تحت بغاوت ڪئي. ميان صاحب پنهنجن وڏن جي نقش قدم تي هلندي سنڌي عوام جي دل جي ڌڙڪن ٿي پيو. هن مغلن سان مهاڏو اٽڪايو، جتي حاسدن ۽ مخالفن جي سازش تحت ڪيس بکر ۾ گهرائي گرفتار ڪري دهلي موڪليو ويو. دهليءَ ۾ قيد دوران قيدي سنڌ کي ڪونہ وساريو. جڏهن اورنگزيب گهرو لڙاين ۾ مبتلا هو تہ هن سنڌي قيدي ڏي قاصد موڪليو. ان امان لاءِ ۽ وفاداريءَ جو وچن ونڻ چاهيو. ميان جيڪي دل ۾ هو سوئي زبان تي آڻيون ٿا. پنهنجي طرفان ڪو جهيڙو نہ ٿا ڪيون، مگر جڏهن ڪو گلي پئجي وجي ٿو تہ شهنشاهہ جي فرمان موجب ان کي پنهنجي ڪيتي جي سزا ڏيون ٿا. ميان صاحب جاگيردار تي موٽيو تہ هن فوجي قوت ۾ اضافو ڪرڻ شروع ڪيو. بکر سرڪار متس ڪڙي نظر رکي. بروهين ۽ پنهورن شاهي ڪارندن جي حڪم سان ميان صاحب سان لڙايون لڙيون. ميان صاحب 1658ع ۾ شرطيہ محدود اقتدار حاصل ڪيو. جڏهن تہ 1658ع ۾ مغل نواب اچڻ بند ٿيا تہ ڪلهوڙا طاقت ۾ آيا. سندن مرڪز ڳاڙهي هو. جڏهن ميان نصير محمد خان 1692ع ۾ وفات ڪئي، ڪيس ڳاڙهي ۾ دفن ڪيو ويو. سندن فرزند ميان دين محمد والد جي گادي تي وينو. هن بہ اتر سنڌ، سبي ۽ قلات تائين ڪاهون ڪيون ۽ پاڙيسرين ملتان گورنر وٽ دانهيو جنهن ميان دين محمد سان قرآن شريف تي واعده اقرار ڪري ملتان گهرايو ۽ اتي ڪيس ڦاسي ڏني ويئي. ڪيس بہ ڳاڙهي ۾ دفن ڪيو ويو.

## ميان يار محمد ڪلهوڙو ۽ مغل دربار :

ميان دين محمد جي شهادت بعد سندس ڀاءُ ميان يار محمد مغل سرڪار جي خلاف بغاوت ڪئي. مغل شهزادي معزالدين سان لڙائي ڪئي، جنهن ۾ مغل شهزادي کي شڪست ملي. قلات جي حاڪم ميان سان اچي جنگ ڪئي. ميان يار محمد قلات جي خان سان هڪ ناهہ ڪيو، جنهن تحت ميان جا بہ پٽ ميان نور محمد ۽ محمد خان قلات جي حاڪم وٽ يرغمال تي رهندا ۽ يار محمد وٽس حفاظت هيٺ رهندو. هي واقعو 1700ع ۾ پيش آيو. مغل گورنر اتر سنڌ جو انتظام، امن ۽ امان بحال ڪري نہ سگهيو، جنهن ڪري لاچار ٿي بکر ۽ گنجابہ جا علائقا ميان جي حوالي ڪيا. قلات جي نواب کي حڪم مليو تہ ميان يار محمد نواب مقرر ڪجي ٿو. سندس حمايت ڪئي وڃي. ميان يار محمد کي هيٺين شرطن تي نواب مقرر ڪيو ويو.

(الف) سرحدي رستن جو انتظام مستحڪم ڪيو ويندو.

(ب) جڏهن بادشاهه کي ضرورت پوندي ته هو پنهنجي فوج سميت ملتان ۽ ٺٽه جي صوبيدارن جي مدد لاءِ تيار رهندو.

(ت) رستن تي امن امان قائم ڪيو ويندو.

(ث) رعيت جي خوشحالي جو خيال رکيو ويندو.

(ج) ايران جون صحيح صحيح خبرون دربار شاهيءَ ۾ پهچايون وينديون.

(ح) افغان، ايران ۽ مڪران جي سترهن لکن جي نظرداري ڪئي ويندي.

ميان يار محمد کي مغل دربار مان خدا يار خان جو لقب مليو. مگر هر طرف کان کيس خطرو هو. ان کان علاوه ميان صاحب جو اڏ خاندان قلات جي واليءَ وٽ يرغمال هو، جنهن کي آزاد ڪرائڻو هو ۽ ملڪ ۾ امن و امان به قائم رکڻو هو. بروهين جڏهن ميان صاحب کي پناهه ڏني هئي، تڏهن کيس يقين هو ته ميان صاحب وٽ وڏي دولت آهي، جن تي هو قبضو ڪندو. قلات جي خان، ميان صاحب کي انهيءَ آسري تي آزاد ڪيو ته سنڌ مان مال ميڙي اچي. مگر جڏهن ميان صاحب واپس آيو ته هو به والي بڻجي آيو هو. ميان صاحب پاڻ ٻڌائي ٿو ته "قلات جي والي سمندر خان جي دل ۾ حسد جي باهه ڀڙڪي رهي آهي" ميان کي چيائين ته گنجابه کي ڇڏي ڏي، ورنه جنگ جاري رهندي، ميان صاحب کي پريشاني هئي. هڪ ته اڏ قبيلو قلات ۾ يرغمال هو ۽ ٻيو گنجابه جو مطالبو تي رهيو هو. ميان يار محمد پنهنجي پاءُ ميان محمد خان کي قلات جي حالتن جو جائزو وٺڻ لاءِ موڪليو. قلات جي حڪمران چيو ته گنجابه کان دستبردار ٿيو ته پوءِ سندس قبيلو واپس ڪيو ويندو. ميان صاحب جي استقلال جو پتو ان مان پوي ٿو ته ميان صاحب چوي ٿو ته "گنجابه هڪ قلعو آهي، مگر ڪو به شخص قلعي جي هڪ سر آئني بنائڻ لاءِ گهري ته ان جو اکيون انڌيون ٿي وڃن. مان خاڪ جو ذرو به نه ڏيندس. خدا نه ڪري جو هن قسم جا خيال منهنجي دل ۾ پيدا ٿين. بروهي پنهنجي لشڪر ۽ ڪوهستاني افغانين کي پاڻ سان ونيءَ سرحدي علائقي ۾ آيو آهي ۽ گنجابه تي گهيرو ڪيو اٿس. رات ڏينهن جهڙپون ٿي رهيون آهن. مگر مونکي قسم آهي ته مونکي ذري جيترو به انديشو نه آهي. مونکي اميد آهي ته منهنجن سپاهين کي پگهارون ملن ته آئون قلات تي حملو ڪريان ۽ دشمن جون پاڙون پٽي ڇڏيان. پٽ ته ڇا پر قبيلو اصولن تي قربان ڪري ڇڏيان. ميان يار محمد خان جي سفارتڪارن ملتان جي

گورنر وٽ مسئلو پيش ڪيو، جنهن حڪم ڪيو تہ ميان جو يرغمالي قبيلو ۽ سندس پٽ آزاد ڪيا وڃن.

گنجابہ جو قلعو جيئن تہ شاهي فرمان موجب ميان يار محمد کي مليو هو. ان جي واپسي شاهي فرمان جي نافرماني سمجهي وڃي ها، مگر قلات جو خان ان لاءِ جائز، ناجائز اصرار ڪندو رهيو. ميان صاحب گنجابہ جو قلعو پنهنجي پٽ جي نگراني ۾ ڏنو هو. جڏهن قلعي وارا ۽ سندس پٽ هڪ وبائي بخار ۾ مبتلا ٿي پيا ۽ سندس پٽ واپس آيو تہ پنيان قلات جي حاڪم سمندر خان جي ماڻهن ڏاڪٽين وسيلي چڙهي گنجابہ تي قبضو ڪيو. جڏهن اها خبر ميان يار محمد کي پهتي تہ گنجابہ تي وڏو حملو ڪيائين، نتيجي ۾ قلات جا موڪليل فوجي سردار مارجي ويا. باقي پڄي نڪتا. انهن جو پيڇو ڪري ڪين قتل ڪيو ويو. ميان صاحب گنجابہ سان گڏ سبي ۽ ڍاڍر جا قلعا بہ قبضي ۾ آندا. هي واقعو 1708ع ۾ ٿيو.

مغل دربار ڪان ميان يار محمد جي ذمي جيڪي فرض سونپيا ويا هئا، سي هن بخوبي سرانجام ڏنا، مثال طور دهليءَ جي بادشاهہ جي ڪيل حڪم جي نافرمان برادري، ايراني حڪومت جي يلغار کان آگاهي، فوجي تيارين ۽ حملن کان خبردار ڪرڻ، قلعن ۽ جابلو لڪن جي چوڪسي. جڏهن قنڌار ڪشمڪش جو مرڪز بڻجي ويو تہ سبي ۽ ڍاڍر جي لڪن لاءِ سخت خطرو پيدا ٿي ويو. ميان صاحب کي تشويش هئي تہ بروهين تي ڪوبہ پروسو نہ هو، جيڪڏهن قنڌار ۾ لڙائي لڳي ها تہ افغان قلعي ۾ ويهي رهن ها. انديشو هو تہ ايراني لشڪر، بروهين سان گڏجي سنڌ ۾ قرمار ڪن ها، ڇاڪاڻ تہ سنڌس علائقو بروهين سان گڏ هو. بروهي، ميان صاحب جا دشمن هئا، ان کان علاوه قنڌار کان اچڻ وارا ماڻهو سبي ۽ ڍاڍر جي رستي کان اچي ٿي سگهيا (8). ميان يار محمد دهلي دربار کي مشورو ڏنو تہ قنڌار ۽ قلات تي حملو ڪري قبضو ڪيو وڃي تہ سنڌي فوج جي شانہ بشانہ رهندي، ميان صاحب ويهہ هزار سنڌي لشڪر موڪلڻ جو اقرار ڪيو ۽ پنهنجي پٽ کي ان لشڪر جو سردار بنائڻ جو وچن ڪيو. مگر دهليءَ جي بادشاهہ بهادر شاهہ انڪار ڪيو. ميان صاحب کي پوءِ بکر ۽ سيوهڻ جا علائقا بہ ڏنا ويا.

## ميان يار محمد ڪلهوڙو ۽ دائود پوٽا :

دهلي دربار ۾ امير مبارڪ خان دائود پوٽي کي شڪارپور جي منصبداري مليل هئي. ڪلهوڙن ۽ دائود پوٽن جو رشتو سؤٽاٽو هو. مگر جڏهن ميان يار

محمد کي دهلي دربار مان ”خدا يار خان“ جو لقب ۽ منصب مليو تہ دائود پوٽن، ميان جي علائقي ۾ مداخلت ڪرڻ شروع ڪئي ۽ ڪيس ناڪام بنائڻ جي ڪوشش ڪئي. آخر صبر جو پيمانو لبريز ٿي چڪو ۽ ٻنهي حاڪمن جي وچ ۾ ڇهہ ڏينهن جنگ لڳي. ڪي ٿي جوڙا مارجي ويا ۽ ستين ڏينهن ميان صاحب ۽ امير مبارڪ خان ڳالهيون ڪري صلح ڪيو. عهدنامي جو متن مغل بادشاهہ جي طرفان مقرر ڪيل ملتان جي گورنر ڏانهن موڪليو ويو.

## ملتان جي گورنر سان تعلقات :

مغل دربار ڪان جڏهن گنجابہ ۽ ڏاڍر جا علائقا ميان صاحب جي منصب هيٺ آيا هئا، تڏهن ان جي طرفان مير شهداد خان ٽالپر سفير جي حيثيت سان ملتان ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون. سنڌ جا سڀ ناظم جيئن تہ ملتان جي گورنر جي ماتحت هئا، تنهن ڪري سيني نوابن، منصبدارن کي هدايت ٿيل هئي تہ هو مغل بادشاهہ جي مفاد ۾ سياسي ۽ فوجي طرح هڪ ٻئي جي مدد ڪن، خاص طور ننٽي ۽ سيوهڻ جي بغاوت جي برپا ڪندڙن جو پيڇو ڪيو ۽ انهن جو سدباب ڪري ختم ڪيو. جهڙوڪ نومڙين جي لٽ مار ۽ شورش، ڪرمتين ۽ جوڪين جي شورش کي ختم ڪيو. ميان صاحب نو سال شورش کي ختم ڪرڻ لاءِ لڳايا.

## ميان يار محمد ڪلهوڙي جا مغل دربار سان تعلقات :

ميان يار محمد تمام پختي ارادي وارو ماڻهو هو. اهڙن ماڻهن جو شيوو هوندو آهي تہ جڏهن ڪنهن سان ڪو انجام ڪندا آهن تہ انهيءَ تي پهاڙ وانگر ڄمي بيهندا آهن. ڇا بہ ٿي پوي، پنهنجي واعدي تان وار برابر بہ نہ هٽندا آهن. ميان يار محمد جي دؤر جي شروعات، شاهي فوجن جي خلاف جنگ سان ٿي هئي، انهي جنگ ۾ هن پنهنجي عزيزن جون حياتيون خطري ۾ وڌيون. سندس عقيدتمندن جنگ لاءِ نهايت خوفناڪ پريشانيون قبول ڪيون. گهر ٻار ڇڏيو، وطن ڪان بي وطن گوارا ڪيو. گذران جي سيني وسيلن ڪان محروم ٿيو. پورا ٻہ سال سخت ناگوار حالتن ۾ بروهين وٽ بسر ڪيائين، ليڪن سندس ارادي ۾ ڪوبہ فرق نہ آيو يا سندس عزم ۾ ڪابہ ڪمزوري پيدا ٿي نہ سگهي. ڪيس يقين هو تہ شاهي عملدار حق ۽ انصاف جي اصولن جي کلي خلاف ورزي ڪندي سندس آزارڻ پنيان آهن. جڏهن انهن عملدارن کي يقين ٿي ويو تہ ميان صاحب

جي خلاف جيڪي قدم کنيا ويا هئا سي برابر غلط هئا ۽ ميان صاحب جون خداداد صلاحيتون سلطنت جي مقصدن لاءِ بيحد مفيد ثابت ٿي سگهيون ٿي، تڏهن کيس خطاب ۽ منصب عطا ڪيا ويا. انهيءَ عطئي کي قبول ڪندي ميان صاحب حڪومت سان پنهنجي وابستگيءَ جو ناتو ڳنڍيو. جهڙي طرح سندس حڪومت اصولن تي ٻڌل هئي، انهي ڪري پائيدار رهي. اهڙي طرح موافقت ۾ پهاڙ جهڙي مضبوطيءَ سان آخري دم تائين پنهنجي اصول تي قائم رهيو. (9) ميان صاحب 1719ع ۾ وفات ڪئي، کيس پنهنجي ٻڌايل شهر خداآباد ۾ دفن ڪيو ويو.

## ميان نور محمد ڪلهوڙي جا دهلي مرڪز سان تعلقات :

صدين کان اهو رواج ۽ رسم مروج هئي ته جڏهن به ڪو بادشاهه شهنشاهه يا راجا مهاراجا وفات ڪري ويندو هو ته بادشاهي دربار ۾ بادشاهه جي اولاد مان ولي عهد مقرر ڪيو ويندو هو. جڏهن به ولي عهد تاجدار بنايو ويندو هو ته بادشاهه جي ماتحت صوبن ۽ منصبدارن کي هڪ فرمان تحت نئين تبديلي جي آگاهي ڏني ويندي هئي ۽ خراج موڪلڻ ۽ وفاداريءَ لاءِ نئين سر اقرار ڪرڻ لاءِ حڪم ڪيو ويندو هو، جنهن تي سڀ عمل ڪرڻ جا پابند هوندا هئا. اهڙيءَ طرح جڏهن به ڪنهن صوبي جو گورنر يا علائقي جو منصبدار وفات ڪري وڃي ته ان جي موروثي اولاد جي مقرريءَ لاءِ مرڪز کان نئين سر فرمان حاصل ڪيو ويندو هو. بادشاهه جي مرضي هوندي هئي ته هو فوت ٿي ويل جي اولاد مان ڪنهن کي به ولي عهد، گورنر، ناظم، منصبدار مقرر ڪري يا ٻيو ڪو نئون ماڻهو مرڪز کان حڪمران ڪري موڪلي ڏئي. عجيب اتفاق ٿيو ته دهليءَ جو بادشاهه ۽ سيوهڻ ۽ بکر جي والي ميان يار محمد ساڳئي ئي مهيني ۾ وفات ڪئي. دهليءَ ۾ 13 نومبر 1719ع ۾ ميان نور محمد ولي عهد ٿيو. ميان نور محمد دهليءَ جي بادشاهه ڏانهن درخواست موڪلي ته "موروثي" غلام پنهنجي پيءُ جي جڳهه تي فرمانبردار آهي. اطاعت ۽ خراج جا واجبات پورا ڪري رهيو آهي. احڪامن جي تعميل لاءِ هر وقت ڪوشان آهي. ايراني سرحدن جي نظرداري، سبي ۽ گنجابه سان گڏ سيوستان جي جابلو لڪن جي نگهباني جا فرائض حل ٿي رهيا آهن. (10) هيڏانهن ميان نور محمد درخواست موڪلي ته ٻئي طرف دهليءَ جي بادشاهه ناصرالدين جي محمد شاهه جي نالي سان تخت نشيني ٿي. ميان يار محمد لاءِ فرمانبرداريءَ لاءِ فرمان پهتو. ان جي بدران

ميان نور محمد جي درخواست قبول ڪري ڪيس پنهنجي پيءُ جي موروثي گادي جو منصبدار بنايو ويو.

## ميان نور محمد ڪلهوڙو ۽ قلات جي حڪومت:

ڪلهوڙن ۽ بروهين جا تعلقات ان وقت دشمني ڪي پهتا، جڏهن ڪلهوڙا ميان دين محمد جي سربراهي ۾ مغل سرڪار سان برسر بيڪار هئا. شهزادو معزالدين ملتان جو گورنر هو، بکر ۽ سيوي بہ سندس ماتحت هئا. معزالدين جي فوج سان لڙائي ڪندي ميان يار محمد پڇي وڃي قلات ۾ پناهہ ورتي هئي. ان وقت محراب خان قلات جو حڪمران هو. بروهين جيڪي هنن بي وطن سنڌين سان ويڌن ڪيا، اهي تہ تاريخ جي صفحن ۾ محفوظ آهن. بروهي گنجابہ جي علائقي جا دعويدار هئا. انهي دشمني تحت ميان يار محمد جي اهل عيال ۽ سندس پٽن ميان نور محمد ۽ محمد خان ڪي هنن يرغمال بنائي رکيو. جڏهن بنهي پائرن جا متا اگهاڙا هئا ۽ قلات جي حاڪم اڳيان قيدي جي صورت ۾ پيش ڪيا ويا تہ قلات جي حاڪم ڪين قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو. مگر موقعي تي موجود قلات جي وزير اعظم آخوند محمد صالح راءِ ڏني تہ ميان صاحبان جو قتل، تاريخ ۾ هڪ وڏو بدنما داغ ٿيندو. تنهن ڪري قتل جو حڪم معطل ڪيو وڃي. آخوند محمد صالح پنهنجي پڳ لاهي ميان صاحبان جي اگهاڙن متن تي رکي. ميان صاحبان پنهنجي ڪٽنب سميت بہ سال قلات ۾ قيد رهيا. ايستائين جيستائين ميان يار محمد ڪي منصبدار بنايو ويو ۽ ميان جي ڪٽنب جا قيدي آزاد ٿيا. ميان يار محمد جي هوندي سيوهڻ جو منصبدار ميان نور محمد ڪي بنايو ويو هو. جڏهن ميان يار محمد وفات ڪري ويو تہ ان جي جاءِ تي ميان نور محمد منصبدار ٿيو. ان وقت قلات جو حڪمران عبدالله خان هو. ميان صاحب ڪيس احسان جي بدلي چاليهہ هزار ساليانو ۽ آخوند محمد صالح لاءِ بہ هزار ساليانو موڪليندو هو. تاهم قلاتي بروهي حملہ آور ٿيندا هئا تہ ميان صاحب لڙائي ڪري ڪين پڇائي ڇڏيندو هو. هڪ دفعي ميان صاحب لڙائي ڪندي قلات تي قبضي ڪرڻ وارو هو تہ بروهين معافي ورتي ۽ آئنده شورش نہ ڪرڻ جو واعدو ڪيو. آخر مستقل صلح ۽ امن خاطر عبدالله خان بروهي، پنهنجيون نياڻيون ميان نور محمد جي پٽن ميان مراد ياب خان ۽ خداداد خان ڪي 32 - 1731ع ۾ شادي ڪري ڏنيون، جيئن آئنده نفرتون ختم ٿين ۽ پائپيءَ ۽ رت جا رشتا قائم ٿين. وري بہ عبدالله خان ٻيهر حملو ڪيو تہ ميان نور محمد جي دفاعي حملي ۾ عبدالله خان مارجي ويو. دهليءَ دربار مان

ميان نور محمد کي ثابت جنگ جو خطاب عطا ٿيو. ان سان گڏ ميان نور محمد کي گنجابہ، سبي، بکر، سيوهڻ ۽ ٺٽي جا علائقا ڏنا ويا. ميان نور محمد سيني علائقن کي گڏي "سنڌ" جو نالو ڏنو. سنڌ جو هڪ دفعو وري ڀيهر نالو نروار ڪيو. مغل دربار ۾ هاڻي واليءَ سنڌ ميان نور محمد سڏجڻ لڳو. سنڌ جي حاڪم ميان نور محمد ڪلهوڙي بيڪانير جي راجا زورآور سنگهہ سان پٽڪن جي مٽاسٽا ڪري پاڻ کي پڳ مٽ يار بنايو. سنڌ ڪيترين ئي صدين کان ونءِ ٽڪرا ٽڪرا ٿي چڪي هئي، ڏارين جي غلامي هيٺ انهن جي هن قوم سان ڪابہ همدردي ڪانہ هئي. سنڌ جا قبيلا گذرمعاش لاءِ خانہ بدوشن واري زندگي گذاري رهيا هئا. چورين ۽ ڦرلٽ جو ڌنڌو عام رواج هو. ڪلهوڙن زراعت کي هٿي ڏني. واهہ کوٽرايا تہ ماڻهو ڌنڌي ۽ روزگار سان لڳا. ڌوهارين کي سخت سزائون مليون تہ ملڪ ۾ امن امان قائم ٿيو. ميان نور محمد جي دور ۾ دهلي دربار ۾ مير لطف الله ٽالپر جنهن کي مير متارو سڏيو ويندو هو، تنهن کي سفير مقرر ڪيو ويو. هن سان گڏ وقت بہ وقت ٻيا سفارتڪار ويندا رهيا، جهڙوڪ سبزل خان، آخوند محمد صالح، حافظ احمد علي، ديوداس مول راج، ديوان ڪرن مل، ملان محمد يار درگاهي، شيخ عزيزالله، ديوان گدو مل ۽ سندس ڀاءُ جسپتراءِ شامل آهن. ميان نور محمد خان کي "سنڌ جو حاڪم" سڏيو ويو. مگر گنجابہ، سبي، ڪراچي ۽ شڪارپور سنڌ جي وحدت کان الڳ ڪيا ويا.

### سنڌ ايران جي قبضي ۾ :

سنڌ مغل دربار جي سنڀال هيٺ هئي. سنڌ ساليانو دهلي کي خراج ادا ڪندي هئي، ان جي خلاف حملي جي صورت ۾ مغل حڪمران حفاظت جو ذميوار هو.

ايران ۾ هڪ ڦورو ڌاڙيل نادر خان جي نالي سان رهزن مشهور هو. نادر خان کي ايران جي فوج ۾ ڀرتي ڪيو ويو، جتي هو ترقي ڪري هڪ جٿي جو سالار مقرر ٿيو. هن ڪيترين ئي لڙاين ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. بعد ۾ ايراني سردارن جي حمايت سان ايران جو حڪمران ٿيو. هاڻي هن افغانستان ۽ هندستان کي فتح ڪرڻ جو ارادو ڪيو. هن بکايل بگهڙ جيان ايرانين جا جٿا گڏ ڪري هڪ وڏو لشڪر تيار ڪيو. هن افغانستان تي حملو ڪري ڪابل ۽ پشاور تي قبضو ڪيو ۽ هڪ سال بعد قنڌار تي بہ

قابض ٿيو. اتان ئي غزنيءَ تي حملو ڪري مغلن کان آزاد ڪرايائين. نادر پوءِ ملتان فتح ڪندو 18 مارچ 1739ع ۾ دهليءَ تي حملو ڪيائين. دهليءَ ۾ قتل عام جو حڪم ڏنائين. نادر جي درندن سپاهين قتل عام ۾ قرلث جي ڏوم مچائي ڏني. ڏوهي بي ڏوهي قتل ٿيندا ويا. مرد، عورتون، ٻار ۽ ٻڍا سڀ قتل ٿيندا ويا. دهليءَ جون ناليون رت سان وهي هليون. ڪيترن ڏينهن تائين دهليءَ جي گهٽين ۾ لاش سڙندا رهيا. هڪڙا جمناندي ۾ اڇلايا ويا ۽ ٻيا بنا هندو مسلم تميز جي جلايا ويا. هڪ ڏينهن دهليءَ ۾ 30 هزار انسان قتل ٿيا. دهليءَ مان 70 ڪروڙ روڪڙ ۽ هاٿي، گهوڙا ۽ ڪوهنور هيرو (جنهن جي قيمت ڪٿي نٿي سگهجي) ڦريو ويو. نادر پنهنجي هڪ پٽ نصر الله خان جي شادي هڪ مغل شهزاديءَ سان ڪرائي. نادر شاهه جي پٽ نصر الله خان کان جڏهن سندس پيڙهي جو شجرو پڇيو ويو ته هن ٻڌايو ته نصير الله ابن نادر ابن شمشير ابن شمشير ابن شمشير.......

12 اپريل 1739ع تي مغل دربار مان هڪ شاهي فرمان جاري ٿيو، جنهن موجب اٽڪ درياءَ جو اوير پاسو مغل دربار ۾ رهيو. باقي سنڌ ۽ اولهه وارا علائقا نادر شاهه جي حوالي ڪيا ويا.

## دهليءَ جي بادشاهه محمد شاهه ۽ نادر شاهه جو عهدنامو:

هي سڀ ممالڪ نادر شاهه جي حوالي ڪريان ٿو. اولهه برف وارو سڄو ملڪ، درياءَ اٽڪ، درياءَ سنڌ، سنگره نالي، دارالملڪ، ڪابل، غزني، افغانين جا ڪوهستاني مقامات، هزاره جات، قلع بڪر، سکر، خداآباد، چانڊڪا جوکين ۽ بلوچن جا ديره جات، ٺٽو صوبو، قلع راهمه قصبو بدين ۽ پرڳڻو دولت ناديءَ جي پرڳڻه سموال (نصرپور) ڪيبر، سڀ بندر، قصبا، ڪيت ۽ پرڳڻا دولت ناديءَ جي حوالي ڪيا ويا. (11)

جڏهن مغل سلطنت سان اهڙو فيصلو ڪري چڪو، تڏهن بکر جو رستو پڇيائين. ڪنهن ماڻهو ٻڌايس ته سنڌ جي حاڪم ميان نور محمد جي طرفان هڪ وڪيل هت رهندڙ آهي، جنهن جو نالو مير متارو آهي. ان کي گهرائي نادر سنڌ متعلق حال احوال معلوم ڪيو. مير متاري فارسيءَ ۾ گفتگو ڪندي ڪيس چيو ته ”ميان جا ماڻهو سيئي تلوار هٽي ڇاڻن ۽ سڀ جوشيلي طبيعت وارا

آهن. هو بهادريءَ ۾ هڪ ٻئي کان وڌيڪ آهن، ايئن جيئن نانگ هجن. هنن ۾ هاٿين جهڙي قوت آهي ۽ سندن جسم چيتن جهڙا اٿن. سيني جي هٿن ۾ گرز آهن، تلوارون آهن ۽ بندوقون آهن. هو ڪنهن به لشڪر کان نٽا ڏيڻ، ڏاڍا بي باڪ آهن. ميدان ۾ دلير آهن ۽ حد درجي جا چالاڪ آهن. جڏهن هن سالار جي فوج جوش ۾ اچي وڃي ته جيڪر پهاڙ جي دل مان دونهون نڪرڻ لڳي."

نادر ميان نورمحمد لاءِ هڪ سفير محمد علي بيگ جي ذريعي پيغام موڪليو ته اچي پيش پوي، خراج پهچائي ۽ پنهنجي پٽ کي ڏهه هزار فوج ڏئي مون وٽ پهچائي. نادر جو پيغام مير متاري ۽ محمد علي بيگ ميان صاحبَ کي پهچايو. ميان صاحب دربار ۾ اميرن سان مشورو ڪيو ۽ جواب موڪليو ته "مون وٽان خزاني جي اميد نه رکو. منهنجي هٿ ۾ صرف هڪ خزانو آهي، جيڪو آهي "تلوار". مان ڪنهن جي لشڪر کان نٽو ڏيان." نادر دهليءَ کان موٽي ڪابل پهتو ۽ جڏهن ڏيري اسماعيل خان پهتو ته ميان جي مخالف دائودپوٽن جي امير صادق محمد خان اتي وڃي فرمانبرداريءَ ۽ اطاعت جو اعلان ڪيو ۽ پنهنجي فوج جو هڪ حصو نادر شاهه جي مدد ۾ ڏنائين. هن ميان جي خلاف نادر شاهه کي ڏاڍو ڀڙڪايو، جنهن هڪدم لاڙڪاڻي ڏانهن رخ ڪيو. نادر شاهه لاهور ۽ ملتان جي ناظم کي حڪم ڏنو ته ڪنهن به سنڌيءَ کي هن علائقي ۾ پناهه نہ ملڻ گهرجي. لاڙڪاڻي پهچي نادر شاهه، سنڌ جي حاڪم ميان نور محمد کي حڪم ڪيو ته اچي پيش پوي. ميان صاحب دهليءَ ۾ نادر جون قهري ڪارروايون ٻڌي چڪو هو. مغل بادشاهه سان وفاداريءَ جي وچن ۽ عوام جي قتل عام ۽ ڦرلٽ جا منظر سندس اکيان ڦري رهيا هئا. انهيءَ مهل هن داناءُ انسان هڪ ٻيو رستو اختيار ڪيو ۽ فيصلو خدا جي قدرت تي ڇڏي ڏنو. هن عوام کي فرمان جاري ڪري مشورو ڏنو ته پنهنجو مال ملڪيت دفن ڪري لڪائي ڇڏيو، ان داڻو سڀ ڪجهه لڪائي ڇڏيو، جيئن نادر کي ڦرلٽ ۾ ڪا به شيءِ نه ملي سگهي. ۽ پاڻ پنهنجي فوج وٺي ريگستان جي علائقي عمرڪوٽ ۾ پهتو.

سنڌ ۾ هراس ڇانئجي ويو ته ايران جو بادشاهه، افغاني فوج وٺي حملہ آور ٿي رهيو آهي. نادر شاهه نوشهري جي ميداني علائقي وٽان شهدادپور جو رخ رڪيو. 14 فيبروري 1740ع تي نادر شاهه جي بڪايل فوج ڦرلٽ شروع ڪئي. نادر سامهون ايندڙ ڳوٺن کي ڦريندو، ماريندو ۽ ساڙيندو اڳتي وڌي رهيو هو. هن رستي ۾ بلاول فقير زرداري کي گرفتار

ڪري هڪ جتي سان گڏ ميان ڏانهن نياپو موڪليو.

نـادرم در ملـڪ ايـران، قـادرم بـر هـر ديـار،
لافتـــيٰ الا علـــي، لا ســـيف الا ذوالفقـــار

(ترجمو: ايران ۾ نادر جي نالي سان مشهور آهيان، دنيا جي هر ملڪ تي قادر آهيان. حضرت علي کانسواءِ ڪو بہ پهلوان نہ آهي ۽ ذوالفقار جهڙي تلوار نہ آهي).

هن فوجيءَ بلاول فقير سان گڏي هڪ خط بہ موڪليو جنهن ۾ لکيائين تہ:

"مور ڪمزور ساڪن زمين شور، چوگور بلند بيني بگلزار وچوري، و خود سندي ازخود دارد. وبايد وشايد ڪہ ڪمري وار طرف اطاعت درگردن، انداختہ حاضر بشوي، ورنہ بہ سم سمندر آهن، شڪن پئمال خواهت شد."

(ترجمو: اي ڪمزور ڪول ۽ ڪلراٺي زمين جا رهاڪو، جا قبر وانگر سوڙهي آهي. متي نهارڻ ۽ پاڻ کي ڪجهہ سمجهڻ ڇڏي ڏي، بهتر آهي تہ قمريءَ وانگر فرمانبرداري جو طوق گردن ۾ وجهي حاضر ٿي نہ تہ ميدان جنگ جي گهوڙن جي سنبن هيٺان، جي فولاد کي بہ ٽوڙي ڇڏيندا آهن، چيپاٽجي ويندين." بلاول فقير ميان نورمحمد آڏو حاضر ٿي نادر شاهہ جو خط مير بهرام ۽ جان محمد ڏاهري جي سامهون پيش ڪيو. بئي ڏينهن نادر بہ عمرڪوٽ اچي پهتو ۽ نادر شاهہ ڪيس چيو تہ تو ڇو فراريت اختيار ڪئي؟ ميان صاحب چيو تہ مون دهلي دربار سان وفاداريءَ جو وچن ڪيو هو، اگر توهان جي اطاعت ڪيان ها تہ نمڪ حرام، نافرمان ۽ دغاباز ليکيو وڃان ها. ان کان علاوه مون مناسب نہ سمجهيو تہ بادشاهہ جي سامهون ٿي جنگ ڪيان. دهليءَ جي فرمانروا جيڪڏهن سنڌ توهان جي حوالي ڪئي آهي تہ بنده اطاعت لاءِ حاضر آهي. نادر شاهہ ۾ ڪروڙ فوج جو تاوان 20 ۽ لک ساليانو خراج مقرر ڪيو ۽ طئہ ميان صاحب جا ٻہ پٽ مراد ياب خان ۽ ميان غلام شاهہ ٻہ هزار سپاهہ سميت ايران جي شاهي فوج سان گڏ هلن. هاڻي سنڌ ايران جي زير تسلط رهي ۽ سنڌ جي حفاظت ايران جي نادر شاهہ جي ذمي رهي جنهن لاءِ هو ساليانو خراج وٺندو رهندو.

نادر شاهہ دهليءَ جي فتح کان پوءِ سبي، ڍاڍر، ڪاڇو ۽ ڪراچي، قلات جي والي مير عبدالله خان جي حوالي ڪيا ۽ شڪارپور، دائود پوٽن جي امير

صادق محمد خان جي حوالي ڪيو. صادق محمد خان ڊيرهِ اسماعيل خان وٽ نادر شاهه سان مدد ۾ شامل ٿيو هو. جنهن جو ڪيس انعام مليو.

## ڪيچ ۾ ڪانجيءَ جو قلعو:

ڪيچ ۾ ڪانجيءَ جو قلعو علي بندر کان ٿن ڪوهن تي راءِ جي قبضي ۾ هو ۽ ميان نور محمد لاءِ حڪم پهتو ته ڪانجيءَ جو قلعو فتح ڪيو وڃي. ميان نور محمد فوج تيار ڪري هيٺيان مهندار مقرر ڪيا. جهڙوڪ ميان احمد يار خان، ميان فضل علي خان، عارف خان، مير متارو، تاج محمد، ڀائي خان ڪلهوڙو، شيخ محمد، شاهه بهارو، مراد ڪليري، مير چاڪر بلوچ، بختيار ڪهاوڙ، مسو فقير سامٽيو، شير بخش، درياءَ خان ابڙو، شيخ شڪر الله، روحل ڪوسو، فقير بلاول زرداري ۽ ڦتوهل فقير. قلعي ۾ سرنگ ڪري بارود سان ڌماڪو ڪيو ويو. شاهه بهاري جي سفارش تي قلعي جي واليءَ کي قتل ڪرڻ بجاءِ قيد ڪيو ويو ۽ قلعو ميان جي قبضي هيٺ آيو.

## نادر شاهه جو موت ۽ سنڌي شهزادن جي آزادي:

سن 1742ع ۾ نادر شاهه جي مٿان قاتلانه حملو ٿيو. جنهن ۾ نادر شاهه سخت زخمي ٿي پيو. قاتل اقرار ڪيو ته نادر جي پٽ حملو ڪرايو آهي. نادر شاهه انهيءَ سازش کان بي خبر رهي پنهنجي پٽ جون اکيون ڪڍرائي ڇڏيون. سندس پٽ رضا قلي چيو ته اوهان مون کي انڌو نه ڪيو آهي بلڪه سلطنت ايران کي انڌو ڪري ڇڏيو آهي، ان بعد نادر شاهه نيم پاڳل بنجي ويو. نادر شاهه جون يادون صرف قتل و غارت جو ماتم، خون ريزيءَ ۽ لٽ مار جو سوڳ، رڙيون ۽ روڄ باقي وڃي بچيون. جون 1747ع تي رات جو نادر شاهه سندس پٽ ۽ پوٽا مارجي ويا، باقي سندس ڀائٽيو ولي عهد بڻيو، مگر هن کي به انڌو بڻايو ويو. پوري شهنشاهت ۾ بغاوت ٿي وئي. انهيءَ حالتن تحت سنڌي يرغمالي شهزادا آزاد ڪيا ويا. ميان مرادياب خان هڪ هزار سپاهه سميت تهران کان مسقط ذريعي سنڌ پهتو. باقي ميان غلام شاهه ۽ عطر خان ٻئي ڀائر هڪ هزار فوجي دستي سان ڪرمان کان ڪيچ مڪران رستي سن 1749ع ۾ سنڌ پهتا. ميان مرادياب ۽ غلام شاهه 8 سال ايران ۾ گذاريا ۽ ميان عطر خان 4 سال يرغمال رهيو. ياد رهي ته ميان غلام شاهه ايران ۾ نادر شاهه جي ساليءَ سان شادي ڪئي هئي، جنهن مان ڪيس ميان سرفراز خان

چائو هو. ميان نور محمد سنڌ ۾ پنهنجي وچڙيل پٽن سان ملي باغ بهار ٿيو. مگر مٿان ٻي مصيبت احمد شاهه ابدالي جي صورت ۾ ظاهر ٿي.

## سنڌ ڪابل جي قبضي هيٺ :

10 جون 1747ع تي نادر شاهه جي قتل بعد علائقائي قومن سک جو ساهه کنيو. سنڌ وارن وڏي خوشي ملهائي. نادر شاهه جي موت بعد سندس ڪمانڊر احمد شاهه ابدالي اوپر وارن علائقن جو دعويدار ٿيو. احمد شاهه قنڌار ۾ پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. افغانستان ، بلوچستان ۽ سنڌ تي حڪمرانيءَ جي دعويٰ پڻ ڪيائين. جيئن ايراني نادر شاهه کي هيرو سمجهندا هئا. تيئن افغانين به احمد شاهه کي پنهنجو هيرو بنائي ڦر لٽ لاءِ تيار ڪيو. هن حڪم ڪيو ته جيڪي علائقا نادر شاهه کي خراج ڏيندا هئا، هاڻي احمد شاهه ابداليءَ کي ڏين. احمد شاهه ابدالي قنڌار مان ميان نور محمد کي "شاهنواز خان" جو خطاب ۽ سوڪڙيون موڪلي فرمان جاري ڪيو ته هاڻ خراج قنڌار ڏانهن موڪليو وڃي. ميان نورمحمد حالتن جو جائزو وٺڻ شروع ڪيو ۽ خراج موڪلڻ لاءِ غور ڪرڻ شروع ڪيو. احمد شاهه ابدالي تخت نشين ٿيندي ئي خيبر لڪ کان هندستان تي حملو ڪري ڏنو. دهليءَ جي فوج افغانين سان سخت مقابلو ڪيو ۽ احمد شاهه شڪست کائي واپس وريو.

14 اپريل 1748ع تي دهليءَ جي بادشاهه محمد شاهه وفات ڪئي، سندس پٽ احمد شاهه غازي جي لقب سان تخت نشين ٿيو. مگر هي ڪمزور حڪمران ثابت ٿيو.

احمد شاهه ابدالي هڪ سال بعد 1749ع ۾ ٻيهر مغل علائقن تي حملو ڪري پنجاب جا علائقا سيالڪوٽ، گجرات، پسرور ۽ اورنگ آباد قبضي هيٺ آندا. سن 1752ع ۾ ابدالي ٽيهر دهليءَ تي يلغار ڪئي. دهليءَ جي بادشاهه سان هڪ ناهه عمل ۾ آيو، جنهن تحت لاهور، ملتان، ڪشمير ۽ سنڌ جا علائقا ابداليءَ جي حاڪميت ۾ ڏنا ويا، گويا سنڌ ايران کان ڦري ڪابل جي زير تسلط آئي. اهي حالتون ڏسي ميان نور محمد ابدالي جي ممڪنه حملن کان بچاءَ خاطر افغانين جي بک لاهڻ لاءِ خراج جو بندوبست شروع ڪيو. ميان ديوان گدومل کي خط ڏيئي ابداليءَ جي دربار ڪابل ڏانهن روانو ڪيو. ابدالي سوڪڙيون ۽ خط وصول ڪري ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ديوان گدو مل کي سنڌ جو سفير منظور ڪري قنڌار ۾ رهايو. اڳتي هلي ميان صاحب خراج ڏيڻ کان لنوايو ته

احمد شاهہ ابدالي پنهنجي هڪ سپهہ سالار جهان خان کي لشڪر سميت سنڌ تي حملي ڪرڻ جو حڪم ڪيو. احمد شاهہ جو ڪمانڊر جڏهن نوشهري وٽ پهتو تہ سنڌ جي سفير ديوان گدومل ٻين سوڪڙيون سان گڏ ہہ پوريون منٿيءَ جون پيش ڪيون. جڏهن منٿيءَ بابت معلومات ورتي ويئي، تڏهن ديوان گدومل ڪين ٻڌايو تہ هي منٽي سنڌ جي بزرگن ۽ اوليائن جي تبرڪ واري خاڪ آهي. انهيءَ ڪان وڏيڪ پيو تحفو تي ٿي نٿو سگهي ۽ پنهنجو پٽ عطر خان يرغمال طور موڪلي ڏنو. جهان خان سوڪڙيون ۽ تبرڪ وصول ڪري ڏاڍو خوش ٿيو ۽ واپس وريو. ميان صاحب ابداليءَ جي امڪاني حملي کان بچاءُ ۽ سنڌي عوام کي خونريزيءَ کان بچائڻ خاطر اهل عيال ۽ فوج سميت جيسلمير ڏانهن نڪري ويو، جتي هن 9 ڊسمبر 1753ع ۾ وفات ڪئي. کيس موري لڳ محمد آباد ۾ دفن ڪيو ويو.

## ميان غلام شاهہ ڪلهوڙو ۽ افغان دربار :

ميان نور محمد ڪلهوڙي جي وفات جي خبر افغان دربار ڏانهن موڪلي ويئي. افغانستان جي بادشاهہ احمد شاهہ ولي عهد ميان مراد ياب جي نالي فرمان جاري ڪري، کيس "شاهنواز خان" لقب عطا ڪيو. خراج جي رقم 20 لک مان وڌائي 22 لک ڪئي وئي. ميان عطر خان کي وڌيڪ عرصي لاءِ يرغمال طور رکيو ويو ۽ ديوان گدومل کي بطور سفير قبول ڪيو ويو. ديوان گدومل حڪومت جو پروانو کڻي، عمرڪوٽ ۾ ميان مراد ياب خان کي پهچايو.

مراد ياب خان کي حڪومت ملڻ شرط، ڪڪرالي جي ڄامن بغاوت ڪئي جن کي ميان صاحب جنگ ڪري خاموش ڪرايو ۽ امن امان بحال ڪرايو. افغان بادشاهہ ڪڏهن ڪڏهن خراج کان اڳ ۾ پئسن جو مطالبو ڪندو هو، تنهن ڪري افغانين جي ٻڪ لاهڻ لاءِ سنڌ جو عوام ۽ حڪمران پاڻ کي مصيبت ۾ سمجهندا هئا. ميان مراد ياب خان ڪمزور حڪمران ثابت ٿيو، جنهن ڪري ميان درباري اميرن مير بهرام ٽالپر جي اڳواڻيءَ ۾، ميان مراد ياب خان کي منصب تان هٽائي کيس قيد ڪيو. ميان نور محمد جي وفات بعد ڪلهوڙن خلاف اندروني سازشون شروع ٿي ويون. 29 آگسٽ 1757ع تي ميان مراد ياب جي معزولي ٿي.

احمد شاهہ دراني 1772ع ۾ وفات ڪئي، کيس 8 پٽ هئا. هن ٻئي نمبر پٽ تيمور مرزا کي جانشين بنايو هو، جيڪو ان وقت هرات ۾ گورنر هو.

سندس وڏي پاءُ سليمان مرزا اقتدار تي قبضو ڪري بادشاهت جو اعلان ڪيو. جڏهن تيمور قنڌار تي ڪاهه ڪئي تہ سليمان هندوستان ڀڄي ويو. تيمور مرزا پاڻ کي تيمور شاهه جي نالي سان بادشاهه سڏايو. هن افغاني تخت قنڌار کان ڪابل آندو. سنڌ جي يرغمالي ميان عطر خان کي سنڌ جي حڪومت جو پروانو ڏيئي سنڌ روانو ڪيو.

افغانستان ۾ يرغمالي بنايل ميان عطر خان جي نالي حڪومت جو پروانو جاري ٿيو. انهيءَ خبر پهچڻ شرط ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جيسلمير ڏانهن رخ رکيو. ڪيترائي ماڻهو مير بهرام ٽالپر سميت ڪيس ڇڏي ويا. ساڻس گڏ ليکي، سرائي ۽ بلوچ سردار گڏ هئا. ميان غلام شاهه جيسلمير ۽ بيڪانير کان ٿيندو بهاولپور جي حڪمران سان ناتا جوڙي سڪونت اختيار ڪئي، هن طرف ميان عطر خان جي حڪومت کي بہ ناڪام بنايو ويو. سنڌ جي ڪيترن اميرن ميان غلام شاهه کي حڪومت سنڀالڻ لاءِ مخفي نياپا موڪليا. ميان غلام شاهه، دائودپوٽن جي حمايت ۽ ڪجهہ افغان سردارن جي مدد سان سنڌ تي ڪاهي آيو. 7 جون 1758ع تي روهڙيءَ ۾ ميان غلام شاهه ٻنهي ڀائرن عطر خان ۽ احمد يار خان سان جنگ ڪئي. مير بهرام خان جيڪو ميان غلام شاهه کي ڇڏي ويو هو. تنهن وري ٻيهر وفاداريءَ جو اعلان ڪري اچي ميان غلام شاهه سان شامل ٿيو. عطر خان ۽ احمد يار خان ٻنهي قلات ۾ وڃي پناهہ ورتي، جتي ٻنهي ڀائرن کي جيل ۾ قيد ڪيو ويو. هيڏانهن مراد ياب خان 1771ع ۾ وفات ڪئي.

افغان دربار ۾ مقرر سنڌ جي سفير ديوان گدومل افغان بادشاهه جي سفارش سان قلات ۾ قيد ٿيل ٻنهي ڀائرن کي آزاد ڪرايو ۽ سنڌ جي حڪومت ٻنهي ڀائرن ۾ ورهائي ويئي. سن 1759ع ۾ ميان عطر خان ناڪام حڪمران ثابت ٿيو. ٻئي طرف ميان احمد يار خان پنهنجي پٽ کي افغان دربار ۾ يرغمال طور پيش ڪري، سنڌ جي حڪومت جو پروانو حاصل ڪيو. جيستائين احمد يار خان سنڌ پهچي ٿي پهچي، ايستائين ميان غلام شاهه حڪومت تي قبضو ڪري ورتو. ميان عطر خان ۽ احمد يار خان دائودپوٽن وٽ پناهہ ورتي، مگر جلدي ڀائرن متفق ٿي ميان غلام شاهه کي حڪمران تسليم ڪيو. هن پنهنجن ابن ڏاڏن واري سنڌ سنڀالي ۽ مذهبي طور پيري مريدي وارو طريقو بہ اختيار ڪيو، جنهن ڪري ميان غلام شاهه هڪ طاقتور حڪمران ٿي ابريو. پاڙيسري سردارن جي شورش ۽ بغاوت کي ڪچلي ڇڏيو. ملڪ ۾ امن ۽

امان قائم ٿيو، ماڻھن کي روزگار ملڻ شروع ٿيو. افغان حڪمران ڪيس شاھ ويردي خان جو لقب ڏئي سنڌ جو حڪمران مقرر ڪيو.

ميان غلام شاھ ايراني حاڪم نادر شاھ سان گڏ لڙايون لڙيون. سنڌ واپس ايندي، رستي تي ڪيترائي معرڪا بہ سر ڪيا ھئا. ھي تجربيڪار جنگجو، مسافر نواز، بھادرن کي پرڪي عھدا ڏيندو ھو. دليرن جو قدردان ھو، خوددار، ھمت وارو، ميدان جنگ ۾ گجندڙ شينھن تہ وري رحمدل، نماز جو پابند ھو. ابن ڏاڏن واري پيري مريدي واري مسند سنڀالي. فقيرن سان عزت واري سلوڪ سان ھلندڙ ھو. سرحدي زميندارن کي فرمانبردار بنايو. ديرہ جات جا بلوچ، ڪڇ ڀڄ جا راجا، ڄام راڻو، ڄام ٻجار جوکيو، ملڪ عزت خان نومڙيو وغيرہ سڀ وفادار بڻايائين. ڪڏھن ڪڏھن ميان صاحب جوش ۾ اچي چوندو ھو تہ، " مان احمد شاھ جي شھر قنڌار کي فتح ڪندس، سيني اميرن کي تيار رھڻ گھرجي." ھن بيڪانير جي ڪنور راج سنگھہ سان پٽڪا بدلائي يار وفادار جو حلف ڪنيو.

سندس دؤر ۾سنڌي ادب جو واڌارو ٿيو، عالمن ۽ اڪابرن جي عزت افزائي ٿيڻ لڳي. ميان غلام شاھ جنھن ڪڇ ڀڄ کي فتح ڪيو تہ افغان دربار ميان صاحب لاءِ بہ پروانا موڪليا . ڪڇ جو حاڪم راءِ، جيڪو سنڌي حڪمرانن کي تنگ ڪندو رھندو ھو. جڏھن ميان صاحب جون فوجون ڪڇ ڀڄ جي ويجھو پھتيون تہ سيٺ پونجا جي معرفت صلح جو پيغام موڪليو، جنھن ۾ ڪڇ جا بہ بندر بستہ بندر ۽ لکپت بندر ميان صاحب جي حوالي ڪيا ويا. ان کان علاوہ راءِ پنھنجي ڀيڻ جو سڱ ميان صاحب جي نڪاح ۾ ڏنو. خارجي تعلقات مائٽي ۾ تبديل ٿي مضبوط ٿيا. ميان صاحب ان بيگم کي "سنڌ راڻي" جو لقب ڏنو. ھي شادي 13 مارچ 1762ع تي وڏي ڌام ڌوم سان ٿي.

## ميان غلام شاھ ۽ انگريز :

جڏھن انگريزن بنگال ۾ مير جعفر کي حڪومت جي لالچ ڏئي پلاسي جي جنگ کٽي ھئي، تڏھن بھار، بينگال ۽ اوڙيسا ۾ انگريزن جا پير کپي ويا ھئا. اھڙيءَ طرح انگريزن واپار جي بھاني سان پوري برصغير ۾ لالچي نگاھون رکيون. سنڌ ۾ بہ ھنن ڪوششون جاري رکيون. 22 سيپٽمبر 1768ع تي غلام شاھ جي دربار مان انگريزن واپار جو پروانو حاصل ڪيو، جنھن ۾ ھنن قلمي شوري جو ٺيڪو ڪنيو. شاھ بندر ۾ ڪوٺي قائم ڪري پريتم داس کي

نمائندو مقرر ڪيو. انگريز نمائندي مسٽر سمپٽن کي ٺٽي يا شاهه بندر ۾ صرف هڪ جاءِ (گهر) ناهڻ جي اجازت ملي ۽ محصول ۾ پيسون به رعايتون مليون. مگر اهو به شرط رکيو ويو ته انهيءَ گهر ۾ صرف ۽ صرف مسٽر سمپٽن ئي رهندو. ميان صاحب انگريزن کي ڏنل سهوليت عيوض کانئن گولا بارود خريد ڪرڻ ۽ سنا توبچي ڏيڻ جو مطالبو ڪيو، جنهن لاءِ انگريزن انڪار ڪيو. انگريز ڪوٺي بمبئي کي خط لکيو ته جيڪڏهن ميان کي گولا بارود ۽ توبچي مهيا ڪيا ويا ته هي وڏو طاقتور حڪمران بنجي ويندو، افغانين کي خراج ڏيڻ بند ڪندو. انهن ذريعي اسان کان اوني ڪپڙو خريد ڪري افغانين کي خراج عيوض ڏيندو رهي ٿو. هي طاقتور ٿي ويو ته افغانين کي ڪڏي ڇڏيندو. آزاديءَ جو اعلان ڪري افغانين لاءِ ملڪ تنگ ڪري ڇڏيندو. هي افغانين کان نفرت ڪري ٿو. في الحال افغانين جو سنڌ ۾ رهڻ لازمي آهي، جيئن اسان جو نفع بخش واپار جاري رهي سگهي.

مسقط جي امير سان ميان صاحب جا تعلقات تمام سٺا هئا. مسقط جي امير به پنهنجو نمائندو موڪلي قلمي شورو خريد ڪرڻ چاهيو، مگر انگريزن ان جي مخالفت ڪئي. انگريزن ميان صاحب جي ڪابه دل کولي مدد نه ڪئي، تنهن ڪري ميان صاحب انگريزن جي مٿان سختي ڪئي.

ميان صاحب ديره غازي خان ۽ ديره اسماعيل خان تي قبضو ڪري سنڌ سان ملايا ۽ اتي پنهنجا ناظم مقرر ڪيا. بهاولپور سان تعلقات بهترين بنايا. سنڌ جون حدون پنجاب کي اورانگهي رهيون هيون. مگر 1 آگسٽ 1772ع تي فالج جي بيماريءَ ۾ ميان غلام شاهه وفات ڪري ويو. کيس حيدرآباد ۾ دفن ڪيو ويو.

## ميان سرفراز ڪلهوڙو :

ميان غلام شاهه جي وفات بعد، افغان دربار ۾ سنڌ جي سفير مير بهرام خان دربار مان ميان سرفراز لاءِ "خدايار خاني" جو لقب ۽ سنڌ جي حڪمرانيءَ جو فرمان آڻي ڏنو. ميان سرفراز خود به شاعر هو ته عالمن ۽ شاعرن جو به قدردان هو. ميان صاحب مارچ 1773ع ۾ ديري غازي خان ۽ ديري اسماعيل خان ۽ بين پر وارن علائقن جي دوري تي ويو، جتي هن چار مهينا گذاري ناظم مقرر ڪري واپس اچي پنهنجي وڪيل گلراج مل کي بهاولپور روانو ڪيو، جتي هن پاڙيسري نوابن سان سفارتي تعلقات بهتر بنايا. ميان

صاحب بيڪانير جي راجا ڪنور سنگھ سان پٽڪو بدلائي دوستيءَ ڪي وفاداري ۾ پڪو ڪري ڇڏيو. هن ڪڇ جي راڻن جي شورش کي ختم ڪرڻ لاءِ حملو ڪيو ۽ واپسي تي ڪنٺ ڪوٽ جي هڪ نڪر راڻي جي ڌيءَ سان شادي ڪري بغاوت کي هميشہ لاءِ ختم ڪري ڇڏيو. مگر ڪلهوڙا دربار جي اندر حسد ۽ ساڙ جي باھ تمڪي رهي هئي. ميان سرفراز کي افغان دربار مان حڪومت جي سند ملي چڪي هئي مگر سازشي ماڻهن، بيروني طاقتن جي اشاري تي دربار جي اميرن ميان سرفراز کي معزول ڪري قيد ڪيو ۽ ميان غلام نبي کي مسند تي ويهاريو مگر جلدي ميان عبدالنبيءَ کي حڪمران بنايو ويو.

ميان عبدالنبي جي مسند نشيني دربار جي اميرن ڪئي هئي مگر افغان دربار مان ڪابہ سند نہ ملي هئي. ياد رهي تہ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي هڪ ولي عهد ميان احمد يار خان جڏهن سنڌ جي حڪومت جي سند پنهنجي نالي ورتي هئي، تڏهن پنهنجو پٽ عزت يار خان بطور يرغمال افغان دربار ۾ موڪليو هو. جيڪو ميان عبدالنبي جي حڪومت سنڀالڻ وقت بہ افغان دربار ۾ هو. انهيءَ دوران عزت يار خان افغان بادشاھ تيمور شاھ کان پنهنجي لاءِ سنڌ جي حڪومت جو پروانو جاري ڪرايو. افغان بادشاھ عزت يار خان کي حڪومت جو پروانو حوالي ڪيو ۽ سندس مدد لاءِ 10 هزار افغاني فوج سان روانو ڪيو. ديره جات جي نائب ناظمن کي خرچ ۾ مدد ڪرڻ جو حڪم مليو. قلات جي واليءَ کي بہ مدد ڪرڻ جو حڪم مليو. ملتان، بهاولپور ۽ شڪارپور جي ناظمن کي پڻ عزت يار خان جي مدد ڪرڻ جا حڪم ناما پهتا.

ميان صاحب جي مدد ۾ ڪوسا قبيلي جو بہ هڪ لشڪر مدد ۾ ڏنو ويو. ميان عزت يار جي لشڪر ۾ 30 هزار ماڻهو گڏ ٿيا. ٻئي طرف ميان عبدالنبي، مير بجار جي اڳواڻيءَ ۾ 18 هزار فوج وٺي مقابلي لاءِ شڪارپور جي ويجهو جنگ ڪئي، جنهن ۾ عزت يار خان کي شڪست ملي ۽ حڪومت جو پروانو ميان عبدالنبي جي حق ۾ جاري ٿيو، مگر حالات ميان عبدالنبي جي خلاف ويا. دربارين جي سازشن، بيروني سازشن سان ٻٽ تي ڪلهوڙا حڪومت جي خاتمي جو سامان ٺاهيو. ميرن مير فتح علي ٽالپر جي اڳواڻيءَ ۾ بغاوت جو اعلان ڪيو ۽ افغان دربار کي 12 لک ڏيئي خڪومت جو پروانو حاصل ڪيو. ميان عبدالنبي سنڌ مان نڪري جوڌپور کان ٿيندو افغان دربار ۾ پهتو، جنهن کيس بکر ۽ ليہ ۾ جاگير ملي ۽ 40 هزار الائونس منظور ڪيو.

سن 1793ع ۾ افغانستان جي بادشاهه تيمور شاهه وفات ڪئي ۽ سندس پٽ زمان شاهه تخت نشين ٿيو تہ هن ميان عبدالنبيءَ کان هڪ لک خراج جي بقايا رقم وصول ڪرڻ جو مطالبو ڪيو ۽ سندس پوٽو ميان غلام علي، جنهن جي عمر 10 سال هئي، يرغمال ۾ ورتو. مگر معصوميت سبب افغان حڪمران جي حرمسراءِ جي عورتن هن کي آزاد ڪيو. پنجاب جي حڪمران راجہ رنجيت سنگهہ ميان عبدالنبيءَ کي راجنپور واري جاگير بحال رکي ۽ سنڌ تي حملي ڪرڻ لاءِ ميان صاحب کي مهري طور استعمال ڪرڻ تي چاهيو. سنڌ جو هي آخري حڪمران 1805ع ۾ گذاري ويو. سندس مقبرو راجہ رنجيت سنگهہ نهرايو جيڪو حاجي پور ضلع ديره غازي خان ۾ آهي. اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ ڪلهوڙا دؤر جي حڪومت جي پڄاڻي ٿي.

سنڌ جي آزادي ۽ خودمختياري لاءِ ڪلهوڙن جي ڪيل جدوجهد ۾ ميان آدم شاهه ڪلهوڙي ۽ ميان دين محمد ڪلهوڙي کي ملتان ۾ ڦاسي ڏيئي سندن لاش سنڌ ڏانهن موڪليا ويا. هزارين سنڌي وطن دوست، ڪلهوڙن جي اڳواڻيءَ ۾ پنهنجي رت جو نذرانو ڏيئي شهيد ٿيا. اولاد جي يرغمالي ، قيد و بند جون صعوبتون، اذيتون ۽ تڪليفون سڀ ڪجهہ پنهنجي مادر وطن سنڌ جي آزادي ۽ خودمختياريءَ لاءِ برداشت ڪيون. صدين کان وٺي صرف ڪلهوڙا دور ئي آهي جنهن ۾ سنڌ جو نالو "سنڌ" پيو ۽ اندروني طور خودمختيار ٿي عوام جي خدمت ڪئي.

## حوالا


1. ڪليات سرفراز، تصحيح خضر نوشاهي، ڪلهوڙا سيمينار ڪميٽي ڪراچي، 1996ع، ص 16.
2. رحيمداد مولائي شيدائي، تاريخ سکر، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1992ع ، ص 186.
3. ڊاڪٽر عاشق حسين دراني، ملتان انڊر دي افغانز، بزم ثقافت ملتان، 1981ع، ص 26.
4. رحيمداد خان مولائي شيدائي، تاريخ سکر، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1992ع، ص 184.

5. ايچ. ٽي. سورلي مترجم: عطا محمد ڀنڀرو، ڀٽ جو شاهه، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، 1992ع، ص 73.
6. غلام رسول مهر، تاريخ ڪلهوڙا، جلد ٻيون، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، ص 445.
7. غلام رسول مهر، تاريخ ڪلهوڙا، جلد ٻيون، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد ص 445.
8. غلام رسول مهر، تاريخ ڪلهُوڙا، حصہ اول، ص 224.
9. غلام رسول مهر، تاريخ ڪلهوڙا، حصہ اول، ص 300.
10. اعجاز الحق قدوسي، تاريخ سنڌ، اردو، جلد ٻيو، مرڪزي اردو بورڊ لاهور، ص 421.
11. منشور الوصيت و دستور الحڪومت، ڪلهوڙا سيمينار ڪميٽي ڪراچي، 1996ع، ص 96.
12. ڊاڪٽر محمد لائق زرداري، تاريخ ضلع نوابشاهه، سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي مورو، 2001ع، ص 446.
13. خداداد خان، لب تاريخ سنڌ، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1989ع، ص 142.
14. سهيل ظهير لاري، اي هسٽري آف سنڌ، آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس ڪراچي 1994ع، ص 150.
15. مرزا قليچ بيگ، اي هسٽري آف سنڌ، سنڌ ڪلاسڪ، ڪراچي 1982ع، ص 155.
16. غلام رسول مهر، تاريخ ڪلهوڙا، حصو ٻيو، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1964ع، ص 598.
17. اڪرم ميراڻي، ليہ تهل اج تي ڪل، سرائڪي لوڪ سانجهہ ليہ، ص 4.
18. اسلم عباسي: ميان غلام شاهه ڪلهوڙو (سنڌ جو شاهجهان)، عباسي ڪلهوڙا اتحاد سنڌ 2002ع، ص 48.

# مياں يار محمد جي دور جون سياسي حالتون

نذير احمد شاڪر بروهي

سترهين صديءَ جو پويون ڏهاڪو ۽ ارڙهين صديءَ جي پهرين چوٿائي يعني 1692ع کان 1719ع تائين وارو عرصو سنڌ جي تاريخ ۾ وڏي اهميت وارو آهي. ان دور ۾ ميان يار محمد ڪلهوڙو پيري ۽ مريدي جي دائري کان ٻاهر نڪري، مڪمل طور سياسي ۽ فوجي طاقت جي زور تي سنڌ، هند ۽ بلوچستان جي تاريخ ۾ وڏي آب وتاب سان نمودار ٿيو. ميان يار محمد ڪلهوڙي جي دور ۾ ٽي اهم سياسي ۽ فوجي ڌريون موجود هيون، جن ۾ پهريون قبائلي سردار، جن وٽ ڪجهہ سؤ ماڻهن جي فوجي طاقت موجود هئي ۽ انهن جو اصل ڪردار وڏيري يا جاگيردار جو هو. اهڙن قبائلي سردارن ۾ مير پنهور، فتحپور وارو ۽ نهمردي (نومڙيا) هئا. ٻي ڌر، جن جو واسطو نيم حڪمران طبقي سان هو، جيڪي سنڌ ۽ بلوچستان جي مختلف خطن تي حڪمران هئا. انهن ۾ قلات رياست جا بروهي حڪمران، سيوي يعني سبيءَ جا پَٽي پناڻ ۽ شڪارپور جا دائود پوٽا (هي اصل ۾ شڪارپور ۾ پٽين طرفان جاگيردار مقرر هئا، حاڪم نہ. پر سندن سياسي اهميت وڏي هئي). ٽين ڌر - دهليءَ جا مغل هئا، جن جي حيثيت مڪمل طور تي حڪمرانن جي هئي ۽ جن جو سنڌ، بلوچستان ۽ سبيءَ تي مڪمل سياسي ۽ فوجي دٻدٻو هيو.

انهن ٽنهي اهم سياسي ۽ قوتي مُهرن جي ڪردار يا سندن سياسي ڪارنامن کي سمجهڻ سان گڏ ميان يار محمد جي دور يا سندس دور کان اڳ هِند، سنڌ، بلوچستان ۽ سبيءَ جي سياسي منظر جو بہ اجمالي جائزو وٺڻ ضَروري آهي، تہ جيئن ان دور جو تاريخي ۽ تحقيقي جائزو وٺڻ وقت ذڪر ايندڙ ڪردارن جي باري ۾ مڪمل طرح آگاهي هجي.

ميـان نصير محمد جي 1103هـ/1692ع ۾ وفـات بعد سندس وڏو پٽ، ميـان دين محمـد ڪلهوڙن جـو واڳ ڌڻي بنيـو. ان دوران اورنـگزيب عـالمگير (پهرين ذي القعد 1068هـ/21 جولاءِ 1658ع - 28 ذي القعد 1118هـ/ 3 مارچ 1707ع) دهليءَ جي تخت تـي نمـودار ٿيـو. (1) سندس دور يعنـي 1688ع ۾ نواب مقرم خان جي جاءِ تي نواب باقر خان بطور ملتان جو گورنر منتخب ٿيو، پر انهيءَ سال نواب باقر خان جي جاءِ تي ٻيهر نواب مقرم خان کي ملتان جو گورنر مقرر ڪيو ويو. (2) 1695ع ۾ شهزادو معز الدين ملتان جو گورنر مقرر ٿيو، جيڪو 1707ع تائين پنهنجي عهدي تي برقرار رهيو. (3) سموري سنڌ (بکر ۽ سيوهڻ جا صوبا)، سبي ۽ قلات رياست جا حڪمران ۽ علائقا جن تـي سندس سياسـي ۽ فوجي دٻدٻـو قـائم رهيـو، ڪـائنس بعـد مغـل حڪمرانـن طرفـان بکر تـي گورنـر مقرر ٿيڻ بند ٿي ويا ۽ جتي ڪٿي خصوصن سنڌ جي اترين علائقن تـي ڪلهوڙن طرفـان مـاڻهو مقرر ٿيڻ لڳا. (4) سبيءَ تـي پٺـي پٺـاڻن جي حڪومت جـو آغـاز 30 آگسـٽ 1659ع ۾ ٿيـو. انهـيءَ خـاندان جـو پهريون حاڪم جيند خان المعروف ملڪ جيوڻ ولد بارو خان هيو، جنهن 30 آگسٽ 1959ع کان 1666ع تائين حڪمراني ڪئي. ڪائنس بعد سندس وڏو پٽ مرزا خان المعروف بخت بلند خان 1666ع کان 1699ع تائين سبيءَ جو حاڪم مقرر ٿيـو. قـلات رياست جي بروهي حڪمران مير احمد خـان ٽيـن 1666ع - 1698ع) هـن کـان سبيءَ جو علائقـو حـاصل ڪرڻ لاءِ سـاٽس اڙرنهـن جنگيـون جوٽيـون، پـر بروهي حـاڪم کي ڪجهـ نـ وريـو. ليڪـن پٺـي حـاڪم فوجي، سياسي ۽ معاشي طور تي بلڪل ڪمزور بنجي ويو ۽ سندس ملڪي حالت يا صورتحـال ڏاڍي ابتـر رهي. (5) سبيءَ جي حـاڪم مـرزا خـان پٺـيءَ جـون ٽـي راڄڌانيون مقرر هيون، جن ۾ سبي، ڍاڍر ۽ شڪارپور هيون. (6) اهي مؤرخ جيڪي ان دور ۾ دائود پوٽن کي شڪارپور جا حاڪم تصور ڪن ٿا، اهي غلط فهميءَ جو شڪار آهن. (7) هي هيو ميان نصير محمد جي وفـات ۽ ان کـان بعد جي ملڪي صورتحال جو اجمالي جائزو. اسان هيٺ پنهنجي اصل موضوع طرف اچون ٿا.

ميـان نصير محمد جي 1103هـ/1692ع ۾ وفـات بعد سندس وڏو پـٽ ميان دين محمد ڪلهوڙن جو واڳ ڌڻي بڻيو. هن جي برسر اقتدار اچڻ کان پوءِ وري ٻيهر شورش پسندن بغاوت شروع ڪئي. ان دوران ميان دين محمد ساڻن ڪيترائي زبردست معرڪا ڪيا، ليڪن فتح هميشهـ ڪلهوڙن کي حاصل

ٽيندي رهي. (8) فتحپور جيڪو اصل مير پنهور، سردار جو ڳوٺ هو، تنهن تي ڪلهوڙن پاران قبضي خلاف وري پيهر ميان نصير ڪلهوڙي واري دؤر جي چالاڪي ڏيکاريندي، سبيءَ جي حاڪم مرزا خان پٽيءَ کي مِيان دين محمد جي مٿان چاڙهي موڪليو، پر اهو ناڪام ويو. جيئن مير علي شير قانع لکي ٿو ته:

> ”سو (مير پنهور) بادشاهه جي حضور ۾ دانهين ويو، ۽ مرزا خان پٽيءَ جي نالي حڪم ڪڍايائين. هن ٻه - ٽي دفعا حملا ڪيا، پر ڪجهه نه ڪري سگهيو“. (9)

هن کان پوءِ امير شيخ جهان آيو، پر مارجي ويو ۽ بکر جي حاڪم الله يار خان. (10) ڀڄي جند ڇڏائي. قمبر خان بروهي (بروهي حاڪم جو پياءُ) مٿس چڙهي آيو، پر هي به بيوس بڻجي، ساڻس صلح ڪري واپس وريو. انهيءَ لقاءُ کي ڏسي مير پنهور مجبور ٿي هميشهه لاءِ اطاعت قبول ڪئي. (11) امير بهادر خان ثاني دائود پوٽي اندروني طرح ميان نصير محمد کان پوءِ ميان دين محمد سان دوستي ۽ سياسي لاڳاپا برقرار رکيا. انهن لاڳاپن رکڻ جو مقصد شڪارپور جي علائقي کي سبيءَ جي پٽي حاڪمن جي قبضي کان آزاد ڪرائڻ هو، جنهن کي هن قائم ڪرڻ باوجود مٿس باروزين جي حڪومت برقرار هئي.

شهزادو معز الدين، ميان دين محمد جي انهن بغاوتن جو سلسلو ڏسي، ڪلهوڙن تي حملي ڪرڻ لاءِ بکر پهتو. ميان دين محمد بهترين سفارتي انداز ۾ پنهنجي ننڍي ڀاءُ مير محمد کي قاسم وڪيل سان گڏ شهزادي جي خدمت ۾ موڪليو جنهن شهزادي کي راضي ڪيو. شهزادو معزالدين ڪلهوڙن جي بغاوت کي سندن پاران ختم ٿيل سمجهي واپس وريو ته پوئتان بهار شاهه جي وڏي ڀاءُ مقصود فقير طاقت جي نشي ۾ ماتيلي جي آس پاس کي لٽيو. اها خبر ٻڌي شهزادو معزالدين مينهن واءُ ڪري واپس پهتو. شهزادو ڪاوڙ ۾ سيوستان ۾ ويهي، گهاري ۽ آس پاس جي تر کي تباهه ڪري ڇڏيو. شهزادو سيوستان ۾ ڇهه مهينا رهيو ته ميان دين محمد ڪلهوڙو مجبور ٿي سندس آڏو پيش پيو، جنهن کي پاڻ سان گڏ ملتان وٺي ويو ۽ پنهنجي پويان هڪ وڏي فوج ڇڏي ويو، جن جا ڪلهوڙن سان ڪيترائي معرڪا ٿيا. جن ۾ هڪ وڏو معرڪو ميان دين محمد جيٰ ڀاءُ ميان يار محمد، شاهي فوج سان ڪيو. جنهن ۾ مغلن پاران ڪجسنگ پٽي ۽ سورج مل اڏيپوري ۽ ڪلهوڙن پاران تاجو فقير، جادو فقير ۽ بختاور فقير اونوال ڪسجي ويا ۽ مغل فوج کي شڪست ٿي. (12) ان معرڪي کان پوءِ ڪيترائي ٻيا ننڍا ننڍا معرڪا ٿيا. آخر ميان

يار محمد وڏيڪ فوج گڏ ڪرڻ ۽ سهڻي نموني مغلن سان منهن ڏيڻ لاءِ بروهين ڪان مدد وٺڻ لاءِ روانو ٿيو. هوڏانهن شهزادو معزالدين، قلات جي بروهي حاڪم مير محراب خان بروهي پهرين (1695ع - 1697ع) ڏانهن پيغام موڪلي، ميان يار محمد کي گرفتار ڪرڻ لاءِ چيو. (13) آخر ڪرخ (خضدار ۽ ڪير ٿر جبلن جي وچ ۾ هڪ ڳوٺ) جي مقام تي، اوچتائي جي هڪ جهڙپ ۾ بروهي حاڪم زخمي ٿي، ٿئين ڏينهن وفات ڪري ويو. (14) تہ سندس جڳهہ تي مير سمندر خان بروهي قلات جو حاڪم بنيو. (15) جنهن ميان يار محمد ۽ سندس خاندان ۽ ماڻهن کي نہ صرف پاڻ وٽ رهايو، پر اندروني طرح مغلن جي خلاف پاڻ ۾ ٺاهہ بہ ڪيائون. ميان يار محمد جي قلات وڃڻ بعد سرائي فقير ڪجهہ پاسيرو ٿي ويا ۽ حالتن جو جائزو وٺڻ لڳا. ڪلهوڙن جي ملڪ ڇڏي وڃڻ ڪري ڪوئي بہ واڳ ڌڻي نہ رهيو. ان لاءِ شهزادو معزالدين ڪلهوڙن جي فتح ڪيل علائقن تي احمد خان المعروف بختيار خان ثانيءَ کي نگران مقرر ڪيو. بختيار خان ثاني، مرزا خان پٽي جو پٽ هو، جيڪو مرزا خان يعني پنهنجي پيءُ جي 1699ع ۾ وفات بعد سبيءَ تي پٽي خاندان جو ٽيون نمبر حاڪم بڻيو. (16) بختيار خان ثاني پنهنجي پاران چانڊڪا ۽ سيوستان تي هڪ با اعتماد رشتيدار الله بخش کي ناظم مقرر ڪيو. (17) غلام رسول مهر، بختيار خان ثانيءَ کي صرف سيوستان ملڻ جي تصديق ڪندي لکي ٿو، تہ:

”شاهي دربار مان هن وٽ فرمان پهتو تہ پيءُ جي جاءِ تي توهان کي سيوستان جو ناظم بڻايو ويو آهي“. (18)

غلام رسول مهر واقعن کي نہ سمجهي ۽ غلط تجزيو ڪري صرف بختيار خان ثانيءَ کي سيوستان علائقي ملڻ جو ذڪر ڪيو آهي. در اصل بختيار خان ثانيءَ کي شاهي حڪم نامي تحت ڪلهوڙن جي سموري فتح ڪيل علائقن تي نگران مقرر ڪيو، جنهن ۾ چانڊڪا ۽ سيوستان ۽ ٻيا علائقا شامل هئا. بختيار خان ثانيءَ کي وڏيڪ پرڳڻا ملڻ ڪري سندس سياسي ۽ معاشي قد ڪاٺ مٿي ايريو.

ان دوران 1699ع ۽ 1700ع جي وچ ڌاران امير بهادر خان ثاني دائود پوٽو، جيڪو هميشہ شڪارپور جي علائقي کي پٽي پٺاڻن کان آزاد ڪرائڻ لاءِ هميشہ اندروني طرح مغلن ۽ ڪلهوڙن سان لاڳاپا وڌائڻ ۾ مصروف رهيو، وفات ڪري ويو، تہ سندس جاءِ تي سندس نوجوان پٽ امير مبارڪ خان دائود پوٽن جو پڳدار بنيو. (19) تنهن کي بختيار خان ثاني، پنهنجي خلاف سمجهي

شڪارپور مان تڙي ڪڍايو. دائود پوٽا مختلف هنڌن تي قسمت آزمائي ڪندا، پهرين آگسٽ 1701ع تي شهزادي معزالدين وٽ ملتان پهتا. (20) جنهن اتي معزالدين کي بختيار خان ثانيءَ جي خلاف مڪمل طرح برغلائڻ جي ڪوشش ڪئي. دائود پوٽن ۽ ڪلهوڙن جي وچ ۾ اڳيئي خفيہ معاهدو هو. انهيءَ معاهدي تيڻ جو اشارو راورٽي هنن لفظن ۾ ڏئي ٿو تہ:

> ”معلوم ٿئي ٿو تہ ......... دائود پوٽن ۽ يار محمد ڪلهوڙي جو خفيہ سمجهوتو هيو تہ هو (شهزادو)، بختيار خان کان ناراض ٿئي.“ (21)

عبدالعزيز لوٽي پڻ اهڙين ڳالهين جي تصديق ڪندي، ان معاهدي ۾ قلات جي بروهي حاڪمن کي بہ ٽيون فريق هجڻ جي تصديق ڪري ٿو. هو لکي ٿو، تہ:

> ”ان کان علاوه هو (بختيار خان ثاني) بيوقوف هيو ۽ براهوئي، ڪلهوڙا ۽ دائود پوٽن جي اتحاد (يعني ۽ معاهدي يا سمجهو تي) کان بي خبر رهيو“. (22)

انهيءَ معاهدي تحت دائود پوٽن، شهزادي کي بختيار خان ثانيءَ کي معزول ڪرڻ ۽ سندس جڳهہ تي سنڌ جي حڪومت ڪلهوڙن کي ڏيڻ جي سلسلي ۾ مڪمل سياسي ۽ سفارتي ڪوششون شروع ڪري ڏنيون. (23)

ميان يار محمد ڪلهوڙو قلات ۾ بہ سال رهي 1113هہ/1701ع (24) ۾ واپس قلات جي حاڪم جي هڪ رشتيدار التماس خان بروهي جي نگراني ۾ بروهي فوج سان گڏ، منڇر ڍنڍ جي ڪناري تي هنڙي تعلقي جي سِڪ ۽ سانوهہ ڳوٺن ۾ پهتا. اتان اڳتي وڌي قيصر پنهور کان سامتاڻي کسيائون. پوءِ اچي ڳاهن ۾ ڇانوٽي هنيائون ۽ اتان مارڪپور ۽ گاهي جمشيد تي قبضو ڪري فتح پور جو قلعو ڇڏايائون. هن کان پوءِ بروهي فوج واپس هلي وئي ۽ ميان يار محمد گڇيرو فتح ڪري، پنهورن جي گادي شڪارپور (جنهن کي هاڻي ٺڪا سڏيو وڃي ٿو). (25) جو نالو ڦيرائي ”خداآباد“ رکي رهڻ لڳو. (26) پوءِ ان مرڪز تان سرائي فوجن جو لشڪر اماڻي گهاري ۽ ڪنڌيارو فتح ڪيائين. (27) ان ريت ميان يار محمد بغير ڪنهن رڪاوٽ جي، ميان نصير محمد جي دؤر ۾ قبضي هيٺ آيل علائقن کي وري ٻيهر حاصل ڪري پنهنجي حڪومت

کي قائم ڪري ورتو. (28)

پروفيسر ڊاڪٽر غلام محمد لاکو، مياں يار محمد جي انهن فتحن ۽ سبيءَ جي پٽي حاڪمن سان دشمنيءَ متعلق لکي ٿو تہ:

”ان پسمنظر ۾ مقامي ماڙهو يار محمد کي ڏنبائي چوندا آهن، جنهن تلوار هلائڻ کان سواءِ صرف ڏنبي جي زور تي حڪومت ورتي، ليڪن اجان شهزادو معزالدين ملتان ۾ موجود هو. سبيءَ جا حاسد پٺاڻ بہ سرگرم هئا تہ مقامي زميندارن جي دشمني الڳ هئي. بهرحال ميان يار محمد وڏي حڪمت عمليءَ سان حالتن کي منهن ڏنو ۽ سيني آزمائشن مان نڪري پار پيو“. (29)

ميان يار محمد جي انهن هڪ ٻئي پٺيان فتوحات جو بختيار خان ثاني مڪمل جائزو وٺي رهيو هو ۽ سڀي چڏي اچي شڪارپور ۾ پيرڪوڙي ويهي رهيو. پاڻ سندس پاران لاڙڪاڻي ۽ سيوستان تي مقرر ناظم الله بخش کي هر ممڪن مدد ڪري رهيو هو، تہ ٻئي طرف ملتان جي وائسراءِ شهزادي معزالدين کي سموري صورتحال متعلق ڄاڻ ڏيندو رهيو.

آخر ميان يارمحمد لاڙڪاڻي کي هٿ ڪري، اتان الله بخش نالي ناظم کي تڙي ڪڍيو. سنڌ جي تقريبا سيني مؤرخن الله بخش کي بختيار خان ثانيءَ جو ڪنهن چاچو تہ ڪنهن ڀاءُ تہ ڪنهن وري سندس ڀائٽيو قرار ڏنو آهي. ان سلسلي ۾ مير علي شير قانع لکي ٿو تہ:

” لاڙڪاڻو بختيار خان جي ڀاءُ الله بخش جي هٿ مان ڇڏايائين“. (30)

غلام رسول مهر، الله بخش کي بختيار خان ثانيءَ جو ڀائٽيو ڪوٺيو آهي. هو لکي ٿو تہ:

”بختيار خان جي ڀائٽي ملڪ الله بخش کان لاڙڪاڻو کسيائين“. (31)

انهن مٿين مؤرخن کي شايد غلط فهمي ٿي آهي. بختيار خان ثانيءَ کي نہ ڪو الله بخش نالي ڀائٽيو هو نہ ڪو ڀاءُ هو. باروزئي خاندان جي تاريخي مطالعي ۽ سندن شجري مطابق ”الله بخش“ نالي ڪو بہ ماڻهو بختيار خان

ثانيءَ جو پاڻئيو، پاڻ ۾ چاچو نہ هو. (32) عزيز لوٽي، الله بخش جي شخصيت متعلق وضاحت ڪندي لکي ٿو تہ:

"الله بخش، جنهن کي لاڙڪاڻي جو حڪمران ڇيو وڃي ٿو، اهو مرزا خان جو پاڻ نہ هيو، بلڪ ان جو پري جو رشتيدار هيو." (33)

جڏهن يارمحمد، اللهٰ بخش کان لاڙڪاڻو کسيو تہ بختيار خان ثاني ۾ مغل فوجي ڪاردار ڪنهن بہ قسم جي مزاحمت نہ ڪئي. بختيار خان هڪ طرف ملتان جي گورنر کي خط لکيا تہ ٻئي طرف ٺٽي جي گورنر معرفت ميان يار محمد کي ايلازمنٽ ڪري، لاڙڪاڻو ڇڏائڻ جون ڪوششون ڪرڻ لڳو. اهڙي قسم جو هڪ خط ميان يارمحمد ڏي لکيل آهي، جنهن ۾ ڪيس ڇيو ويو آهي تہ هو پنهنجي ميرڻ فقير سرائي کان، اهو زمين جو ٽڪرو خالي ڪرائي. هن خط مان ۾ تاريخي واقعن جي تجزئي مان، اهو نتيجو نڪري ٿو تہ اهو خط شايد ٺٽي جي گورنر (34) لکيو هوندو. خط جو متن هن ريت آهي:

"حال ۾ بختيار خان جي تحرير مان ظاهر ٿيو تہ ميرڻ فقير ڪجهہ اوباشن سان گڏجي دشت ڪنگاني جي زمين تي هڪ ننڍو قلعو اڏائڻ چاهي ٿو ۽ هي زمين بختيار خان جي آهي. هن قسم جي حرڪت ميرڻ فقير جهڙي سياڻي ماڻهو کان پري آهي ۽ ظاهر آهي تہ اوهان بہ اهڙي قسم جي ڳالهہ کي هرگز روا نہ رکندا. اوهان ڄاڻو ٿا تہ بختيار خان منصبدار ۽ شاهي ملازم آهي. هو پنهنجي جاگير ۾ قلعو اڏائڻ تي ڇو راضي هوندو. ان جو نتيجو اهو ٿي ٿيندو جو ٻنهي فريقن جي وچ ۾ شورش پيدا ٿئي. اوهان ان معاملي ۾ بخوبي واقف آهيو. هن ڇني پهچڻ سان ٿي بہ ڪلما نصيحت جي طور تي ميرڻ فقير کي موڪل تہ اوباشن جي اغوا سان هن قسم جي حرڪت جو ارتڪاب بلڪل غلط آهي ۽ سراسر مصلحت جي خلاف آهي. اگر دل ۾ بہ اهڙي ڳالهہ هجي تہ اهو ڪيدي ڇڏيندا. اسان جي رضامندي انهيءَ ۾ آهي تہ اگر ڪوبہ مغالطو/ ڦڏو پيدا ٿئي تہ اسان تي بادشاهي ملازم جي اعانت لازم آهي. ان صورت ۾ باقي ڇا ٻچندو؟ وڌيڪ ڇا لکجي!". (35)

پر خط لکندڙ کي ڪجھ نہ وريو ۽ معاملا وڏيڪ گنڀير ٿيندا ويا. ميان يارمحمد جي ان سموري فتوحات دوران شهزادي معزالدين پاران مقرر ڪيل ناظم بختيار خان ثانيءَ ڪابہ مزاحمت نہ ڪئي. هوڏانهن دائود پوٽن جا اندروني طرح ڪلهوڙن سان مسلسل رابطا جاري هئا. شهزادي معزالدين هي سمورو لقاءُ پئي ڏٺو تہ سندس پاران مقرر ڪيل بختيار خان ثانيءَ سنڌ جي اندروني پيچ ڌاهہ ۾ ڪابہ مداخلت نہ ڪري رهيو آهي تہ ٻئي طرف بختيار خان ثانيءَ خلاف سندس ٽي هڪ قبيلي جو سربراهہ دانهين ٿيو تہ هن منهنجي ڌيءَ کي اغوا ڪيو آهي. تہ ٽئين طرف دائود پوٽا، جيڪي شهزادي سان ساڻ هئا، تن سنڌ ۾ سواءِ ڪلهوڙن جي ٻئي ڪنهن کي طاقت نہ سمجهي ڪين حڪومت ڏيڻ جون صلاحون ڏيڻ لڳا ۽ هو مختلف بهانن سان بختيار خان ثانيءَ کي هڪ نااهل، بيڪار ۽ مغل شهنشاهيت جو غدار قرار ڏيڻ ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏي. انهن ڳالهين جو تجزيو ميجر راورٽي هنن لفظن ۾ ڪري ٿو تہ:

> ”معلوم ٿئي ٿو تہ صوبيدار (شهزادي) کي انهن معاملن ۾ ملوث ڪرڻ ۾ دائود پوٽن ۽ غالبن ميان يار محمد جو خفيہ سمجهوتو هيو تہ بختيار ڪان ڪاوڙجي .... معلوم ٿئي ٿو تہ بختيار خان ڪنهن حد تائين بزدل حڪمران هيو ۽ ذميواريون وٺڻ ڪان گهبرائيندو هو. اهڙين حالتن ۾ جڏهن هن شهزادي جي اچڻ جي باري ۾ ٻڌو تہ پنهنجي ماتحتن سان ڪاوڙيو. ليڪن هن ۾ شڪ نہ آهي تہ ٻين هن کي خفيہ نموني سمجهايو تہ شهزادي جي اچڻ کي ٽارڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪئي وڃي. پوءِ چو نہ ان جي خلاف مسلح ڪاروائي ڪرڻي پئي. ان صورت ۾ ڪيس ڀرپور تعاون جو يقين ڏياريو ويو. هاڻي هن شهزادي کي هن طرف اچڻ ڪان روڪڻ لاءِ سڀ طريقا آزمايا ۽ ڪيس چيو تہ، ”هو خود (بختيار خان ثانيءَ) لٽي (ڪلهوڙن) جي خلاف ڪاروائي ڪري سگهي ٿو. ايتري قدر جو ايلاز منٿن تائين پهتو. هن عجيب و غريب رويي ڪان شهزادي جي دل ۾ شڪ پيدا ٿيا ۽ هن کي پنهنجي سرحد تي ڦرڻ ٿيندڙ باغين جو تجربو بہ هيو ......... مبارڪ خان ملتان ويو تہ جيئن هو صوبيدار ملتان کي انهن علائقن جي سردار ۽

حڪمران بارورزئي جي خلاف ڀڙڪائي، جنهن ڪي هو
پنهنجي رستي جي رڪاوٽ خيال ڪندو هو. ..........
اهڙيءَ طرح نوجوان شهزادي جو اعتماد حاصل ڪندي،
مبارڪ خان شهزادي جي دل ۾ بختيار خان باروزئي سردار
جي خلاف نفرت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين. هن جو
بنيادي مقصد ڪم از ڪم پنهنجي علائقي مان هن جو
اقتدار ختم ڪرڻ هيو. انهن حالتن ۾ بختيار خان پنهنجي
خلاف ڦهلايل ڄار ۾ ڦاسي پيو ۽ شهزادي ڪي ايلاز منٿ
ڪرڻ لڳو تہ هو سندس مدد لاءِ هتي (سنڌ) نہ وڃي (اچي)
جو تہ هو خود پاڻ هاڻي مقابلي ڪرڻ لاءِ تيار هو/ آهي.
ان تي مڪار دائود پوٽن ڪي پنهنجي سابق سازشي حڪمت
عملي ڪي صحيح ثابت ڪرڻ جو موقعو ملي ويو.“ (36)

بختيار خان ثانيءَ جي موت بابت چار مختلف روايتون هرهڪ پهريون شيخ محمد اعظم ابن شيخ محمد صالح ۽ لالا دولت راءِ ولد لا لا عزترا، (37) بي آخوند محمد صديق، (38) ٽين مير علي شير قانع ۽ گولڊ سمٿ، (39) ۽ چوٿين ملا فاضل ۽ راءِ بهادر هيتورام، (40) بيان ڪيون آهن. غلام رسول مهر انهن چئني روايتن، (41) ڪي صحيح قرار ڏئي ٿو، (42) پر پٽي خاندان جي خانداني روايتن ۽ راورٽيءَ جي تحقيق مطابق اها ڳالهہ درست نہ آهي تہ بختيار خان ثانيءَ، شهزادي معزالدين جي هٿان قتل ٿيو. (43) بختيار خان ثانيءَ جي قتل جي اصل وارتا ميجر راورٽي هنن لفظن ۾ پيش ڪري ٿو تہ:

”مڪار دائود پوٽي (امير مبارڪ خان).......
شهزادي (معزالدين) جي ذهن ڪي ان حد تائين تيار ڪيو تہ
شهزادي، دائود پوٽن ڪي گرفتار ڪري، پيش ڪرڻ جي
حامي ڀري. لهاذا هي (دائود پوٽا) شهزادي جي دَستن ڪي
پنهنجن دَستن سان ملائي، انهن ڪي وڏي سليقي سان غير
معروف رستن کان وني ويا ۽ پنهنجي پيش قدمي ڪي خفيہ
رکندا هڪ ڏينهن اچانڪ شڪارپور پهتا، جتي ان وقت
بختيار خان انهن حالتن کان بي خبر موجود هيو.
........ جهڙيءَ طرح هي (بختيار خان) انهن حالتن کان
بي خبر هيو ۽ انهن ڪي صرف (اينڊز فوج ڪي) دائود پوٽن

جي فوج سمجهي، لحاظا سندن مقابلي جي لاءِ هن ڳوٺ (بختيار پور) کان فوج رواني نہ ڪئي ۽ انهن جي مخالفانہ ارادن جي صورت ۾ مقابلي ڪرڻ جي تائيد ڪيائين. سازشي (دائود پوٽا) هن (بختيار خان) جي فوج ۽ شهزادي جي فوجن جي وچ ۾ لڙائي ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا ۽ بختيار خان حقيقتن کان پوري طرح بي خبر هجڻ جي سبب کان شهزادي جي فوج خلاف ڪاروائي ڪرڻ جو حڪم ڏيئي ڇار ۾ ڦاسي پيو. لهاذا مخالف دستي جي هڪ خان (امير مبارڪ خان دائود پوٽي) جي هٿان مارجي ويو، جنهن تي هن جي ساٿين وڙهڻ بند ڪيو ۽ پٺي نڪتا." (44)

ساڳي ڳالهہ " تذڪرتہ الملڪ" جي مصنف يحيٰ خان بہ ڪئي آهي، هو لکي ٿو، تہ:

" اورنگزيب جي اقتدار جي ڇائيتاليهين سال رمضان 1113هہ / جنوري 1702ع ۾ ملتان ۾ هڪ بختيار نالي زميندار فتنو برپا ڪيو ۽ اعلانيہ بغاوت ڪيائين. شهزادو معز الدين صوبيدار ملتان، ٻن هزار سوارن، تازه دم ليوين، پنهنجن محافظن ۽ صوبي ۾ خدمتون سر انجام ڏيڻ وارن (دائود پوٽن جي) دستن سان گڏ سندس (بختيار جي) سرڪوبي لاءِ روانو ٿيو. انهن ۾ هڪ شديد جهڙپ ٿي، جنهن ۾ باغي شڪست کائي ويا ۽ بختيار خان مارجي ويو ......... هن جهڙپ/جنگ ۾ بادشاهہ جي دستن سان گڏ وڙهندي ملتان جي ماتحت دائودپوٽن وڏو نالو ڪمايو. انهن باغي کي گرفتار ڪري سندس سر ڌڙ کان ڌار ڪيو ۽ شهزادي جي حضور ۾ پيش ڪيو." (45)

ميجر راورٽي ۽ يحيٰ خان جي مٿين بيانن مان بہ ڳالهيون سامهون اچن ٿيون. هڪ تہ شهزادي بختيار خان ثانيءَ سان دوبدو جنگ نہ ڪئي ۽ پيو تہ شهزادي پنهنجي فوج جا دستا امير مبارڪ خان دائودپوٽي جي نگراني ۾ اڳ موڪليا، جن دغا، فريب ۽ مڪاري سان بختيار خان کي گرفتار ڪري، پاڻ پنهنجي هٿن سان جنوري 1702ع (اورنگزيب جي حڪمراني جي ڇائيتاليهين

سال) جي شروعات ۾ قتل ڪيو.

امير مبارڪ خان، بختيار خان کي قتل ڪرڻ بعد، شهزادي جي اصرار تي پٽي حاڪم جي لاش کي سندس سامهون پيش ڪيو. پٽي حاڪمن جو درباري مؤرخ ملا فاضل، ان واقعي متعلق وڌيڪ تفصل ڏيندي لکي ٿو ته:

> ”جڏهن شهزادي معزالدين، افغان سردار جي موت جي باري ۾ ٻڌو ته هن خواهش ظاهر ڪئي ته هو پنهنجي مغرور مخالف کي ڏسڻ چاهي ٿو. جڏهن هن، هن جي خوبصورت ۽ ڊگهي قد (واري لاش) کي رت ۾ مٽي ۾ ٻڏل/ پريل ڏٺو ته حيران ٿيو.“ (46)

بختيار خان ثانيءَ جي مارجڻ بعد هندستان جي حاڪم اورنگزيب شهزادي معزالدين کي مبارڪ جو فرمان، اعزازي لباس ۽ ٻين قيمتي تحفن سان گڏ ڏهه لک دام ڏنائين. (47)

بختيار خان ثانيءَ جي قتل بعد نئين سرڪار کان علاوه باقي سموري اتر سنڌ ٻي واڳ ڏٺي ٻڌجي وئي. ان دوران اتر سنڌ ۾ باقي ٻه اهم سياسي ۽ فوجي طاقتون رهيون. هڪ ميان يارمحمد جي سرڪردگيءَ ۾ ڪلهوڙا ۽ ٻيو دائود پوٽا، جن شڪارپور کي پٺين کان آزاد ڪرائڻ لاءِ سموري اتر سنڌ جي سياسي منظرنامي کي تبديل ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. امير بهادر خان دائودپوٽي، بختيار خان ثانيءَ کي قتل ڪرڻ بعد، شهزادي معزالدين کي پنهنجي چار ۾ ڦاسايو ۽ ڪلهوڙن سان اڳ ۾ ٿيل خفيه معاهدي تحت شهزادي کي ان تي عمل ڪرائڻ لاءِ ڪوششون شروع ڪيون. آخر سندس ڪوششون رائگان نه ويون ۽ هن ڪلهوڙن کي علحده ٽڪرو وٺي ڏيڻ سان گڏ شڪارپور تي پنهنجي علحده حاڪميت حاصل ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. شهزادي معزالدين، ان دوران اتر سنڌ کي گهڻا ٽڪرا ڪيا ۽ انهن تي ڪنهن ڪنهن کي حاڪم يا نگران مقرر ڪيائين، تنهن متعلق مير علي شير قانع تحرير ڪري ٿو، ته:

> ”شاهزادو، خانپور مير امين الدين خان کي، شڪارپور سنجر خان، مبارڪ خان ۽ هوت خان دائودپوٽن کي ۽ سيوستان غلام محمد سکهانيءَ کي ڏنا.“ (48)

مير قانع جي ان بيان کي غلام رسول مهر، (49) اعجاز الحق قدوسي،

(50) ۽ ٻين مؤرخن (51) نقل ڪيو آهي. جيتري قدر مير قانع جو "سيوستانڻ" جي علائقي ڪي غلام محمد سڪانيءَ کي ڏيڻ جو تعلق آهي، تہ اها ڳالهہ قبوليت جوڳي نہ آهي. ڇو تہ سيوستان دراصل ٺٽي سرڪار جو هڪ پرڳڻو هو. شهزادي معزالدين پاران ان وقت سنڌ جي جاگرافيائي ورهاست دوران، اتي سعيد خان عرف سعيد خاني عرف چنگيز خاني (1113هہ/1114هہ) گورنر مقرر ٿي آيو. جيڪو پاڻ سيوستاڻ (سيوهڻ) ۾ رهيو ۽ پنهنجي پٽ ارشد خان کي پنهنجو نائب مقرر ڪري ٺٽي موڪليائين. ان طرح شهزادي پاران سيوستان کي غلام محمد سڪاني جي حوالي ڪرڻ بعيد از عقل آهي. (52)

تاريخي حقائق جي مطابق شهزادي، اتر سنڌ جا جيڪي ٽڪرا ڪيا، تن جو تفصيل هن ريت آهي.

**الف:** چانڊڪا ۽ دادو (جنهن ۾ جابلو پٽي ۽ ڪاڇي وارا علائقا شامل هئا) جا علائقا ميان يار محمد ڪلهوڙي کي ڏنا.

**ب:** خانپور جو علائقو مير امين الدين خانَ کي ڏنائين.

**ج:** شڪارپور يا سنڌ جي تاريخ ۾ دائودپوٽا پهريون دفعو جنوري 1702ع ۾ شڪارپور جا حاڪم بڻيا.

**د:** سيوي (سبي) جو علائقو غازي خان دودائي کي ڏنائين. (53)
غازي خان دودائي سبيءَ جو حاڪم مقرر ٿيڻ بعد علائقي جو انتظام سنڀالي نہ سگهيو، ڇو تہ هڪ تہ سبي گهٽ پيداواري علائقو هو، ٻيو تہ بختيار خان ثانيءَ جي قتل بعد مختلف قبيلن جي سربراهن، سبيءَ جي حڪومت حاصل ڪرڻ لاءِ شورشون برپا ڪيون، تن کي غازي خان پنهنجي نا اهلي سبب ختم نہ ڪري سگهيو ۽ ناڪام ويو. ان کان بعد سبيءَ تي مختلف وقتن تي مختلف ماڻهو مقرر ٿيندا رهيا، پر اهي بہ صحيح نموني سان انتظام سنڀالي نہ سگهيا. ان سلسلي ۾ مير علي شير قانع لکي ٿو، تہ:

> "سيوي جو درو بختيار خان جي انتقال ڪرڻ کان پوءِ غازي خان دودائي کي عطا ٿيو، پر هن کان جوڳو انتظام نہ ٿي سگهيو، جنهن ڪري ڦيرائي الله بخش خان کي ڏنو ويو. تنهن کان پوءِ اسلام خان ۽ قائم خان نهارن کي مليو، پر

> ڪوبہ پورو انتظام رکي نہ سگھيو، ۽ نيٺ ميان يارمحمد جي وڪيلن جي حوالي ٿيو، تہ وجي پنهنجي موڪل (اصيل)کي پهچائين! تنهن سان گڏ هي بہ حڪم ٿيو تہ "هن سرفرازيءَ جي عيوض ميان يارمحمد حضور ۾ حاضر ٿي دست بوسيءَ جو شرف حاصل ڪري." طلب موجب ميان يارمحمد دربيلي ۾ پهتو، تہ خواجہ حسين خان گهٽين نوازشن سان هن حڪم جي منسوخي جو فرمان ڪٽي آيو، ۽ ديري جي نگراني سندس حوالي ڪيائين. اتان ڪان شاهي غلامن جي لسٽ ۾ داخل ٿيڻ جي ابتدا ٿي، ۽ "خدا يار خان" جو خطاب سندس طرهءِ امتياز بڻيو." (54)

ميان يارمحمد، ڪلهوڙو پاڻ کي سبيءَ ملڻ جي اصل وارثا هنن لفظن ۾ بيان ڪري ٿو، تہ:

> "سبي ۽ گنجابہ جي دَرَنَ جي حقيقت هن طرح آهي تہ مان پهرين ڏينهن ڪان ئي ان خدمت جي خواهش نہ رکندو هوس، ليڪن بختيار خان جي قتل ڪان پوءِ پهريائين هن جو پائٽيو، باوجود هن سموري خطي ڪان واقف هجڻ جي ۽ احمد يار خان ۽ دلاور خان باوجود وڏا منصب دار هجڻ جي، مذڪوره درن جي نظم و نسق تي قابو نہ پائي مستعفي ٿيا. پوءِ وڏن هن خدمت تي هن فقير کي وڏي اصرار سان مقرر ڪيو. اهڙي طرح مان حضرت عالمگير جي سند جي مطابق اڄ تائين انهن علائقن جو انتظام نيڪ ناڪ ڪيو آهي ۽ پنهنجي عزت جي خاطر وڏي جمعيت نوڪرن جي بہ رکي ڪري، وڏي خرچ جي دٻاءُ هيٺ رهيو آهيان. آمدني جي ڪمي ۽ خرچ جي وڌڻ کي ڏسي ڪجهہ وقت دل چوي ٿي تہ انهن محالن ڪان ٻين وانگر استعفيٰ ڏيئي ڇڏيان، ليڪن هي امير موجود وقت جي وڏن جي مرضي جي خلاف آهي. بهرحال مجبورن بسر ڪري رهيو آهيان." (55)

ميان يارمحمد کي هاٺي سنڌ جي ڪجھ حصن جي حڪمراني، سبيءَ جا لڪ ۽ شاهي سرپرستي ملي چڪي هئي، ليڪن اجان هڪ وڏو فڪر هو. (56) اهو اهو هو جو هن جو اهل و عيال ۽ ماڻهو، بروهي حاڪم وٽ ترسيل هيا، جن کي

بروھي حاڪم سمندر خان، ميان يار محمد سان ٿيل خفيہ معاھدي تان ڦري وڃڻ ڪري، آزاد نہ ڪري رھيو ھو.

بروھي حاڪم، ميان يارمحمد جا ٻار ۽ ماڻھو آزاد ڇو نہ پيو آزاد ڪري؟ ان سلسلي ۾ سنڌ جي گھڻن مؤرخن پنھي حاڪمن جي وچ ۾ ڪجھہ ڇڪتاڻ جو ذڪر وڏي آب وتاب سان ڪيو آھي، جنھن تحت بروھي حاڪم، ڪلھوڙي جا ٻار ۽ ماڻھو يرغمال بڻائي ڇڏيا ھئا. (57) ھت ان ڳالھہ جي ضرورت آھي تہ مير سمندر خان بروھي ۽ ميان يار محمد جي وچ ۾ ڇڪتاڻ جو سنڌ، بلوچستان، سبيءَ ۽ ھندستان جي تاريخي پس منظر جي حوالي سان تحقيقي جائزو ورتجي تہ جيئن بلوچستان ۽ سنڌ جي مؤرخن جي وچ ۾ جيڪي غلط فھميون پيدا ٿيون ھيون، تن کي تاريخي سچائين سان نروار ڪرڻ کپي.

قلات جي بروھي حڪمرانن کي ھميشہ ڪڇي ۽ گنداواھ جي علائقن جي ضرورت رھي. ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ سبيءَ جي پٽي پناڻ حاڪم مرزا خان المعروف بخت بلند خان (1666ع/ 1699ع) سان ارڙنھن جنگيون ڪيون، پر پوءِ بہ ڪجھہ ھٿ حاصل نہ ٿين. جڏھن ميان دين محمد کي ملتان ۾ قتل ڪيو ويو تہ ٻن ٽن سالن تائين ڪلھوڙن پاران خاموشي رھي. ان سياسي مانار جي ماحول دوران سنڌ ۾ سبيءَ جا پٽي پناڻ ھڪ ٿي قوت وجي بڇيا. شھزادي معزالدين، ٻي ڪا راھہ نہ ڏسي ڪلھوڙن جي فتح ڪيل علائقن تي مرزا خان جي پٽ بختيار خان ثانيءَ کي نگران مقرر ڪيو. شڪارپور جا دائودپوٽا يعني امير بھادر خان ثانيءَ ، جنھن شڪارپور جو بنياد وڌو ھو، تنھن مرزا خان جي سموري حڪمراني جي عرصي دوران ڪلھوڙن جي اڀرندڙ طاقت کي ڏسي، ھميشہ ساڻن سياسي ۽ پائيپي وارا لاڳاپا قائم رکيا ۽ خفيہ نموني سان پٽي پناڻن جي خلاف ڪلھوڙن جو ساٿ ڏنو. ميان نصير محمد جي دھليءَ جي قيد مان آزادي پڻ امير بھادر خان ثانيءَ جي سفارتي ڪوشش جو نتيجو ھئي. (58) ميان دين محمد جي قتل بعد ميان يار محمد قلات ھليو ويو، جتي بروھي حاڪم ۽ ڪلھوڙا حاڪم جي وچ ۾ ھڪ "بہ ڏريو" معاھدو طئي ٿيو. ان معاھدي ٽيڻ جا ھر مؤرخ اشارا ڏنا آھن، پر تفصيل ڪنھن مھيا نہ ڪيا آھن. آغا مير نصير احمد خان، ان معاھدي جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ:

> "ميان يار محمد ڪلھوڙي قلات راڄڌانيءَ ۾ اچي امير بلوچستان وٽ 1697ع ۾ پناھہ ورتي ۽ بہ سال قلات ۾ رھيو. ھن امير بلوچستان سان ھڪ معاھدو ڪيو،

جنهن جا شرط هي هئا:

1. امير بلوچستان، سنڌ جي ڪلهوڙا خاندان جي حڪمران کي مصيبت جي وقت مدد ڏيندو ۽ انهن جي سنڌ ۾ حڪومت کي استحڪام بخشڻ لاءِ مدد مهيا ڪندو.

2. امير سنڌ (ڪلهوڙا خاندان) ان امداد جي عيوض ۾ امير بلوچستان کي ساليانو مبلغ چاليهه هزار روپيه خراج ادا ڪندو.

3. سنڌ جو ڪلهوڙو حڪمران، امير بلوچستان جي مخالف کي سنڌ ۾ پناهه نه ڏيندو، بلڪ انهن کي گرفتار ڪري امير بلوچستان جي حوالي ڪندو.

4. ميان يارمحمد ڪلهوڙو، سنڌ ۾ جيترن به علائقن کي پنهنجي قبضي هيٺ آڻيندو ته هو انهن علائقن جي ايراضيءَ جو ٽيون حصو، براهوئي حاڪم لاءِ مختص ڪندي، امير بلوچستان جي نمائندي جي حوالي ڪندو.

5. ڪڇي جي خطي ۾ گنداواهه جو سمورو علائقو امير بلوچستان جي حوالي ڪندو. هي معاهدو قلات ۾ مؤرخه 8 ڊسمبر 1698ع تي امير بلوچستان امير سمندر خان ۽ ميان يارمحمد ڪلهوڙي جي وچ ۾ طئي ٿيو." (59)

ان ريت وري امير بهادر خان ثاني دائود پوٽي ۽ ميان يار محمد ڪلهوڙي جي وچ ۾ پڻ معاهدي ٿيڻ جا امڪان موجود آهن. انهن ٽنهي فريقين جو هڪ ٻئي سان معاهدا ڪرڻ جا پنهنجا پنهنجا ذاتي، سياسي، معاشي ۽ فوجي مفاد لڪل هئا. مثلاً: سبي ۽ ڪڇي _ گنداواهه جو علائقو بروهين جي ضرورت هئي. دائود پوٽن کي شڪارپور جي ضرورت هئي، جڏهن ته ٽين ڌر ڪلهوڙن کي اتر سنڌ جي ضرورت هئي. انهن ٽنهي ڌرين کي پنهنجا مفاد حاصل ڪرڻ ۾ سبيءَ جو پٺي حاڪم بختيار خان ثاني رڪاوٽ بڻيل هيو. جيڪو ميان دين محمد جي قتل بعد اتر سنڌ ۾ شاهي سرپرستيءَ سان گڏ هڪ واحد اهم طاقتي مهري طور سامهون آيو.

ان لاءِ تنهي ڏرين گڏجي پٽي حاڪم کي هرمحاذ تي ختم ڪرڻ لاءِ ڪوششون شروع ڪيون. جڏهن بختيار خان ثانيءَ، دائود پوٽن کي شڪارپور مان تڙي ڪڍيو تہ هنن، هن جي خلاف ڪم ڪرڻ کان وسان ڪين گهٽايو. هوڏانهن بروهي حاڪم، ڪڇي گنداواهہ کي حاصل ڪرڻ جي لالچ ۾ ميان يارمحمد کي پيهر سنڌ ۾ فتوحات جي سلسلي ۾ بروهي فوجي لشڪر جي مدد مهيا ڪئي. پر پوءِ جڏهن سبيءَ جو علائقو ميان يار محمد کي مليو تہ هن بروهي حاڪم سان ٿيل معاهدي تي عمل درآمد نہ ڪيو ۽ ڦري ويو. ان دوران بروهي حاڪم مير سمندر خان بروهي ڪيس، سفارتي ڌمڪي موڪلي تہ:

"جيڪڏهن سمورين عطا ٿيل جاگيرن مان گنجابہ ڇڏي ڏين، تہ پنهنجو صلح قائم رهندو. ٻيءَ صورت ۾ جنگ لاءِ تيار ٿي وڃ." (60)

آخر ميان يارمحمد پنهنجي ننڍي ڀاءُ مير محمد کي بروهي حاڪم ڏانهن روانو ڪيو، تہ بروهي حاڪم جواب ڏنو، تہ:

"گنجابہ منهنجي حوالي ڪريو تہ مان توهان جي اولاد ۽ قبيلي کي وجهڻ جي اجازت ڏيان، ۽ قول ۽ قسم جي بنياد تي نئين طرح سان صلح ڪريان، انهيءَ کان پوءِ اوهان کي ڪوبہ نقصان نہ رسندو. جيڪڏهن گنجابہ نٿا ڏيڻ چاهيو، تہ پوءِ صلح ۽ امن جي ڪابہ ضرورت ڪانهي. اٿو هتان هليا وڃو. توهان جي قبيلن متعلق جيڪي منهنجي دل ۾ ايندو، اهو ئي ڪندس." (61)

مير سمندر خان بروهيءَ وڌيڪ چيو، تہ:

"منهنجا ماڻهو چون ٿا تہ اڳ ڪي قدر مال وغيره ڏيندا هئا، هاڻي تہ اهو سلسلو بہ ختم ڪري ڇڏيو اٿن ۽ ڪجهہ بہ نٿا ڏين! گويا پنهنجي انجام کان ڦري ويا آهن." (62)

" اڳ ڪي قدر مال وغيره ڏيندا هئا" جي لفظن مان مراد اها آهي تہ ميان يار محمد ڪلهوڙو ، قلات ۾ قيام دوران بروهي حاڪم کي هر سال چاليهہ هزار روپيا ساليانو خراج ڏيندو هو، جيڪو پوءِ ميان صاحب بند ڪري ڇڏيو. (63) مير محمد خان، بروهي حاڪم جي جواب جو جواب ڏيندي، چئي ٿو تہ:

"جو ڪجهہ پاڻ ۾ طئي ٿي چڪو آهي، ان ۾ اڃا
تائين ڪوبہ فرق نہ آيو آهي. جيڪڏهن ڪجهہ ٿيو بہ آهي
تہ اڳتي ايئن نہ ٿيندو." (64)

مير محمد خان جي هن جواب جا هي لفظ، "ڪجهہ ٿيو بہ آهي تہ اڳتي ايئن نہ ٿيندو" وڏي اهميت جا حامل آهن، جنهن مان سموري ڳالهہ آشڪار ٿئي ٿي تہ ميان يارمحمد، بروهي حاڪم کي معاهدي تحت چاليهہ هزار ساليانو خراج ۽ ڪڇي _ گنداواهہ جا علائقا ڏنا هئا، جنهن تحت ڪلهوڙو حاڪم بہ ٿي سال باقاعدگيءَ سان چاليهہ هزار ڏيندو رهيو هو، پر پوءِ اهو بہ ڏيڻ بند ڪيائين، يعني ميان صاحب معاهدي جي طئي شده ڳالهين کان ڦري ويو هو. انهيءَ ڪري بعد ۾ ٻنهي حاڪمن جي وچ ۾ سياسي ويڇا وڌيا. ان طرح صرف بروهي حاڪم کي مورد الزام ٺهرائڻ صحيح نہ آهي. انهن ويڇن وڌڻ ۾ ٻنهي ڌرين طرفان مفادن جو ٽڪرائو وڌڻ اصل محرڪ آهي.

بلوچستان جي تقريبا سمورن مؤرخن ميان يار محمد جي قلات وڃڻ دوران سندس فوجن پاران بروهي حاڪم مير محراب خان مارجي ويو. ملتان جي وائسراءِ پاران بروهي حاڪم جي خون جي عيوضي ۾ ڪلهوڙن کان "ڪراچي" جو علائقو ڪسي، بروهي حاڪم مير سمندر خان کي ڏنو. قلات جو پهريون تاريخي تذڪرو، آخوند محمد صديق سن 1276هہ / 1860ع ۾ "اخبار الابرار" نالي سان تيار ڪيو. ان وقت ميان يار محمد ۽ محراب خان جي جهڙپن کي هڪ سوءُ سٺ سال گذري چڪا هئا. آخوند محمد صديق هن واقعي متعلق رقمطراز آهي، تہ:

"بہ ٽي ڏينهن مير محراب خان زندهہ رهيو. آخوند
محمد صالح وزير کي طلب ڪري وصيت ڪيائين تہ احمد
خان ۽ عبدالله خان منهنجا پٽ آهن، پر حڪومت انهن کي
نہ ڏني وڃي. مير قمبر منهنجو وڏو ڀاءُ هو، مير سمندر ان
جو وڏو پٽ آهي، حڪومت ان جي حوالي ڪئي وڃي. خان
جي حڪم تي عمل ڪيو ويو. چغتہ بادشاهہ ڪورو ۽
ڪالاچي (ڪراچي) جا علائقا ميان ڪلهوڙن کان وٺي مير
محراب خان جي خون بها طور احمد زئين کي ڏنا." (65)

آخوند محمد صديق جي ان بيان کان پوءِ بلوچستان جي سمورن

مؤرخن (66) حوالي طور استعمال ڪيو آهي. آخوند جي ان بيان ۾ ڪيتري سچائي ۽ حقيقت آهي، ان جو تاريخي ۽ تحقيقي جائزو وٺڻ ضروري آهي. سيٺ نائونمل تحرير ڪري ٿو ته:

> ”هڪ پاڻيءَ جو چشمو هو جنهن کي ڪلاچيءَ جو ڪن سڏيندا هئا. ڪن جي معنيٰ آهي، اونهي پاڻيءَ واري هڪ ڪڏ ۽ ڪلاچي هڪ مير بحر جونالو پڻ هو. ڪڏ جي چوڌاري تمر جا وڻ هئا. آخر جاءِ پسند ڪري، اتي گهر نهرايا ويا ۽ کڙڪ بندر مان سڀ متحرڪ سامان منتقل ڪيو ويو، پوءِ سڀ ڪلاچيءَ جي ڳوٺ، جو ان وقت ڪراچي سڏبو هو، اتي اچي ويناسين ........ سنبت 1785 (1729ع) ڌاري کڙڪ بندر جا ماڻهو لڏي اچي ڪراچيءَ ۾ وينا.“ (67)

حاصل مطلب ته ڪراچيءَ جو بنياد 1729ع ڌاري پيو. ڪلاچي اصل ۾ هڪ مهاڻي عورت هئي، جيڪا پنهنجي راڄوڻدي هئڻ سبب اهميت رکندڙ هئي، جنهن جي نالي ۾ هي شهر وجود ۾ آيو ۽ نيٺ ڪراچي ۾ بدلجي ويو. (68) بروهي حاڪم مير محراب خان بروهي 1698ع (69) ۾ قتل ٿي ويو ۽ ان جي قتل کان ٻٽيهه سال پوءِ ڪراچي شهر جو بنياد پيو. ان طرح ميان يار محمد ڪلهوڙي، ڪراچي بندرگاهه ڪهڙي حساب سان بروهي حاڪم جي قتل جي عيوضي ۾ ڏنو. سنڌ جو نامور مؤرخ ۽ محقق ڊاڪٽر غلام محمد لاکو ان اهم علمي ۽ تاريخي نقطي متعلق لکي ٿو ته:

> ”مغل دور ۾ ڪراچيءَ وارو سمورو علائقو ٺٽي صوبي ۾ شامل هو ........ محراب خان 1111هه/1700ع (70) ۾ مارجي ويو. نائونمل جي لکت موجب هيءَ بستي (ڪراچي) 1142هه/1729ع ۾ وجود ۾ اچي چڪي هئي، تڏهن به بحث هيٺ دور ۾ ان تي اجا مغلن جو قبضو هو. ڪلهوڙن کي 1150هه/ 1736ع ۾ ٺٽو صوبو آخري مغل نواب صادق علي خان جي هٿان مليو، ان بعد وڃي سڄيءَ سنڌ تي پهريون پيرو ڪلهوڙن جي حڪمراني قائم ٿي. هن صورتحال ۾ ”ڪراچي“ ڪيئن ڪلهوڙن کان وٺي خان قلات کي ڏني وئي، سا ڳالهه پڌري پيئي آهي...... نه ان دؤر ۾ ڪراچي ڪلهوڙن جي عمل دخل ۾ هئي، ۽ نه وري ڪلهوڙن کان

ڪسي خون بها طور بروهين کي ڏني ويئي هئي .“ (71).

هن متئين بيان مان صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ بلوچستان جي مؤرخن جي اها ڳالهہ تہ شهزادي معزالدين طرفان بروهي حاڪم مير محراب خان بروهي جي خون بها طور ميان يارمحمد کان ڪراچي وٺي ڏيڻ وارا بيان بي بنياد ۽ غلط آهن. ميان يارمحمد ڪلهوڙي، قلات مان پار وڃي اچڻ لاءِ وسيلا اختيار ڪيا، پر ڪجهہ نہ وريو. آخر هڪ اهم واقعو نمودار ٿيو، جنهن جي وجهہ کان ميان صاحب جا پار ۽ ماڻهو قلات مان سنڌ پهتا. اهو واقعو هي هيو تہ لڪن جي علائقي ۾ شاهہ محمد پٽ غازي خان باهہ ڀاري ڏني هئي. شهزادو خود شاهہ محمد جي خاتمي لاءِ اڳتي وڌيو، پر ڪيس ڪاميابي نہ ٿي. مير شهداد خان ٽالپر هن معاملي ۾ سرگرمي ڏيکاري ۽ شاهہ محمد جو خاتمو ڪيو. هن واقعي هڪ طرف مير شهداد کي پٽ ڀاران ۾ جاگير ڏياري (72)، ۽ ٻئي طرف شاهي طرف کان خود يارمحمد مان بہ مطمئن ٿي ويو. مٿس پڻ انعامن جي بارش ٿي. هنن واقعن کان پوءِ معزالدين جي دخل ڏيڻ تي ميان يارمحمد جو اولاد ۽ گهروارا آزاد ڪيا ويا ۽ اهي خير خوبيءَ سان سنڌ ۾ موٽي آيا. (73)

مير علي شير قانع ان واقعي کي شهزادي ڀاران سنڌ تي ٻئي حملي (پهريون حملو 1697ع ۾ ڪيائين، جڏهن ميان دين محمد کي گرفتار ڪري ملتان وٺي) کان پوءِ ”ٿوري وقت کان پوءِ“ جا لفظ چئي ڄاڻايو آهي(74). جڏهن تہ غلام رسول مهر ان واقعي کي جهوڪ واري مسئلي يعني 1718ع جي شروعات جو قرار ڏنو آهي (75)، پر اڳتي هلي ان واقعي کي ميان يار محمد ي سبيءَ ۽ گنجابو علائقا ملڻ بعد جو قرار ڏئي ٿو. (76) در اصل اهو واقعو 1117هہ / 1705ع جو آهي ۽ انهيءَ سال شهزادي، غازي خان جي پٽ شاهہ محمد کي آخري شڪست ڏني. شهزادي طرفان ان معرڪي ۾ ڪاميابي ماڻڻ بعد اورنگزيب عالمگير ڪيس 12 ربيع الاول 1117هہ / جون 1705ع تي انعام طور اعزازي لباس، هڪ هاٿي، هڪ گهوڙو ۽ ٻيا تحفا عنايت ڪيا. (77)

تقريبن ٻہ سال ميان يار محمد ڪلهوڙي سڪون جا گذاريا تہ مرڪز ۾ حڪومتي تبديلي آئي. اورنگزيب 28 ذوالقعد 1118هہ / 3 مارچ 1707ع تي گذاري ويو. هن جي عمر قمري حساب سان اڪانوي سال، سترنهن مهينا هئي ۽ پنجاهہ سال، ٻہ مهينا، ستاويهہ ڏينهن حڪومت ڪيائين. (78) هن جي وفات سان ئي سنڌس پٽن ۾ حڪومت حاصل ڪرڻ لاءِ خونريز جنگين جوسلسلو شروع ٿي ويو. ائين وڏي ويڙهاند بعد سنڌس وڏو پٽ محمد معظم شاهہ عالم

بهادر شاهہ پهريون 30 محرم الحرام 1119هہ/ 3 مئي 1707ع (79) تي تخت نشين ٿيو. هن جي دور ۾ ڪوبہ چڱو ڪم نہ ٿيو. بلڪ ملڪ ۾ ڪيترائي سياسي مسئلا پيدا ٿيا. مغل سلطنت هن جي دور کان وٺي زوال طرف ملڪ لاءِ خطري جا نشان بنيا. هندوستان ۾ هن کي "شہ بي خبر" يعني امور سلطنت ۾ ڪابہ دلچسپي نہ وٺندڙ سڏيو ويندو هو. 21 محرم 1124هہ/ 27 فيبروري 1712ع تي وفات ڪيائين. هن جي عمر ستر سال، ڇهہ مهينا هئي ۽ سندس دؤر حڪومت پنج سال، هڪ مهينو، ياويهہ ڏينهن هئي. (80) مرڪز جي اهڙي سياسي گهوٽالي ۾ بہ ميان يار محمد جي حڪومت سياسي توڙي فوجي حوالي سان مضبوط رهي. (81) پر ٺٽي صوبي ۾ ڪجهہ شر پسند ٽولا ڦرلٽ ۾ مصروف عمل هئا.

ٺٽي جي گورنر سعيد خان 1119هہ/ 8- 1707ع - 1121هہ/ 10- 1709ع) جي دؤر (82) ۾ نومڙين (نهمردي) فساد برپا ڪيو. (83) نومڙين جو قبيلو سيوهڻ، ڪوٽڙي ۽ محال ڪوهستان تعلقن جي جابلو پٽي ۾ رهندو هيو. ان جو مطلب تہ اهي اوٿل، ساوهہ، عزيزاڻي، رني ڪوٽ، ٿاڻي، جهانگارا، ڪائي ۽ نار ۾ رهندا هئا. هي ڳوٺ سيوهڻ کان ترتيب وار 38، 30، 26، 20، 14، 10 ۽ 14 ميلن تي هوندا هئا. نومڙيا، سيوهڻ ۽ جوهي تعلقن جي اولهہ ۾ ڪاڇي طرف يلغارون ڪندا هئا. نومڙيا اصل ۾ سميجن جو هڪ پاڙو آهي، پر اهي هاٿي پاڻ کي بروچ سڏائين ٿا. نومڙيا سميجن سان گڏجي لڪي ۽ سيوهڻ جي وچ ۾ پڳي نوڙهي جي آس پاس ڦرون ڪندا هئا. هي قبيلا سن جي پرڳڻي ۾ لڪي، آمري ۽ ٿهٽي کي ڦريندا هئا. (84) ٺٽي جي گورنر عطر خان المعروف سعيد خان، ڪمزور هجڻ ناتي، ميان يارمحمد کي بار بار مدد ڪرڻ جي اپيل ڪئي هئي. آخر 1119هہ/ 1708ع ۾ ميان صاحب وڏي فوج سان گڏ نومڙين کي نہ صرف شڪست ڏني پر ڪين هب ۽ پب جبلن کان بہ پڇائي ڪڍيائين. (85) بختيار خان ثانيءَ جي پاڻٽين ۽ بين هر هڪ دولت خان ولد محبت خان ولد بارو خان، سبزل خان ولد بارو خان (86) پنجو خان، رحيم خان پڙانگ ۽ دولت خان پڙانگ (پناڻ) جن 14 ذو الحج 1119هہ/ 28 فيبروري 1708ع تي قنڌار ۽ نومڙين جي فتني جو فائدو وٺي سبيءَ تي قبضو ڪيو. (87) آخر سٽنيهن ڏينهن کان پوءِ ميان يارمحمد ڪلهوڙي جي فوجن 21 محرم 1120هہ/ 1 اپريل 1708ع تي ڀادر ۽ سبيءَ جا قلعا وڏي خون ۽ خرابي کان پوءِ واپس ڪيا. (88) ميان يارمحمد سبيءَ کي ٻيهر حاصل ڪري ملڪي انتظامن ۽

معاشي سدارن ڏانهن توجهہ ڏنو. تہ ان دوران دائودپوٽا، جن کي مغل حاڪمر هند، شڪارپور جو علائقو تفويض ڪري ڏنو هو، تنهن پنهنجي طاقت کي شاهي پنيرائي جي آڙ ۾ غلط استعمال ڪيو ۽ مختلف ماڻهن جي زمينن تي قبضو ڪيو، ۽ ميان جي ملڪ ۾ درانگيزي ڪرڻ شروع ڪيائين. آخر ميان صاحب هڪ وڏي فوج موڪلي، امير مبارڪ خان دائودپوٽي سان مهاڏو اٽڪايو. مڪمل هڪ هفتي تائين وڏي ويڙهہ هلي ۽ ٻنهي ڌرين جا ڪيترائي سؤ ماڻهو ڪسجي ويا، پر اوچتو ميان يارمحمد کي شاهي حڪمر پهتو تہ فوج ملتان روانو ڪري. ان لاءِ ميان صاحب تڪڙو نظريہءِ ضرورت تحت دائودپوٽن سان صلح ڪري، مسئلي کي ٿڌو ڪري ڇڏيائين. (89) ميان صاحب جو دائودپوٽن سان ويڙهہ ۽ فوجن کي ملتان رواني ڪرڻ کان پوءِ شڪارپور، تعلقي ڳڙهي ياسين جي ٽپي نوشهرو ابڙو (90) جي هڪ افغان زميندار رحيمداد افغان، سبيءَ جي پٽي ۽ ٻين پناڻ قبيلن جي سربراهن جي مدد سان سبيءَ ۽ ڍاڍر تي قبضو ڪيو. ميان صاحب اهو ٻڌي پنهنجي پٽ دائود خان کي وڏي ڪٽڪ سان روانو ڪيو، جنهن رحيمداد افغان کي شڪست ڏيئي ڀڄايو. ميان يارمحمد ان معرڪي ۾ ڪاميابيءَ تي دائود خان کي هڪ ٻلو گھوڙو، خاص تلوار، جڙدار خنجر انعام طور عنايت ڪيائين. سيد عبدالجليل بلگرامي (91) رحيمداد خان افغان جي هار ۽ دائود خان جي جيت جي واقعي جي تاريخ هن سٽ مان ڪڍي آهي.

”ز دائود شد فتح سيوي وداذر (1125هہ / 1713ع).“

مطلب: تہ دائود خان سبي ۽ ڍاڍر فتح ڪيو. (92)

ميان يار محمد ڪلهوڙي جي دؤر جا آخري نوَ سال اَمن ۽ سڪون سان گذريا. سندس حڪمراني جي آخر ۾ جهوڪ وارئي مسئلي ڪرُ کنيو، جيڪو سنڌي ادب ۽ تاريخ ۾ نمايان هجڻ سان گڏ اهمر تڪراري موضوع رهيو آهي. (93) هن موضوع تي چند غير سنجيده ليڪن غير تحقيقي انداز ۾ ميان يار محمد ڪلهوڙي کي جوابدار ٺهرائي، شاهہ عنايت شهيد جو قاتل قرار ڏنو آهي (94). پر اصل ۾ ميانَ صاحب جو ان ۾ ڪو بہ هٿ نہ هو، ۽ نہ ئي شاهہ عنايت سان ڪو سياسي يا خانداني وير هوس. شاهہ عنايت، جڏهن ٻنوري پرڳڻي ۾ غازيان جي ڪناري ”جهوڪ“ ۾ سڪونت پذير ٿيو، تہ سندس شهرت هر طرف ڦهلجي ويئي. (95) ان دور ۾ ٺٽي جو گورنر لطف علي (1125هہ /

1713ع - 1127هه / 1716ع) هو. بلڙيءَ جا سيد، جيڪي پڻ پيري ۽ مريدي جو سلسلو هلائيندڙ هئا، تن شاهه عنايت جي وڌندڙ شهرت کي ڏسي سندس ذاتي دشمن بنجي ويا. شاهه عنايت شاهي حڪم تحت مريدن کي زمينون ونرائي ڏنيون ۽ انهن مٿان ڍل به معاف ڪرائي. (96) اهڙيءَ طرح سندس ۽ مريدن جو اثر ڏينهون ڏينهن وڌندو ويو. ان منظر کي ڏسي علائقي جي زميندارن جا هاري پڻ پنهنجن زميندارن کي الوداع چئي شاهه عنايت جي حلقي ۾ شامل ٿيا. (97) ان مسئلي تر جي زميندارن کي ڪاوڙايو ۽ بلڙي سيدن جو هم رڪاب بڻايو. بلڙي وارن سيدن ۽ زميندارن، ٺٽي جي گورنر لطف عليءَ جا ڪن ڀريا. جنهن کين شاهه عنايت جي خلاف قدم کڻڻ جي اجازت ڏيئي ڇڏي. (98)، جن وڏي لشڪر سان شاهه عنايت جي درگاهه تي حملو ڪيو، جنهن ۾ سندس ڪيترائي مريد شهيد ٿي ويا ۽ ڪيترائي زخمي ٿيا. مريدن دادرسي لاءِ پڪاريو، شاهه عنايت انصاف جي تقاضا موجب قاتلن جي زمينن تي قبضو ڪري ”جيڪو کيڙي سو کائي“ جو مشهور نعرو بلند ڪيو. (99) ان تحت معاشي طور هزارين بد حال خاندانن جا فرد ۽ هزارين ابوجهڙ ۽ مظلوم ماڻهو سندس ڀانهن ڀيلي بڻيا. 1128هه / 1716ع ۾ لطف عليءَ جي قتل کان پوءِ نواب اعظم خان ٺٽي جو نواب مقرر ٿي آيو. (100) بلڙيءَ جي سيدن ۽ تر جي زميندارن جيڪي اڳيئي شاهه عنايت جا دشمن بڻيا بيٺا هئا، تن نئين نواب کي پڙڪايو، تنهن شاهي حڪم تحت مليل زمينن تي معاف ٿيل ڍل جي اوڳاڙي شروع ڪئي، ۽ قبضو ڪيل زمينن کي واپس ڪرڻ لاءِ حڪمت عملي جوڙي. ان قدم شاهه عنايت ۽ سندس مريدن کي ڪاوڙائي وڌو. ان صورتحال جو فائدو وٺي، نواب اعظم خان مرڪز کي غلط اطلاع ڏنو ته شاهه عنايت ۽ سندس فقير حڪومت جا دعويدار بڻجي رهيا آهن ۽ خليفته الله جو حڪم ٺٽا مڃين (101). مرڪز طرفان حڪم پهتو ته شاهه عنايت جي ان سرڪشي کي فوجي طاقت جي زور تي ڪچليو وڃي. نواب اعظم، سموري سنڌ جي مختلف حصن تي مغل حڪمرانن پاران مقرر ڪيل نگرانن کي فوج سميت جهوڪ پهچڻ جا حڪم جاري ڪيا. (102) ميان يار محمد ڪلهوڙو جيئن ته مغل حڪومت جو هڪ خاص ۽ اهم منصبدار هيو ۽ جڏهن ڪيس سبيءَ ۽ ڪڇي جا علائقا ڏنا ويا ته هو ان ٿيل معاهدي جي هڪ شق:

”جڏهن بادشاهه کي ضرورت پوي ته هو پنهنجي فوج وٺي ملتان ۽ ٺٽي جي نوابن سان گڏ خدمت لاءِ تيار رهڻ

گهرجي."

جو پابند بڻيل هو (103). ان طرح گڏيل فوج شاهه عنايت تي 18 ذوالقعد 1129هه / 13 آڪٽوبر 1717ع ۾ حملو ڪيو ۽ ڪيس 15 صفر 1130هه /7 جنوري 1718ع، تي قتل ڪيو ويو. (104)

سنڌي زبان ۾ هڪ شعر لاءِ چيو وڃي ٿو ته اهو شاهه عنايت، ميان صاحب کي بد دعا ڏيندي چيو هو:

ڪاهي ڪلهوڙو آيو، ڪري منڌي صلاح
اچي اڙيو انهن سان، جنين وٽ الله
ڪلهوڙي جي باهه، وسائي ورهين ڪي.

يعني: ڪلهوڙو مدائي جي نيت رکي آيو آهي، ۽ انهن سان اچي اڙيو آهي، جن وٽ الله آهي. ڪلهوڙي جي باهه ورهين لاءِ وسامي ويئي. (105) غلام رسول مهر، هن مشڪوڪ شعر جي صحت تي بي لاگ عالمانه تبصرو ڪيو آهي ۽ ان کي جعلي قرار ڏنو آهي. ان سان گڏ ان دؤر جي سياسي ۽ تاريخي حالتن جو تحقيقي انداز ۾ باريڪبينيءَ سان عالمانه تجزيو ڪري، ميان صاحب کي مڪمل طرح بي ڏوهي ثابت ڪيو آهي. (107)

ميان يارمحمد ڪلهوڙي ارڙنهن سال (جنوري 1702ع کان سيپٽمبر 1719ع تائين) حڪومت ڪري 11 ذوالقعد 1131هه /14 سيپٽمبر 1719ع تي وفات ڪئي. (108)

## حوالا، حاشيا ۽ واڌارا

(1) Humaira Faiz Dasti, "Multan - A Province of the Mughal Empire (1525 - 1751)," Karachi, Royal Book Company, 1998, Pp.157. 177.
(2) Ibid Pp.169. 170. 171
(3) Ibid. Pp. 171. 177.
(4) خان بهادر خداداد خان "لب تاريخ سنڌ"، سنڌي ترجمو: حافظ خيرمحمد اوحدي، حيدرآباد، سنڌي أدبي بورڊ، 1989ع، ص 90.

اعجاز الحق قدوسي "تاريخ سنڌ" جلد پيو، (اردو)، لاهور مرڪزي اردو بورڊ، ڇاپو-ٽيون 1985ع، ص. 182.

غلام محمد لاکو"ارڙهين صديءَ ۾ سنڌ جي سماجي - سياسي حالتن ۽ ادارن

جو مطالعو". سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو ۾ پي .ايچ ڊي. لاءِ پيش ڪيل ٿيسز. شعبو جنرل هسٽري، 1998ع، ص.63.

(5) سنڌ جي مؤرخن ۽ محققن کي سبيءَ جي پٽي حاڪمن متعلق تمام گهٽ معلومات آهي، ان ڪري گهڻين غلط فهمين جو شڪار ٿيا آهن. اهڙن مؤرخن ۾ ان موضوع تي هينيان شامل آهن:

i. رحيمداد خان مولائي شيدائي "جنت السنڌ"، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ ڇاپو پيو 1985ع، ص. 445.

ii. مير علي شير قانع "تحفته الڪرام" سنڌي ترجمو، مخدوم امير احمد، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ ڇاپو پيو 1976ع، ص. 63 2، 260، 262.

iii. مير علي شير قانع "مڪلي نامو" تصحيح ۽ حاشيا: پير حسام الدين راشدي، ڄامشورو، سنڌي ادبي بورڊ، ڇاپو پيو 1994ع، ص. 419، 420، 491.

iv. ڊاڪٽر فرانس برنيئر "برنيئر ڪا سفرنامہ هند" اردو ترجمو: خليفو محمد حسين، لاهور، تخليقات، 2000ع، ص. 533، 532، 531، 139.

v. جي، پي ٽيٽ، "سلطنت افغانستان" اردو ترجمو: ارشد عزيز خان، ڪوئيٽا، مسٽر ريپرنٽس 1990ع، ص. 82، 81، 80.

vi. مرزا قليچ بيگ " قديم سنڌ - ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو"، حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، ڇاپو ٽيون 1990ع، ص. 352، 302، 301، 297، 288.

vii. غلام رسول مهر "تاريخ ڪلهوڙا" حصو پهريون، (اردو)، ڪراچي. سنڌي ادبي بورڊ، 1958ع، ص. 171 کان 238 تائين مختلف صفحا.

سبيءَ جي پٽي حاڪمن جي حڪمراني ۽ سندن دور متعلق وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو:

Abdul Aziz Luni, "Afghans of the Frontier Passes" Vol.1 Quetta, New Quetta Bookstall, 1992. Pp. 148 To 205.

(6) شڪارپور، ان دور ۾ سبي جي پٽي حاڪمن جي جاگرافيائي حدن ۾ هجڻ سان گڏ سندن حڪومت جي ٽين راڄڌاني بہ هو. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو

A.Aziz. Luni. Op. Cit. P. 182.

(7) جيڪي مؤرخ، دائودپوٽن کي 1702ع کان اڳ شڪارپور جا حاڪم تصور ڪن ٿا، انهن ۾ هينيان شامل آهن:

i. پروفيسر غلام احمد بدوي " شڪارپور جي تاريخ جو جائزو" (مقالو) " شڪارپور (ماضي ۽ حال)" مرتب: ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، شڪارپور، پبليڪيشن ڪاميٽي، 1984، ص. 34 ڪان 35 تائين.

ii. ڊاڪٽر عبدالخالق "راز" سومرو " شڪارپور جو تاريخي پس منظر" (مقالو) شڪارپور صدين کان مرتب: ڊاڪٽر عبدالخالق "راز" سومرو، شڪارپور، شڪارپور ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽي، 1988ع، ص 20 کان 49 تائين.

iii. پروفيسر لطف الله بدوي، "شڪارپور دائود پوٽن جي تسلط هيٺ"، (مقالو)، "شڪارپور سونهن جو شهر"، مرتب: خليل موريائي، شڪارپور، شڪارپور ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽي، 1996ع، ص. 59 کان 75 تائين.

(8) غلام محمد لاکو حوالو ڏنل آهي، ص. 66.

(9) مير علي شير قانع "تحفته الکرام" حوالو ڏنل آهي، ص. 260.

(10) مير محمد اڪرم جي 1681ع ۾ مدي پورو ٿيڻ بعد بکر تي نواب مقرر ٿيڻ بند ٿي ويا. جڏهن ميان دين محمد جي هٿان امير شيخ جهان مارجي ويو، مرزا خان ۽ قنبر بروهي بيوس بڻجي چپ ٿي ويا، تہ حاڪم هند سنڌ تي سياسي ۽ فوجي دسترس رکڻ لاءِ الله يار خان کي تقريبا 1695 ۽ 1696ع جي وچ ڏاري بکر جو نواب مقرر ڪيو. اندازن هي ٽي - چار مهينا بکر جو نواب رهيو.

(11) ميرعلي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص. 260.

(12) ايضا، ص. 261، 260.

(13) Mir Ahmed Yar Khan Baluch, "Inside Baluchistan" Karachi, Royal Book Company, 1975, P. 76.

(14) C. F. Minchin, op. cit. p 27.

(15) مير گل خان نصير، حوالو ڏنل آهي، ص. 22.

برگيڊيئر عثمان، مير احمد خان ٽئين کان پوءِ سمندر خان کي بروهي حاڪم ڄاڻايو آهي، جيڪو غلط آهي، وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو:

بريگيڊ يئر ايس عثمان حسن، "بلوچستان رپورتاژ"، (اردو)، ڪوئيٽا، گوشئہ ادب، 1984ع، ص 33.

(16) A. Aziz. Luni, op. cit. pp. 195. 196.

(17) هن واقعي کي گهڻا مؤرخ نہ سمجهڻ ڪري غلط فهميءَ جو شڪار ٿيا آهن. انهن ۾ هي آهن.

(18) غلام رسول مهر، حوالو ڏنل آهي، ص. 197، 196.

(19) امير مبارڪ خان 1683ع ۽ 1685ع ڌاري پيدا ٿيو.

(20) غلام رسول مهر، حوالو ڏنل آهي، ص. 202.

(21) ايچ. جي راورٽي، حوالو ڏنل آهي، ص. 883.

(22) A. Aziz Luni. op. cit. p. 202.

(23) ايچ. جي راورٽي، حوالو ڏنل آهي، ص. 883.

A.Aziz. Luni. op.city press. 2002.

(24) هجري سن 1113هه جي شروعات 8 جون 1701ع کان ٿئي ٿي. يارمحمد ڪلهوڙو 1111هه / شروعات 29 جون 1699ع قلات ويو. 1113هه يعنيٰ 1701ع ۾ واپس وريو. اهڙي طرح پاڻ قلات ۾ ٻہ سال رهيو. واپس ورڻ کان پوءِ فتوحات جو سلسلو شروع ڪيائين. جنهن ۾ ٻہ ڪيس ست - اٺ مهينا لڳي ويا. شهزادو معزالدين 1702ع جي شروعات ۽ سياري جي عروج ۾ سندس ملتان حملو ڪرڻ لاءِ آيو.

(25) ڊاڪٽر لياقت مگسي "خدا آباد جي سياسي - سماجي ۽ معاشي حيثيت" سال 1997ع، ص 14.

(26) ايضا، ص 14.

(27) مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص. 263، 262.

(28) غلام محمد لاکو حوالو ڏنل آهي، ص. 68.

(29) ايضا، ص. 68.

(30) مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص. 263، 262.

(31) غلام رسول مهر، حوالو ڏنل آهي، ص. 212.

(32) راءِ بهادر هيتورام، حوالو ڏنل آهي، ص. 790 جي سامهون ڏنل شجرو.

(33) A. Aziz. Luni. op. cit. pp. 202, 203.

(34) ان دور ۾ ٺٽي تي حفظ الله خان (1103هه - 1112هه) گورنر هو. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو: خانبهادر خداداد خان، حوالو ڏنل آهي، ص. 122.

(35) غلام رسول مهر، حوالو ڏنل آهي، ص. 194، 193.

(36) ايچ. جي راورٽي، حوالو ڏنل آهي، ص. 884، 883.

(37) شيخ محمد اعظم ابن شيخ محمد صالح "جواهر دولت عباسيہ"، (قلمي فارسيٰ)، 1809ع، ص. 88، 75.

(38) آخوند محمد صديق، حوالو ڏنل آهي، ص. 34، 35.

(39) مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص. 263.

(40) راءِ بهادر هيتورام، حوالو ڏنل آهي، ص. 782. راءِ صاحب هي روايت ملا فاضل جي ڪتاب تان نقل ڪيو آهي.

(41) غلام رسول مهر، حوالو ڏنل آهي، ص. 213، 214، 204. هن تي روايتون نقل ڪيون آهن. جڏهن تہ آخوند محمد صديق جي روايت نقل نہ ڪئي آهي.

(42) غلام رسول مهر، حوالو ڏنل آهي، ص. 214، 213.

(43) سنڌ جي گهڻن مؤرخن بختيار خان ثانيءَ جي قتل جو جوابدار شهزادي معز الدين کي قرار ڏنو آهي.

(44) ايچ. جي راورٽي، حوالو ڏنل آهي، ص884.

(45) ايضا، ص 844.

(46) A. Aziz. Luni, op. cit. p. 195.
(47) H. Faiz. Dasti, op. cit. pp. 175.

(48) مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص 264.

(49) غلام رسول مهر، حوالو ڏنل آهي، ص. 215، 214.

(50) اعجاز الحق قدوسي، حوالو ڏنل آهي، ص. 408.

(51) مير علي شير قانع جي ان بيان کي هو بهو نقل ڪندڙ مؤرخن ۾ هيٺيان شامل آهن.

مرزا قليچ بيگ، حوالو ڏنل آهي، ص. 353.

مولائي شيدائي، حوالو ڏنل آهي، ص. 460.

غلام محمد لاکو، حوالو ڏنل آهي، ص. 69.

(52) خانبهادر خداداد خان، حوالو ڏنل آهي، ص 123.

(53) مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص. 264، 263.

(54) مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص. 263، 264.

(55) غلام رسول مهر، حوالو ڏنل آهي، ص. 215، 216، 217.

(56) غلام محمد لاکو، حوالو ڏنل آهي، ص. 69.

(57) اهي مؤرخ جن بروهي ۽ ڪلهوڙا حاڪمن جي چپقلش جو ذڪر ڪيو آهي، انهن ۾ هيٺيان شامل آهن.

مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ڪلهوڙا دؤر.

غلام رسول مهر، حوالو ڏنل آهي، مختلف صفحا.

غلام محمد لاکو، حوالو ڏنل آهي، مختلف صفحا.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، حوالو ڏنل آهي، مختلف صفحا.

ڊاڪٽر لياقت مگسي، حوالو ڏنل آهي، مختلف صفحا.

مولائي شيدائي، حوالو ڏنل آهي، مختلف صفحا.

(58) غلام رسول مهر، حوالو ڏنل آهي، ص 175، 176.

(59) آغا نصير احمد خان احمد زئي، حوالو ڏنل آهي، ص. 49، 50. آغا نصير، بروهي حاڪمن لاءِ "امير" لفظ ڪتب آندو آهي.

(60) غلام رسول مهر، حوالو ڏنل آهي، ص. 220، 221.

(61) ايضا، ص. 222.

(62) ايضا، ص. 229، 230.

(63) آخوند محمد صديق، حوالو ڏنل آهي، ص. 39.

(64) غلام رسول مهر، حوالو ڏنل آهي، ص. 230.

(65) آخوند محمد صديق، حوالو ڏنل آهي، ص. 37.

(66) آخوند محمد صديق جي ان بيان ڪيل واقعي کي بعد جا بلوچستان جا مؤرخ هوبهو حوالي طور استعمال ڪندا رهيا آهن انهن ۾ هيٺيان شامل آهن.

راءِ بهادر هيتورام، حوالو ڏنل آهي، ص. 204، 312.

مير گل خان نصير، حوالو ڏنل آهي، ص. 23.

ملڪ صالح محمد لهڙي، "بلوچستان" ڪوئيٽا، 1955ع، ص. 87.

محمد سعيد دهوار، حوالو ڏنل آهي، ص. 236.

آغا نصير خان احمد زئي، حوالو ڏنل آهي، ص. 53.

ڊاڪٽر شاهه محمد مري، "بلوچ قوم، عهد قديم سبي عصر حاضر تڪ" لاهور، تخليقات، 2000ع، ص. 123.

Mir. Ahmed. Yar. Khan, op. cit. p. 80.

(67) سيٺ نائونمل "يادگيريون" ص. 53، 54.

(68) غلام محمد لاکو "ڪراچي شهر جي اوائلي تاريخ" (مقالو)، حوالو ڏنل آهي، ص. 73.

(69) مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص. 262. مير قانع، ميان دين محمد جي شهادت جو سن 1111هه / 1700ع ڏنو آهي.

(70) غلام محمد لاکو "ڪراچي شهر جي اوائلي تاريخ" (مقالو)، ص. 75. لاکي صاحب پڻ مير قانع جي ڏنل سن کي حوالي طور استعمال ڪيو آهي.

(71) غلام محمد لاکو "ڪراچي شهر جي اوائلي تاريخ" (مقالو)، حوالو ڏنل آهي، ص. 75، 76

(72) مولائي شيدائي، حوالو ڏنل آهي، ص. 465، 464. حاشيو پهريون. هي گولڊ سمٿ جي حوالي سان لکي ٿو ته "پٽ باران" شهدادپور ۽ ڪوهيرا جي وچ وارو برساتي ميدان هو، جتي ٽالپرن پنهنجي ديرن لاءِ قلعا تعمير ڪرايا هئا، جن کي ديره جات سڏيندا آهن. مولائي شيدائي مير شهداد جي پوٽن جو شجرو پڻ ڏنو آهي.

(73) مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص. 264.

(74) مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص. 264.

(75) غلام رسول مهر، حوالو ڏنل آهي، ص. 313. باب متفرق واقعات ۽ وفات.

(76) ايضا، ص. 314.

(77) ايچ. جي راورٽي حوالو ڏنل آهي، ص. 866، 884. حوالو پهريون.

(78) Humaira. Faiz. Dasti, op. cit. p. 176.

(79) Humaira. Faiz. Dasti, op cit. p. 177.

(80) Humaira. Faiz. Dasti, op. cit. pp. 10. p. 179, 126, 129.

(81) غلام محمد لاکو، حوالو ڏنل آهي، ص. 71.

(82) غلام رسول مهر، حوالو ڏنل آهي، ص. 319. مهر صاحب سعيد نالي ٽئي جي ٽن گورنرن جو ذڪر ڪيو آهي، جن ۾ پهريون سعيد خان عرف خانزاد خان 1113هه ۾، ٻيو سعيد خان 1119هه ۾ ۽ ٽيون سعيد خان عرف عطر خان 1125هه ۾ گورنر ٿيا. نومڙين جي فتني کي ٽئين ۽

آخري سعيد خان جي دؤر جو قرار ڏئي ٿو. جڏهن تہ لاکو صاحب، نومڙين جي وڳوڙ کي بہ سعيد خان جي دؤر جو قرار ڏئي ٿو. مهر جي اها ڳالهہ غلط آهي تہ ٿيو سعيد خان جنهن جو لقب عطر خان ٻڌائي ٿو، اهو 1125هہ ۾ گورنر مقرر ٿيو. ڇو تہ 1125هہ ۾ دوران لطف علي خان گورنر مقرر ٿيو، جنهن جي دؤر ۾ شاهہ عنايت شهيد جو واقعو نمودار ٿيو.

(83) غلام رسول مهر، حوالو ڏنل آهي، ص. 317، 318.

(84) غلام رسول مهر، حوالو ڏنل آهي، ص. 317.

ايم. ايڇ. پنهور "مغل منصبدارن خلاف سنڌي عوام جي شاندار جدوجهد" (مقالو)، سنڌي ترجمو: غلام محمد لاکو حيدرآباد، س.ا.ب، ٽماهي مهراڻ، نمبر 3، جلد 39. 1990ع، ص. 120، 121.

(85) غلام رسول مهر، حوالو ڏنل آهي، ص. 318.

سيد محمد بلگرامي، ميان صاحب جي نومڙين تي فتح جي تاريخ "هي فتح خداداد 1117هہ" مان ڪڍي آهي. هي سن 1705ع ٿو بيهي. ان دؤر ۾ ٺٽي تي ڪوبہ سعيد خان يا عطر خان نالي گورنر مقرر نہ هو. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو: عبدالرسول قادري بلوچ، "ڪلهوڙا دؤر جي ڊائري" (مقالو)، حيدرآباد، س.ا.ب، ٽماهي مهراڻ، نمبر 4، جلد 36، 1987ع، ص. 117.

(86) بارو خان کي چار پٽ هئا. هر هڪ صادق خان، جنيد خان عرف ملڪ جيوڻ، خليل خان ۽ محبت خان وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو:

A. Aziz. Luni, op. cit. p. 133.

(87) مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص. 264.

(88) مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص. 264.

(89) مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص. 264.

(90) نوشهرو ابڙو ڳوٺ، ڳڙهي ياسين شهر کان ڏکڻ طرف ڇهہ ڪلو ميٽرن جي مفاصلي تي واقع آهي. هن ڳوٺ جو پهريون نالو "جلال خان ابڙي پنهنجي نالي تي قائم ڪيو. غلام شاهہ جي دؤر ۾ هي ڳوٺ پرڳڻو هو. برٽش دؤر ۾ 1843ع کان 1901ع تائين هي تعلقو تي رهيو. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو:

J. Pollen, "Memoirs of hereditary Jagirdars, Khattaidars, Pattadars and Hissadars in sin," 1888, p. 270.

(91) سيد عبدالجليل بلگرامي جو وطن بلگرام هندوستان هو. 1116هہ / 1704ع ۾ بکر ۽ سيوهڻ جو بخشي ۽ وقائع نويس تي آيو. هن عهدي

تي پاڻ 1130هه / 1717ع تائين رهيو. وڌيڪ ڏسو:

عارف نوشاهي، "بلگرام جي هڪ علمي گهراڻي جي سنڌ ۾ وقائع نگاري" (مقالو)، سنڌي ترجمو: محمد پنهل ڏهر، حيدرآباد، س.ا.ب، ٽماهي مهراڻ، نمبر 3-4، جلد 47، 1998ع، ص. 117، 118، 119.

(92) عارف نو شاهي، مقالو، حوالو ڏنل آهي، ص. 188.

(93) سنڌي ادب ۽ تاريخ کان علاوه ٻين زبانن جي لبرل ذهنيت وارن ليکڪن پڻ هن مسئلي کي اپاريو. ان لاءِ ڏسو:

سبط حسن، " نويد فکر" (اردو)، لاهور، مکتبه دانيال، پنجون ايڊيشن 1988ع، ص. 180 کان 219 تائين، باب چوٿون، "واديءَ سنڌ جو سوشلسٽ صوفي".

(94)غلام رسول مهر، حوالو ڏنل آهي، ص. 271.

(95) مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص. 250، 427.

(96) غلام رسول مهر، حوالو ڏنل آهي، ص. 279.

(97) مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص. 250.

(98) مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص. 250.

(99) مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص. 204.

(100) مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص. 249.

(101) مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص. 250.

(102) مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص. 428، 250.

(103) غلام محمد لاکو، حوالو ڏنل آهي، ص. 127.

(104) مير علي شير قانع، حوالو ڏنل آهي، ص. 428.

(105) غلام رسول مهر، حوالو ڏنل آهي، ص. 298.

(106) ايضا، ص. 296.

(107) ايضا، ص. 297، 296.

(108) ايضا، ص. 325، 324.

غلام رسول مهر، مير قانع جي ڏنل ڏينهن "سومر ۽ اڱاري" کي مد نظر رکي، "اڱاري" جي ڏينهن کي وڌيڪ ترجيح ڏيندي لکي ٿو تہ، 11 ذوالقعد جي تاريخ مطابق 14 سيپٽمبر، ڏينهن اڱاري جو بيهي ٿو. ان طرح اها تاريخ صحيح آهي.

# خداآباد جو قلعو

## مرحوم شجاع محمد سخيراڻي

ميان يار محمد کي جڏهن شاهي دربار مان 1701ع ۾ خدا يار خان جو خطاب مليو، تڏهن هن دادو کان ڏکڻ طرف 7 ميلن جي مفاصلي تي شڪارپور پهنورڪي وٽ هڪ نئون شهر خداآباد ٻڌايو ۽ اهو هنڌ حڪومت جو مرڪز ڪري ويهي رهيو. هن شهر کي ٽي ڪوٽ هن ريت آيل هئا.

1. پهريون اندريون ڪوٽ : هن ڪوٽ جي اندر حڪومت جو شاهي محل جنهن کي سهندي محل جي نالي سان سڏيو ويندو هو ۽ ٻيون سرڪاري عهديدارن جون جايون نهرايل هيون. هن ڪوٽ جي اندر جنگي سامان جهڙوڪ: بندوقون، توبون ۽ ٻيو بارود جي لاءِ خاص جاءِ جوڙايل هئي. ميان يار محمد جا ذاريل هاٿي به هن ڪوٽ جي اندر رهندا هئا. ميان نور محمد جي دور ۾ شاهي محل جي تمام گهڻي تعريف لکي اٿن، ته حڪومت جو محل ڏاڍي سهڻي نموني ۾ نزاڪتدار بنايل هو. سندس بلندي پري کان ڏسڻ ۾ ايندي هئي.

اڄ به اندرئين ڪوٽ جي اترئين ٻانهين سالم صورت ۾ آهي جا 2 اڍائي سو وال ڊگهي ٿيندي. جامع مسجد جي اتر ۾ وڏي در وٽان هن ڪوٽ جو ٽڪر بيٺل نظر اچي ٿو. وري ڏکڻ ۾ ڦڪن کان ايندڙ رستي سان لڳ ساڳي ڪوٽ جي ڏاکڻي ٻانهيءَ جو ڳپل حصو به موجود آهي. باقي طرفن وارو ڪوٽ زمين دوز ٿي ويو آهي هينئر جيڪو نئون شهر خداآباد جو ٺهيل آهي ان جي اتر ۾ جيڪا هن قلعي جي بيٺل ٻانهي آهي ان کي ماپيوسون ته ڪوٽ 15 فوٽ ڪن اتاهون ۽ 7 – 8 فوٽ ڪن ويڪرو آهي. هي ويڪر سندس پيڙهه جي ٻڌايل آهي.

2. ٻاهريون قلعو: جنهن جي پيتين جا نشان پڌرا پڌرا ڏسڻ ۾ اچي رهيا آهن. هي ڪوٽ ڳپل زمين والاري ٿو جو ساري شهر خداآباد کي اترئين ڪوٽ ۽ باغن کي ڦريل هو. هن قلعي جون پيتيون خداآباد شاخ ۽ دادو روڊ جي پل وٽ ظاهر آهن. ڪوٽ جو هڪ پاسو شاخ جي اتر کان هليو، جان بيبي جي مقبره وٽان لنگهي وڃي ڪريم داد پنهور جي گهر وٽ پهچي ٿو. اولهه طرف واري ٻانهي جا ڪريم داد جي گهر وٽان نڪري ٽي سان هاشم شاهه جي مقام جو اپرندو طرف وٺي شاخ اڪري جاني جروار جي اوير کان مگثيجن جو واٽر ڏيئي خداآباد وليج ۽ مهدي شاهه جي اپرندي کان هلي عطا محمد رانجهاڻي جي باغ وٽ اچي ڪري

تي. ڏکڻ ۾ ڏاکڻي ديوار جنهن جا ڪي ٽڪرا حاضر بہ آهن. دادو روڊ اڪري اچي ماهي پنڊ جي گهر آڏو دنگ رکن ٿا. باقي اڀرندي طرف واريون ديوارن ناپيد آهن، پر تڏهن بہ خداآباد شاخ جي پل وٽان بيهي ڏکڻ طرف نهاربو تہ اڀرندو ڪوٽ جو ڳپل حصو موجود ڪوٽ جي ان ٽڪر ۾ هڪ مورچو بہ جڙيل آهي جو اترين پاڻهين ڪان اٽڪل 190 ياردن جي وچوٽيءَ تي آهي. هن ڪوٽ ڪي چئني طرفن کان جنگي مورچا بہ نڪتل هئا. ڪوٽ جو پهريدار خطري وقت چئني طرفن کان سڌ سماع رکي سگهندا هئا. هن قلعي ۾ ڪاريزه رستو تيار ٿيل هو جو دشمن جي ڪاهہ وقت ڪوٽ مان سولائي سان نڪري سگهبو هو.

3. ٽيون ڪوٽ : جو ميان جي ماڙي کي ڏنل هوندو هو. اها ماڙي ميان يار محمد جي مقبري جي لڳ هئي. ميان جي ماڙي وارو کوهہ اڃ تائين بہ مشهور آهي. جو سنڌس نالي ساڻ پيو سڏجي، ميان يار محمد جي مٽي اڃ سوڏو بہ انهيءَ کوهہ مان پريندا رهن ٿا. انهيءَ ماڙي کي بہ چوڏاري هڪ ڪوٽ آيل هو. انهيءَ ڪوٽ جي اولهاندي پاسي جو ڪجهہ ٽڪر اڃان موجود آهي ان هنڌ جي زمين آسپاس وارن هنڌن کان گهڻو مٿيرو آهي ان هنڌ جا جيڪي اهڃاڻ ملن ٿا تنهن مان محسوس ٿو ڪجي تہ انهيءَ هنڌ جي برابر ٽيون ڪوٽ نڪتل هو، وڏي چمار وارا بہ ٻڌائن ٿا تہ اهو ڪوٽ ميان جي ماڙي لاءِ نڪتل هو انهن تنهي ڪوٽن جي ٻاهران ٻوڏن جي بچاءَ خاطر هڪ ذبردست بند هٽايل هو. جيڪو ڪيترن هنڌن تي اڃان تائين ظاهر ظهور نظر اچي رهيو آهي. خداآباد 1768 کان پوءِ ڦٽندو رهيو شهر جا پوءِ ڪيترائي ماڻهو لڏي وڃي حيدرآباد ۽ ٻين پاسن وارن هنڌن تي سڪون پزير ٿيا. شهر ۾ قلعن جي سنيال ڪانہ رهي آخرڪار دو آبي جي ٻوڏن هٽي هن قلعي جو ڳپل حصو زمين دوز ڪري ڇڏيو. طوفانن ۽ ميهن ۾ ويتر ويو ڍهندو ۽ پرندو هن ڪوٽ کي اٽڪل اڍاهي سو سال کن گذري ويو آهن تڏهن بہ سندس ڪيترا نشان هن وقت بہ ظاهر آهن.

خداآباد جي آسپاس وارا هنڌ هينئر گهڻو ڪري ويران ۽ مقام بڻجي ويا آهن. ڪوٽ نمبر ٻئي جي الهندي طرف کان اول هاشم شاهہ ۽ پوءِ شاخ جي ڏکڻ ۽ حاجن جروار تنهن کان پوءِ ڦکن واري رستي جي ڏکڻ ۾ مهدي شاهہ جا مقام موجود آهن. هن ڪوٽ جي وچ ۾ جتي شاهي بزار وارو شهر نڪتل هو. انهيءَ پرسان اتي هينئر طالب شاهہ جي تربت آهي. جامع مسجد جي اتر ۾ وري گل شاهہ جي تربت آهي. ڪلهوڙن جي حڪومت اهي هنڌ، شهر يا ڳوٺ هئا. جيڪي ڦٽي وڃڻ کان پوءِ انهن کي قبرستان بنايو ويو آهي.

(هي قلمي نسخو محمد عثمان ميمڻ دادو جي لائبريري مان ورتل آهي جيڪو 1950ع جو لکيل آهي ميمڻ صاحب جي ٿورن سان حاصل ٿيو).

# تاريخي جامع مسجد خداآباد

## ڊاڪٽر لياقت متسي

سنڌ جي تاريخ ۾ ڪلهوڙا دور حڪومت کي سونهري دور مڃيو ويو آهي. هن دور ۾ معاشي خوشحالي زرعي ترقي ۽ آبپاشي نظام ۾ جدت آئي، واه کوٽيا، بند ۽ ٻنڌا وغيره وجود ۾ آندا ويا. نوان شهر اڏيا ويا. قلعا ۽ ڪوٽ اڏايا ويا، ان کان سواءِ آبي ۽ زميني رستا ٺهرايا ويا. ان دور ۾ بهترين عمارتون ۽ مقبرا ٺهرايا ويا. بيان ڪيل ۽ ٻين انيڪ ڪارنامن کي داد ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي. اهڙين نالي وارين اڏاوتن مان تاريخي جامع مسجد خداآباد به هڪ آهي.

مشهور تاريخدان محترم غلام الرسول مهر پنهنجي ڪتاب تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دور ۾ خائف جي حوالي سان لکي ٿو ته هي مسجد ميان يار محمد ڪلهوڙي جوڙائي. جڏهن هي مسجد جوڙي وئي ته منجهس نقاشي جو ڪم نهايت عمدو ڪيو ويو. چٽسالي جي ڪم ۾ شنگلرف گهڻو استعمال ڪيو ويو. هن کي بيت المقدس ته نٿو چئي سگهجي. پر اتي هر وقت ذڪر ٿيندو رهي ٿو. نحو ۽ صرف جا استاد عربي جي تعليم ۽ تدريس ۾ مشغول آهن. صحيح بخاري پڙهائي وڃي ٿي. حافظ قرآن تلاوت ڪندا رهن ٿا ۽ ذاڪر تسبيح ۾ مشغول آهن.

انگريز مورخ ڪزنس جي بيان مطابق هي مسجد ميان يار محمد ڪلهوڙي ٺهرائي. ڪلهوڙا خاندان مان ميان يار محمد ڪلهوڙو پهريون پربور حاڪم هو، جنهن خداآباد ۾ شهر ٻڌي، پنهنجي حڪومت جو تخت گاهه بنايو. خداآباد پوءِ اڌ صدي کان وڌيڪ سنڌ جي گادي جو هنڌ رهيو. خداآباد وڏا لاها چاڙها ڏٺا هن جو نالو تاريخ هند، تاريخ سنڌ، تاريخ ايران ۽ تاريخ افغانستان ۾ ملي ٿو. ان وقت خداآباد، آبي ۽ زميني رستن وسيلي گهڻن ملڪن سان ڳنڍيل هئي. خائف وڌيڪ لکي ٿو ته هن شهر ۾ واه وهندا هئا باغ باغيچا هوندا هيا. جن ۾ هر قسم جا گل، ٻوٽا ۽ وڻڪار هوندي هئي. مور، ڪبوتر ۽ ٻيا پکي هر وقت ٻوليندا هيا. سير تفريح لاءِ ٻيڙيون هلنديون هيون هي شهر خائف موجب جنت نظير هو.

"هـــوا دا خـــوش و باغبـــان دلپذيـــر
خداآبـــاد شـــهر اســـت جنـــت نظيـــر"

دنيا جي انقلابن، سياسي اٿل پٿل، وقت ۽ حالتن جي تبديل ٿي وڃڻ ڪري، هي خوبصورت وسندي وارو شهر برباد ٿيندي ٿيندي تباهه ٿي ويو. هن وقت هن شهر ۾ ان تاريخي زماني جي ڪا به يادگار باقي نه بچي آهي سواءِ جامع

مسجد خداآباد جي. هن جي آس پاس قديم شهر جي آثارن جو باقي نشان ڪونہ رهيو آهي. شهر جي بربادي جا بيشمار سبب آهن. انهن ۾ خود ڪلهوڙا خاندان جي پاڻ ۾ اٽيٽت جو وڏو عمل دخل آهي. تخت گاهہ جي تبديل ٿيڻ ڪري بہ هن شهر جون رونڪون گهٽبيون رهيون. ڪجهہ قدرتي آفتون بہ آيون ۽ آخري بربادي ميرن جي چرچ تي ٿي. جنهن ڪري هي شهر بلڪل ويران ٿي ويو.

## تاريخي مسجد خداآباد

خداآبد جي مسجد ۽ ان جي اولهہ طرف ميان يار محمد جو مقبرو ان وقت جي هنرمندن ۽ ڪاريگرن جي هوشياري ۽ مهارت جو وڏو مثال آهن. مرحوم غلام الرسول مهر لکي ٿو تہ مسجد جي ٻاهرائين دروازي جي ٻنهين پاسن تي ڪاشي جو نهايت دل آويزان ڪم ڪيل آهي. چٽسالي جي ڪم ۾ تڪلف ۽ بناوٽ کان ڪم ورتو ويو آهي. ميان صاحب ان وقت مروجہ طريقو ترڪ ڪري نئون اڏاوتي نمونو اختيار ڪيو ۽ ڪاشي جي ڪم ۾ اصليت ۽ شان کي قائم رکيو.

ڪاشي جي هر هڪ سر تي ڪنول جو گل آهي ۽ مرڪزي ڏانڊي بہ نڪتل آهي، گل جا سليقي سان نڪتل پن پنهنجي پاسن ڏانهن ڦهلجي وڃن ٿا. غور سان ڏسبو تہ ان جي اندر ۾ بي شمار گل نظر ايندا. منجهن، سختي ۽ اڻنگائي جو ذرو بہ نشان نہ آهي. گلن طرف ڏسڻ سان نهايت دلڪش اثر پوي ٿو هي جامع مسجد تمام گهڻن سببن ڪري حفاظت لهڻي. مسجد جو بنياد 1701ع ۾ پيو ۽ ٽن سالن ۾ جڙي راس ٿي. مسجد جو نقشو يا بناوت يا بيهڪ جو سهرو دائود فقير ڪمير جي سر تي هو. جيڪو ميان صاحب وارن جي تعميري ڪمن جو نگران ۽ تعميري ڪم جهڙوڪ Tiles ۽ Bricks ۽ مٽي جا ٿانو وغيره ٺاهيندو ۽ پچائيندو هو. هڪ روايت موجب تہ ميان دائود فقير ڪنير پنهنجي سر رنگن جي ملاوٽ، ڪاشي جي سرن جي ڊزائين ۽ چيرولي ۽ شنگرف جي استعمال جو وڏو ڪاريگر هو. مرحوم بلاول خان پنڊ ٻڌايو تہ مسجد شريف ٻاهران هجري سن لکيل هوندو هو ۽ فارسي شعر لکيل هوندو هو.

"گفتگو بام لابت نيست رسم عاقلان
از برائي نرم گفتن شد زباني اسد خوان"

روايتون آهن تہ مسجد ۾ قراني آيتون ۽ فارسي جا شعر لکيل هوندا هئا. جيڪي هاڻي باقي نہ رهيا آهن سواءِ محراب جي مٿان اصلي صورت ۾ لکيل آهي.

افضل الذکر لاالہ الا الله محمد رسول الله

مسجد اصل ۾ ٽن 3 طبقن ، منزلن يا 3 ماڙ آهي. هڪ زميني تهہ خانو (Under ground) جنهن ۾ هيٺ وڃڻ لاءِ ڏاڪڻ ٺهيل آهي. جنهن کي سرڪار بند ڪرائي ڇڏيو آهي. ٻيو حصو مسجد شريف جو آهي جتي نماز ادا ڪئي وڃي ٿي. ٽيون مٿيون حصہ آهہ جيڪو گمبدن جي صورت کان البازار نموني چوطرف ڦري ٿو. ننديا ننڍا گمبند تمام گهڻا آهن پر وڏا گمبد 3 آهن. وچ وارو گمبد ٻين ٻن کان

ويڪرو ۽ وڏو آهي زمين کان مسجد شيف 7 فٽ اوچائي تي آهي تهہ خانون وري 14 فٽ هيٺ آهي. مٽي پڪين سرن، چيرولي (ڪي شنگرف لکن ٿا) ۽ ڪاشي جي سرن سان جڙيل آهي.

مسجد اندر گلڪاري ۽ رنگسازي ۽ چٽسازي (Freso Painting) ڏسڻ وٽان آهن. مسجد جي ايراضي 'X120 '185 آهي. هن جا ٻہ حصا آهن. هڪڙو '80 ڊگهو ۽ 21 فوٽ ويڪرو آهي ۽ ٻيو '80 فٽ ڊگهو ۽ 25 فٽ ويڪرو اوچائي 34 فٽ اٿس. ٻاهريون دروازي جي ماپ '5x17 '.31 آهي. گهمبدن سميت مسجد جون سڀ ديوارون تمام ويڪريون آهن گهمدن جي وچ ۾ اچڻ وڃڻ لاءِ بازارون ٺهيل آهن. جن ۾ چاري ڪليل آهي تہ جيئن ديوارن وچ ۾ روشني جو بندوسبت رهي. هنن ۾ ويڪرين ديوارن وچ ۾ اچڻ وڃڻ (بازارون) جي گنجائش تعمير ڪرڻ پنيان گهٽي حڪمت رکيل آهي. مسجد سياري ۾ گرم ۽ اونهاري ۾ سرد رهي ٿئي. مسجد جي ممبر تي بيهي خطبو پڙهبو تہ بنا لائوڊ اسپيڪر جي ان جو آواز تمام پري تائين پڌڻ ۾ ايندو، آواز ۾ پڙاڏو ٿئي ٿو. مسجد مسطتيل جي نموني جي آهي. هن ۾ خداوادي پڪي سر استعمال ٿيل آهي. ان ڪان سواءِ ڪاشي جي ننڍي ۾ ننڍي سر جيڪا نصب ٿيل آهي. ان جي سائز آهي 1 X انچ آهي مختلف سائيز جون ڪاشي جون، مختلف رنگن ۾ ڏنل آهن. مسجد جي فرش لاءِ جناب محمد ابراهيم پنهور ٻڌايو تہ اهو سائي رنگ جي ڪاشي جي سرن جو ٺهيل هو. ڪٿي ڪٿي اڄ بہ سائي رنگ جي ڪاشي واريون سرون فرش ۾ لڳل آهن آثار قديم وارن سيمنٽ سان فرش جي مرمت ڪئي آهي جنهن ڪري فرش تي پلستر نظر اچي ٿو. ۽ سردن ختم ٿيل آهن.

بناوت جي لحاظ کان مسجد شريف پن اهم سببن ڪري اهميت لهٽي هڪ تہ مختلف رنگن ۽ ڊزائن جون ڪاشي جون سرون (Tiles) مختلف حصن ۾ مختلف ڊيگهہ ويڪر ۽ تولهہ ۽ وزن وارويں استعمال ٿيل آهن، پٽين، پانيلن يا چونڪ جي وچ ۾ استعمال ٿيل ڊزائنيون خوبصورت آهن. جيڪي پائيداري لحاظ کان بہ بي مثال آهن. رنگ سازي ۾ وڏي مهارت ۽ خوبصورتي آهي. رنگ سازي ۾ بہ مختلف رنگن سان ڊزائينون اڪريل آهن. جن کي ڏسي انسان حيران ٿيو پوي.

انگريزن جڏهين سنڌ فتح ڪئي تہ انهن هن مسجد کي آثار قديم ايڪٽ هيٺ آئي محفوظ ڪيو. هن جي مرمت ڪرائي. در دريون نصب ڪرايا ٻاهرين ڏاڪڻ جوڙائي ۽ مسجد کي نقصان رسائيندڙن لاءِ سزا جو اعلان ڪيو. ميرن جي صاحبي ۾ شهر ويران ٿيو تہ مسجد ۾ ڪو بہ آزان ڏيڻ وارو ڪونہ رهيو هو. ميرن جي صاحبي ۾ مسجد ٻاهران ويراني ۽ ٻيلو ٿي ويو هو. جن ۾ خوفناڪ جهنگلي جانور رهندا هيا. پلجي ويل راهيگر ويل ۽ راهہ ڀٽڪيل ماڻهن کي بگهڙ چيري ڦاڙي کائي ويندا هيا. مسجد ۾ ايتري تباهي آئي جو مينهون ۽ ٻڪريون مهوڳي ۾ اندر اچي پناهہ وٺنديون هيون ۽ پيشاب ۽ گندگي ڪنديون هيون. اهو اهو زمانو هو تہ خداآباد ۾ ڪو بہ ماڻهون ڪونہ رهيو هو. ان ڪري مسجد ۾ نہ ڪير نہ نماز پڙهندو هو ۽ نہ ڪير آزان ڏيندو هو. انگريزن سنڌ کي بمبئي کان

الڳ ڪري 1937ع ۾ سنڌ کي صوبي جو درجو ڏنو ۽ 1937ع ۾ صوبائي چونڊيون ٿيون تہ پوءِ سنڌ وارن ۾ ساھ پيو. هن علائقي مان پير الاهي بخش ميمبر چونڊيو. 1941ع ۾ سنڌ جي ڪجھ علائقن ۾ وڏي ٻوڏ آئي. ٻي گهر ٿيلن لاءِ پير الاهي بخش جي تجويز تي خداآباد ۾ نئون ڳوٺ ٻڌايو ان ڪري ماڻهون لڏي هت آباد ٿيا.

پاڪستان آزاد ٿيڻ کان پوءِ مسجد جي جوڳي ڪاٻہ ڳٽپ جهڙي مرمت ڪانہ ٿي آهي 1994ع ۾ مسجد جو هڪ (اتر طرف وارو) گمبذ مرمت نہ هجڻ ڪري شهيد ٿي پيو آهي. جڏهين تہ ٻين گنبذن کي ڪرڻ کان بچائڻ لاءِ آٿا قديم ڪاٺي وارن پائيپ ڏئي ٽيڪو کي ٽيڪو ڏئي ويا آهن. جيئن ڪري نہ پوي.

ڪجھ وقت اڳ ۾ هن مسجد جون ڪاشي جون اصلي سروون سمگلنگ ڪندي لاهور ۾ پڪجي پيون هيون. خبر ملي تہ 2 فقير جن جا نالا جاني سنگھ ۽ ڪشنو فقير سيلاني، انگريزن جي دور ۾ اچي هن مسجد پرسان رهيا. انهن مسجد پرسان کوه کوٽرايو ۽ وڻ ٻوٽا لڳايا ۽ ٻيو بندوبست ڪيو. مسجد جي سيوا ڪندي هت زندگي گذاري ويا ۽ مسجد پرسان قبرستان ۾ کين دفن ڪيو ويو. مسجد ۾ هن وقت آثار قديمہ وارن طرفان هڪ چوڪيدار محمد عمر پنڌ مقرر ٿيل آهي. ڪو بہ پيش امام يا معظن سرڪاري مقرر ٿيل ڪو نہ آهي. ڳوناٽا چندو ڪري نمازين جي سهوليت جو بندوبست ڪندا آهن. جڏهين تہ حڪومتي ڌر طرفان ڪو بہ وڏو مرمتي ڪم نہ ٿيو آهي.

هي مسجد نٽي واري شاھ جهان مسجد کان پوءِ، تمام وڏي سهڻي ۽ تاريخي جامع مسجد آهي. دادو ضلع جي چونڊيل نمائندن هن ماڳ مڪان جي ترقي لاءِ ڪم نہ ڪرايو آهي ۽ هن تاريخي مسجد کي نظرانداز ڪري ڇڏيو آهي.

انڊس هاءِ وي مسجد جي پر ۾ گذري ٿو. مسجد کي وڏي ٽريفڪ ڪري وڏو هڪ گمبذ شهيد ٿيو ۽ ٻين کي نقصان رسيو آهي ۽ وڏيڪ نقصان جو انديشو آهي. شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي دور حڪومت ۾ مسجد لاءِ 2 لک روپيہ منظور ٿيا جيڪي مسجد تي خرچ ڪونہ ٿيا. جيڪو مرمتي ڪم ان وقت ٿيو اهو ڪرپشن جي ور چڙهي ويو. حڪومت پاڪستان مسجد جي سمپار تہ ڪانہ لڏي پر افسوس آهي تہ انگريزن مسجدجي بچاءَ لاءِ نوٽيفڪيشن ڪدي 4 ايڪڙ زمين مخصوص ڪئي تہ جيئن مسجد ماحولياتي گدلاڻ کان محفوظ رهي.ليڪن سنڌ جيءَ ڪامورا شاهي جي پيدا ڪير ذهنيت، اهڙو رڪارڊ گم ڪري ڇڏيو ۽ مسجد جي مذڪوره ايراضي ۽ پرواري قبرستان بہ ڪاٽيدارن کي وڪرو ڪري ڇڏيو. هن وقت مسجد هر وقت خطري ۾ آهي وڏي نقصان واري انديشو. ساپيان ۾ تبديل ٿي سگهي ٿو. ان ڪري مسجد کي عالمي ورثي ۾ حفاظت جا جوڳا بندوبست ڪيا وڃن.

ڪلهوڙن سنڌ کي هڪ ملڪ طور وري نقشي تي آندو. انهن جي هي جوڙايل مسجد سنڌ جي سمورن گهڻ گهرن ۽ حڪومت پاڪستان جي اختيارن طرف واجهائي رهي آهي. مذهبي لحاظ کان بہ هن جي حفاظت ڪرڻ اسان تي فرض آهي.

# مياں يار محمد خان،
# مؤرخن جي نظر ۾

## عظيم سنڌي

مياں يار محمد ڪلهوڙو سنڌ جو هڪ دلير ۽ همت وارو حڪمران ٿي گذريو آهي. هن نهايت مشڪل وقت ۾ حڪومت سنڀالي ۽ پنهنجي مضبوط ارادي ۽ ڪامياب پاليسين سبب وڏي شهرت ماڻي. تاريخ ۾ هن کي هڪ معتبر حڪمران طور ياد ڪيو وڃي ٿو. پاڻ 1701ع ۾ حڪمران بڻيو ۽ ارڙهن سالن جي راڄ بعد 1719ع ۾ وفات ڪري ويو. هن جو عاليشان گنبذ خدا آباد ۾ اڄ به موجود آهي. اسين هيٺ مياں يار محمد بابت، مختلف تاريخدانن جا بيان ڏينداسين. ان ريت سندس شخصيت ۽ حڪومت جو اندازو ڪرڻ آسان ٿيندو. هي بيان پنهنجي دور جي مڃيل عالمن ۽ اديبن جا آهن.

١. **خانبهادر خداداد خان :** مسند نشينيءَ واري شروعاتي دور ۾ مياں کو ايتريءَ طاقت وارو نہ هو، بلڪ سندس اصل علائقا بہ قبضي مان نڪري ويا هئا، ليڪن ٻن سالن گذري وڃڻ کان پوءِ بروهين ۽ ٽالپرن جي مدد ۽ راجا ليڪيءَ جي بيعت ڪرڻ سببان، اهڙو زور ورتائين جو نہ فقط قرجي ويل علائقا ورائي ورتائين، بلڪ ڪجهہ وڌيڪ علائقا سندس ملڪيت ۾ شامل ٿي ويا، هن خدا آباد شهر جو بنياد وڌو، جو اڄ ويران آهي.... اورنگزيب وٽان کيس "خدا يار خان" جو خطاب مليو (1)

٢. **سيد علي محمد راشدي :** شاهي فوجن سان ڪشمڪش جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ جڏهن شهزادي محمد معزالدين بيهر سنڌ جو رخ ڪيو تڏهن مياں يار محمد پنهنجي حالات تي غور ڪندي، مناسب سمجهيو تہ هو مغل بادشاهہ جي اڳيان جهڪي وڃي. هي فيصلو نهايت سازگار ثابت ٿيو. هن کي منصب، اعزاز ۽ خطاب مليو. هڪ ضلعو جاگير ۾ مليس، ۽ سبيءَ جو گورنر بڻيو، جنهن ۾ ان وقت شڪارپور جو شهر پڻ شامل هو (2)

٣. **ايٽڪن :** معلوم نہ آهي تہ شهزادي جي ڪاوڙ ڏري ڪرڻ لاءِ مياں صاحب ڪهڙيون تدبيرون اختيار ڪيون.

ڪن مورخن لکيو آهي تہ هو دهليءَ ويو. ۽ شهنشاهہ جي نظرن ۾ اعتماد پيدا ڪري ورتائين. بهرحال، ڪيس "خدايار خان" جي لقب سان، سبيءَ جي علائقي ۾ گورنر بنايو ويو، جنهن ۾ شڪارپور بہ شامل هو. سن 1718ع ۾ ميان صاحب وفات ڪئي خدا آباد جي ڪنڊرن ۾ سندس مقبرو اڄ بہ هن ڳالهہ جو شاهد آهي تہ هن پنهنجي ۽ خاندان جي نظرن ۾ ڪيترو مٿانهون درجو حاصل ڪري ورتو هو. ميان صاحب پنهنجو مقبرو پاڻ ٺهرايو هو. (3)

۴. **گولڊ سمٿ :** خدايار خان عباسي ڪلهوڙا خاندان ۾ پهريون شخص هو، جنهن کي هيءُ خطاب مليو. سندس حياتيءَ جو درخشان ۽ ڪامياب دور سن 1719عيسويءَ ۾ ختم ٿيو (4)

۵. **هيوز :** سن 1711 عيسويءَ ۾ يار محمد کي ڪنڊياري ۽ لاڙڪاڻي جا ضلعا ۽ سبيءَ جو علائقو ملي ويا. اهڙيءَ طرح سندس قبضو گهٽي پٽ تي پکڙجي ويو. هن سن 1719ع ۾ وفات ڪئي. (5)

٦. **نامہ نغز :** ميان دين محمد کان پوءِ ان جو ڀاءُ، يار محمد خان، خاندان جو سردار بنيو، ۽ ساريءَ دنيا جي دليرن کان گوءِ ڪٽي ويو (6)

۷. **ماثرالامراءِ :** دين محمد جي ننڍي ڀاءُ، يار محمد، قبيلي کي جلدائيءَ سان جبلن جي لڪن ۾ موڪلي ڏنو ۽ پاڻ جنگ لاءِ تيار ٿي ويو.

جنگ ۾ شهزادي جي فوج شڪست کاڌي، ۽ يار محمد مردانگيءَ سان جبلن جي لڪن ۾ ويهي، وڏيڪ لڙاين جو انتظار ڪرڻ لڳو. شهزادو ملتان هليو ويو... يار محمد درجي بہ بدر جي پورو استقلال حاصل ڪري ورتو، ۽ سيوستان تي قابض ٿي ويو. هن سبيءَ جي لُڪ (جو سنڌ ۽ قنڌار جي وچ ۾ هڪ وسيع ملڪ آهي) ۽ ٻين علائقن کي پراڻن زميندارن جي قبضي مان ڪڍي، پنهنجي تصرف ۾ آندو. ڏينهون ڏينهن هن جي قسمت جو ستارو اوج تي اچڻ لڳو. محمد فرخ سير جي دور ۾ هو "خدا يار خان" جي خطاب ۽ عهدي سان سرفراز ٿيو. هن فرخ سير جي آخري دور ۾ وفات ڪئي (7)

## حوالا


1. لب تاريخ سنڌ، ص 107
2. منشور الوصيت جو ديباچو، قلعي ، ص 20.
3. سنڌ گزيٽير، ايٽڪن، ص 109.
4. شڪارپور بابت تاريخي يادداشت، ص 13.
5. سنڌ گزيٽير، هيوز، ص 31.
6. نامہ نغز، قلعي ص 6.
7. ماثر الامراءِ، جلد1، ص 826.

# خداآباد جا محسن

## بشير احمد قريشي

خداآباد جا ڪجهہ محسن جن پرخلوص انداز ۾ ڪم ڪري خداآباد ۾ عوام جي سماجي زندگيءَ ۾ تبديلي واسطي نمايان ڪم ڪري عام ماڻهن کي سک بہ پهچايو، گڏوگڏ خدا آباد ۾ تعميراتي ڪم لاءِ جدوجهد ڪئي ۽ عام ماڻهن ۾ سجاڳي پيدا ڪئي. ضروري آهي تہ ڪين مڃتا ڏئي سندن ڳڻ ڳائجن. مستقبل ۾ تحقيق ڪندڙ ۽ تاريخ سيهڙيندڙ لاءِ مواد ڏجي. خدا آباد جي سڄڻن ۽ انسان دوست فردن کي خدا آباد جي محسن واري حيثيت سمجهي انهن جو هيٺ ذڪرڪجي ٿو:

### (1) پير الاهي بخش ولد پير نواز علي صديقي قريشي، وينل پير ڳوٺ لڳ خداآباد، (1890-1975ع)

جناب پير الاهي بخش پنهنجي ذاتي جدوجهد، خلوص ۽ وقت شناسي ڪري زندگيءَ ۾ ترقيءَ جون سڀ منزلون پار ڪري هڪ غريب فرد مان، سنڌ جو وزير اعليٰ ٿيو. سندن 14 سالن جي پارليامينٽري تاريخ ۾ مختلف کاتن جو وزارتون بہ ماڻيون ۽ خاص طرح عوامي ڀلائيءَ جا تمام گهڻا ڪم ٿيا. پير صاحب خوب نالو ڪمايو. سندس جي ڪاوشن سان سنڌ حڪومت خداآباد ۾ ماڊل وليج خدا آباد وارو ڳوٺ 1942ع ۾ ٻڌايو. اهو ساڳيو ڳوٺ هن وقت موجوده خداآباد جي نالي سان مشهور آهي. هن ماڊل ڳوٺ جوافتتاح ان وقت جي سنڌ جي گورنر سر فرانسس موڊي ڪيو. پير صاحب جي هن غيرمعمولي قدم کڻڻ سان نہ صرف بي گهر ماڻهن کي گهر مليا ۽ تاريخي مسجد ۾ ٻيهر عبادت شروع ٿي ۽ برباد ٿيل تخت گاهہ خدا آباد وارو شهر ٻيهر آباد ٿيو پر ڳوٺ ۾ ٻري ٻري کان لڏي اچي نئين ماحول ۾ رهندڙ ڏرين وري شهر جي مالڪي ڪئي. پير صاحب جي ڪوشش ڪري لڏي آيل خاندان کي 20 ايڪڙ زمين بہ مفت ۾ ملي.

پير الاهي بخش صاحب جو ٻڌايل هي ڳوٺ، هن وقت تخت خداآباد

جو پيو جنم آهي. ماڊل ڳوٺ ٻڌجڻ کان پوءِ تاريخي مسجد وري پيهر آباد ٿي ۽ تاريخي ماڳ مڪانن تي وري وسندي ٿي. سندن هي عمل محسن خداآباد هجڻ ۾ خاص جاءِ والاري ٿو.

## (2) حڪيم بلاول خان پنبر ولد محمد رمضان پنبر، ويٺل ڳوٺ بلاول خان پنبر لڳ خداآباد. (2002 - 1911ع)

تاريخي مسجد خداآباد پرسان ننڍڙي ڳوٺ جو رهواسي هجڻ ڪري، شهر جي بربادي کان پوءِ تاريخي مسجد خداآباد ۾ عبادت شروع ڪرڻ ۽ وري جمع نماز پيهر پڙهائڻ شروع ڪرائڻ ۽ جمع نماز جو خطبو ۽ نماز پڙهائڻ شروع ڪيو. چاڪاڻ ته ميرن جي صاحبي ۾ هن ماڳ مڪان تي رهائش پذير ڪير به ڪونه بچيو هو. سکر بئراج جي شروع ٿيڻ ڪري، جڏهن زرعي ايراضي ۾ اضافو ٿيڻ شروع ٿيو ته هن علائقي ۾ زرعي پورهيت اچڻ شروع ٿيا ۽ مسجد کي پيهر آباد ڪرڻ جو موقعو جوڙي چڱائي وڌائڻ جي شروعات ڪئي.

1942ع ۾ خدا آباد ۾ پرائمري مسلم ليگ جي شاخ قائم ڪئي. هن قدم کڻڻ پنيان سن ۾ سندن سائين جي .ايم سيد جي قائم ڪيل اسڪول ۾ پڙهڻ ۽ سائين وٽان مليل شفقت جو رنگ هو. سموري زندگي خداآباد ۾ رهندڙ وچئين ۽ هيٺئين ڪلاس جي ماڻهن لاءِ سياسي توڙي سماجي تعليم ۽ جاڳرتا لاءِ ڪم ڪيو. عوام کي پنهنجي راءِ جو مالڪ بنائڻ مطلوب هو. 1956ع وليج ايڊ پروگرام جي شروعات ڪندي، خداآباد ۾ پهرين وليج ڪائونسل جڙي، ڪيس ان جو پهريون چيئرمين چونڊيو ويو. هن ڪائونسل خداآباد ۾ وليج ايڊ مڊل اسڪول قائم ڪيو، جنهن ۾ مفت تعليم جي ڪري گهڻن ٻارن تعليم حاصل ڪئي. ان زماني ۾ خداآباد جي چوڌاري 15 ڪلوميٽرن جي اندر ڪو به انگريزي اسڪول ڪونه هو. پنهنجي مدد پاڻ تحت، صحت، تعليم، عوامي جاڳرتا وارين سرگرمين کي سگهارو ڪيو ۽ مزاحمتي روين کي طاقتور ڪيو.

يوناني طريقو علاج ۽ حڪمت وسيلي پورهيت ۽ نادار عوام جي خدمت ڪئي. هن اهڙي وقت ۾ خداآباد ۾ علاج جون سهولتون فراهم ڪيون، جڏهن اتي ڪو به پيو معالج ڪونه هو. هن سموري جدوجهد ڪري ڪين محسن خداآباد سمجهيو وڃي ٿو.

## (3) محمد ابراهيم ولد محمد اسحاق پنهور، ويٺل خداآباد.

سندن پيدائش 6 - 6 - 1934ع تي هڪ غريب پر روشن خيال گهراڻي ۾ ٿي. خداداد صلاحيتن جي مالڪ ۽ ذهين شاگرد هوندي به ڪن اڻٽر

مجبورين جي ڪري ڪراچيءَ ۾ انجنيئرنگ جي تعليم کي مڪمل نہ ڪري سگهيو. خداآباد ۾ جهالت ۽ غربت خلاف محاذ قائم ڪيو. روشن خيالي ۽ مزاحمتي ويڙهاند جا بنياد مضبوط ڪيا. 1956ع کان کان وليج ايڊ پروگرام تحت جوڙيل وليج ڪائونسل جو سيڪريٽري چونڊجي خداآباد جي ترقيءَ لاءِ جٽادار رٿابندي ڪئي.

پنهنجي مدد پاڻ ڪريو جي اصول تي وليج ايڊ اسڪول ۾ استاد جي حيثيت ۾ مثالي خدمت ڪئي. خداآباد ۾ سرڪاري هاءِ اسڪول قائم ڪرڻ ۾ ڀرپور ڪوشش ڪئي. غريب ۽ هوشيار نوجوانن کي روزگار ڏيارڻ لاءِ ڪوششون ورتيون. اڄ بہ خداآباد ۾ شعور ۽ ساڃاهہ وڌائڻ ۾ سرگرم عمل آهي.

## (4) پير بخش ولد نواب خان برماڻي

## وينل ڳوٺ برماڻي لڳ خداآباد (1926ع - 2000)

ننڍي هوندي کان غيرمعمولي حالتن سان مهاڏو اٽڪائيندو رهيو. 1947ع ۾ پاڪستان جي جڙڻ وقت سنڌ مان هندن جي لڏپلاڻ تي، ان وقت ڪراچيءَ ۾ ملازمت دوران خلق خدا تي وحشي پٽي جا جيڪي ڪلور ٿيا، ان جو اکين ڏٺو شاهد هو. هم وطني ماڻهن کي جيڪي مجبوري ۾ وطن ڇڏي وڃي رهيا هيا، سلامت روانو ٿيڻ ۾ ڀرپور مدد ڪئي. جهالت ۽ ڏاڍ خلاف مهاڏو اٽڪائڻ جو فيصلو ڪيائين. ذاتي مشاهدي جو فائدو خدا آباد جي عوام کي ڏنائون. خداآباد ۾ هن جي جدوجهد ۽ سگهاري انداز ۾ ظالم ڌرين جو خوب مقابلو ڪيو ۽ آبرومندانہ زندگي گذارڻ جي وڪالت ڪيائين.

خداآباد ۾ هن شخص سياسي ٽوڙي سماجي جدوجهد ۾ ڀرپور حصو ورتو. وليج ايڊ پروگرام تحت خداآباد جي سماجي سٽ جو هميشہ مضبوط ٿنڀو رهيو. غريب شاگردن کي پڙهائڻ ۾ مالي مدد ڪئي. غريب شاگردن کي ڪتاب ۽ ڪپڙا وٺي ڏيڻ سندس مشغلو هو. استادن جي عزت افزائي ڪئي ۽ پورهيتن کي پنهنجي راءِ جو مالڪ بنائڻ لاءِ جاکوڙيندو رهيو. ڏاڍن سان هميشہ مهاڏو اٽڪايائين. مظلومن جو مددگار ۽ سچ جو ساٿي رهيو. سندس اهڙي مثالي ڪردار جي ڪري عام ماڻهن ۾ عزت نفس ۽ خوداعتماديءَ جو احساس وڌيڪ مضبوط ٿي اڀريو. هن جي اهڙي جدوجهد ماڻهن کي حوصلا ڏنا. اڄ بہ ياد ڪيو وڃي ٿو ۽ محسن خدا آباد آهي

# میاں نور محمد کلہوڑہ اور خدا آباد

شمشاد حسین لیکھی سرائی

دنیا میں کروڑوں وجود صفحہ ہستی پر نمودار ہوئے اور اپنی طبعی مدت گذرنے کی ساتھ عدم میں ڈھل گئے۔ لیکن کچھ ایسی غیر معمولی شخصیات ہیں جو تاریخ امانت سمجھ کر اپنے سینے سے لگائے ہوئے آئندہ نسلوں تک پہنچانے کا فریضہ انجام دیتی ہیں۔ یہی زندہ قوموں کا وطیرہ ہے۔ اور انکی تاریخ کا منصفانہ کردار ہے اور ایسی ہستیوں کو فنا نہیں ہوتی۔ وہ ہر دور میں ایک نئی جیت کے ساتھ نمودار ہوتے ہیں اور متلاشی تاریخ کو نئے انداز میں متاثر کئے بغیر نہیں رہ سکتے۔ بقول شاعر

"فنا حرام ہے تیرے نیاز مندوں پر
ہزار چاہا فلک نے مگر مٹا نہ سکا"

انہی خصائص کی حامل شخصیت میاں نور محمد کلہوڑہ کی ہے۔ برصغیر عموماً اور سندھ خصوصاً بیرونی حملہ آوروں کی آماجگاہ بنا رہا۔ اور سامراجی اور بیرونی طاقتیں سندھ کو ترقی یافتہ اور متحد نہیں دیکھ سکتی تھیں۔ اور ہر لمحے ہر ساعت اسکی وحدت کو پارہ پارہ کرنے پر تلی ہوئیں تھیں تو ان حالات میں سندھ کو محبّ وطن اور اسکی اپنی مٹی کے سپوتوں کی اشد ضرورت

تھی۔ لہذا اس نازک دور میں سندھ کی وحدت و متحد رکھنے اور بیرونی غاصب حملہ آوروں کا مقابلہ کرنے کے لیے مقامی لوگوں پر مشتمل کلہوڑہ حکمرانوں کا سلسلہ شروع ہوا۔ جس کی میاں آدم شاہ سے ابتدا ہوئی اور درحقیقت مکمل انتظام وانصرام کو سمجھنے اور نبھانی والی شخصیت کا آغاز میاں یار محمد کلہوڑہ سے ہوا۔ لیکن میاں نور محمد کلہوڑہ کی ہی ذات تھی جس نے سندھ کو بیرونی اور داخلی انتشار سے بچانے کی ہر ممکن کوشش کی۔ اور سندھ کی مادی اور روحانی ترقی کے لیئے ممد ومعاون ثابت ہوئی۔ .

ترقی پسند مورخ پروفیسر عبداللہ مگسی مرحوم رقم طراز ہیں کہ:

«سنڌ جي تاريخ ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي شخصيت ڪارناما بيروني دشمن سان مقابلو، داخلي سازشن کي ختم ڪرڻ جا ڪيُ سنڌ جي مادي ۽ پيداواري وسيلن کي ترقي ڏيارڻ جا منصوبا ان وقت جي سياسي شعور ۽ سماجي وجود جي تاريخي جاگرافيائي ۽ ثقافتي اتحاد جي علامت پيئي رهيا ؛هن .(۱)

میاں نور محمد کلہوڑہ کا دور بھی داخلی اور خارجی انتشار کا شکار رہا ہے۔ لیکن انہوں نے میاں یار محمد کلہوڑہ کا آباد کردہ دارالسلطنت خدا آباد (جسے اپنے لقب خدا یار خان کی نسبت سے لکھا جاتا ہے) کو اپنی قوت اور حکومت کا محور مرکز بنایا۔ یہ حسین وجمیل خطہ ایک جنت کا نمونہ پیش کرتا تھا۔ یہاں پر عظیم قلعے، عمارتیں، مساجد اور سب سے بڑا میاں یار محمد کا تخت ہے۔ تمام مضافات ایک منفرد حیثیت سے عالی شان اور خوبصورت مناظر پیش کرتے تھے۔ آج بھی ان کے وسیع کھنڈرات وسیع علاقہ پر پھیلے ہوئے دکھائی دیتے ہیں اور یہ شہر اور

اس کے آثار کم وبیش پچاس ایکڑ میں پھیلے ہوئے ہیں۔اس کی خوبصورتی اور رونق آبادی اور عمدہ آب وہوا کو باغ علی خائف نے کچھ یوں لکھا ہے کہ:

''ہوا خوش دل وباغباں دل پذیر
'خدا آباد' شہر است جنت نظیر''

21 اپریل 1995 کو راقم الحروف ایک وفد کے ہمراہ اس جنت نظیر سرزمین کے مطالعاتی دورے پر خدا آباد پہنچا تو دیکھا کہ کلہوڑہ حکومتوں کا تخت گاہ اور دارالحکومت رہنے والا یہ حسین شہر کھنڈرات میں تبدیل ہوگیا۔نہ آج تاریخ میں مرقوم سروترنج صنوبر، انگور، ناشپاتی کے درخت دکھائی دیتے ہیں اور نہ ہی گلاب، سنبل، چنبیلی، نرگس، نسرین، نسترن، نیلوفر، سوسن، ھزاری گل خیری کے خوشبو بکھیرنے والے پودے دکھائی دیتے ہیں۔ بلکہ وہ ایک لق ودق صحرا کا منظر پیش کررہا تھا۔لیکن بقول شاعر

''کھنڈر بتارہے ہیں کہ یہ شہر عظیم تھا''

جب یہ سب دیکھنے کا شرف ہمیں حاصل ہوا تو ہمارے ہمراہ دادو کے معروف مورخ روشن خیال دانشور جناب ڈاکٹر لیاقت مگسی صاحب کا تعاون خاص شامل حال رہا۔تخت گاہ خدا آباد جہاں اب میاں یار محمد کا مقبرہ ہے۔ایک ڈنڈا دیکھا جو لیاقت مگسی نے بتایا کہ انہوں نے تیر وتلواروں کا مقابلہ ڈنڈوں سے کیا تھا۔ اور یہ ڈنڈوں والے فقیر کامیاب ہوئے تھے۔اسی طرح ایک قابل غور تحریر جو فارسی میں لکھی تھی وہ صاحبزادہ میاں محمد شفیع خان کا مرقد مبارک تھا۔جس پر یہ تحریر ان کی عقیدت کو آج بھی عیاں کررہی ہے۔اس کے الفاظ کچھ اس طرح تھے۔

ای موالی وصف سلطان خسرا سانہ اشنو پشیوای مونابشت مسلمانان یقینی

(۲) زعمر از خاک قبرش درد مندانہ شفا است کہ تقیمی را دوست داری در ہمصر مذہب روا است:

دوسری طرف لکھا تھا:

عسکری نور دو چشم عالم است و آدم است ھمچو مہدی یک سپہ سالار در عالم کجا است

اوپر کی طرف لکھا تھا کہ:

"ای ذھر مھر حیدرم ھر لحظہ اندر دل صفا است ازلی حیدر حسن مارا امام راھنما است"

ھمچو کلب افتادہ امہ براشامہ بوالحسن، خاک نعلین حسن اندر دو چشم تو تیا است

عابد بن تاج پسر و باقر دو چشم روشنم۔ دین جعفر برحق است مذہب جوشی روا است" اور سرھانے یہ تحریر تھی کہ صاحب زادہ میاں محمد شفیع خان بحق تسلیم خود ۱۱۵۶ ذوالحج چھار شنبہ پشتم"

اسی طرح خدا آباد میں جرنیلوں کی قبریں، فوج کی چھاؤنی کے آثار میاں راجہ لیکھی کی ماڑی اور مائی جنت عرف ستی جتی کا مزار آج بھی قابل دید اور تاریخ پارینہ کی یاد تازہ کر رہے ہیں۔ اور بالخصوص وہاں شاہی مسجد خدا آباد اپنی عظیم الشان فن تعمیر کی عمدہ مثال ہے۔ اس کے علاوہ میلوں پھیلے ہوئے قلعوں کے آثار آج بھی کلہوڑہ حکمرانوں کی عظمت رفتہ کی یاد تازہ کر رہے ہیں۔ مسجد کے باہر والے دروازے کے بالکل سامنے اوپر کی طرف پانی کے حوض کے آثار موجود ہیں، جسے نور واہ جو کہ میاں نور محمد کلہوڑہ کی جاری کردہ نہر ہے سے پانی ملتا تھا، تو فوج کے گھوڑے، اونٹ، ہاتھی، تمام یہاں سے پانی پیتے تھے۔ خدا آباد آج بھی آثار ونشانات میں عظیم مرکز نظر آتا ہے۔ میاں نور محمد نے بھی اسے اپنا مرکز بنایا۔ اور اس جنت نظیر ٹکڑے کو اپنا پایہ تخت بنایا۔ یار محمد کلہوڑہ کے بعد میاں نور محمد کلہوڑہ ایک مضبوط مدبر اور اہل دانش اور علماؤ حکماء کی قدر کرنے والا حکمران تھا۔ جس کے دور میں علم وادب اور فلسفہ و مذہب پر کافی کچھ لکھا گیا اور دور

دور سے اہل دانش اور حکماء آپ کے دربار میں تشریف لائے اور یہیں کے ہو کر رہ گئے۔ آپکے دربار میں جس سے آپ کی زیادہ قربت اور مشاورت رہتی تھی وہ خاندان لیکھی کا فرد راجہ فقیر لیکھی اور اس کا بیٹا تاجہ فقیر لیکھی دوم تھے۔ جو کہ فہم وفراست اور دانائی میں اپنی مثال آپ تھے آپ کے بے شمار خصائص کو پیش نظر رکھ کر میاں نور محمد کلہوڑہ نے اپنے دربار میں آپکو مدارالمہام، مشیر خاص، سپہ سالار اور وزیر اعظم کے عہدوں پر متمکن رکھا۔ میاں نور محمد کلہوڑہ کا ابتدائی دور داخلی انتشار کا شکار ہو گیا، داؤد پوتروں کی یورشیں بپا ہو گئیں۔ یہ داخلی انتشار شدت اختیار کر گیا۔ حتیٰ کہ سندھ کی سالمیت کے لیے میاں نور محمد بمعہ سات ہزار سوار اور پیادے لے کر شکار پر پہنچا اور شہر کا محاصرہ کر لیا محاصرے کی صورت کچھ یوں تھی کہ شاہ بہارا کی فوج شکار پور کے غرب میں اور سپہ سالار راجہ لیکھی کی فوج مشرق میں متعین تھی مراد کلیری اور کھوسے شمال میں اور خود میاں صاحب بمعہ خاص فوج جنوب میں بیٹھے۔ فریقین میں سخت لڑائی ہوئی جو کہ بغیر فیصلے کے جاری رہی آخر کار میاں نور محمد نے سخت یورش کی تو فیصلہ صلح کی صورت میں نکلا۔ صلح کی صورت میں کچھ معاہدے ہوئے جسکے مطابق میاں نور محمد کو ایک حصہ ملا جس کا ناظم میاں صاحب نے ملاں جنید کو بنایا ملا جنید نے نئے سرے سے جھگڑا شروع کیا۔ داؤد پوتروں کی گوشمالی چاہی تو وہ بھاگ کر میاں صاحب کے پاس آ گیا، میاں صاحب نے کلہوڑوں کو اعانت کے لیے بھیجا اور خود جنگ کی تیاری کر لی. بقول غلام رسول مہر" میاں صاحب نے اپنے نامور جرنیلوں میں سے شاہ بہارا اور راجہ لیکھی کے بیٹے میاں تاجہ لیکھی دوم کو تسخیر شکار پور پر مامور کیا اس طرح ان حالات پر قابو پایا (۴)

انسائیکلوپیڈیا آف لیہ کے مصنف کے مطابق سردار کمال خان (☆) نے شکار پور (سندھ) سے کلہوڑہ خاندان کے ہاتھوں شکست کھا کر بھاگ کر آنے والے

(☆) کمال خان بانی شہر لیہ ہے۔

صادق محمد خان داؤد پوترہ کے خاندان کو اپنے علاقے میں پناہ دی انہیں بیٹ دبلی کی وسیع اور سرسبز وشاداب جاگیر عنایت کردی۔ میاں نور محمد کلہوڑہ داؤد پوتروں کے تعاقب میں تھا ان دونوں خاندانوں کے درمیان طویل عرصے سے عداوت چلی آرہی تھی میاں نور محمد کلہوڑہ داؤد پوتروں کو شکار پور سے نکال کر ان کے تعاقب میں رہا اسے کمال خان کا داؤد پوتروں سے حسن سلوک پسند نہ آیا اور اس نے لیہ پر حملہ کر دیا۔ ۱۷۲۷ء میں کمال خان اور میاں نور محمد کلہوڑا کے درمیان خونریز جنگ ہوئی جس میں کمال خان مارا گیا اور میاں نور محمد کلہوڑہ کی حکومت قائم ہوئی۔ کلہوڑا حکمران نے فتوحات کا سلسلہ جاری رکھا اور اس کی فوجوں نے اس کا ساتھ دیتے ہوئے منکیرہ۔ دریائے چناب کا متعلقہ علاقہ اور بھکر و دریا خان پر قبضہ کر لیا اور یہ علاقہ کلہوڑا حکومت میں شامل کر لیے۔

۱۷۳۳ء سے ۱۷۳۸ء کے درمیان میں کسی وقت اسے سندھ میں بلوچوں کی بغاوت کی سرکوبی کے لیے واپس سندھ جانا پڑا جانے سے قبل اس نے منکیرہ نواب محمود خان جسکانی کے حوالے کیا اور کمال خان میرانی کے پوتے سردار محمود خان میرانی کو لیہ کا حاکم بنا دیا۔ جسکانیوں اور میرانیوں نے سالانہ مالیہ کی ادائیگی کا عہد کیا۔ (۵)

میاں نور محمد کا ترقی کا دور بڑی شان وشوکت سے چل رہا تھا کہ اچانک ایک ناگہانی آفت خرمنِ سندھ پر آسمانی بجلی بن کر آ گری یہ نادر شاہ کا حملہ تھا جسے بڑے تدبر اور فراست اور روحانی حکمت عملی سے روکا گیا۔ میاں صاحب اور اس کے مشہیر خاص را جہ لیکھی کی بروقت حکمت عملی نے اس جابر جرنیل کو رام کر لیا۔ نادر شاہ کو میاں نور محمد نے فقر کی ایک چال کے ذریعے کچھ سمجھانے کی کامیاب کوشش کی وہ یہ کہ آٹا اور گھی ایک سندھی چنگیر میں روانہ کی جسے نادر شاہ بھانپ گیا اور اس نے یہ تحفہ قبول کیا۔ میاں نور محمد نے اپنے سفیر روانہ کیئے تا کہ صلح کی کامیاب شکل جلد از جلد پیدا کی

جا سکے۔ تو وہ بھی اس نے قبول کئے اور میاں صاحب کو "شاہ قلی" کا خطاب عطا کیا۔ اس طرح نادر شاہ جیسے ظالم حملہ آور سے یہ بات منوالی گئی کہ تجھے آ ٹا گھی یعنی خراج چاہیئے وہ مل جائے گا۔ لیکن سندھ کی عزت پر ہاتھ نہ ڈالنے دیں گے۔ اور سندھ کی ناموس کی پامالی نہیں ہونے دیں گے۔

بقول پروفیسر عبداللہ مگسی مرحوم:

«ميان فوجي طور تي نه پسپائي حاصل ڪئي پر سياسي طور تي وري به فائدي ۾ ويو. ميان سياسي طور تي ڳالهه ٻولهه ڪري ملڪ کي وڏي پيماني تي قتل و غارت کان بچائي ورتو جيئن هن کان اڳ نادر شاهه دهلي ۾ وڏي پيماني تي ڪوس ڪرايو ۽ عزتون لٽيون هيون. سنڌ سندس مرڪز جي ماتحت نه رهي ڇاڪاڻ ته نادر شاهه کنهن به ايراني امير کي پنهنجي طرفان سنڌ مٿان گورنر مقرر نه ڪيو اهڙي طرح سنڌ داخلي طور تي خود مختيار رهي.» (٦)

المختصر نادر شاہ کے ساتھ خراج دینے کا معاہدہ ہوا۔ نادر شاہ نے یہ معاہدہ اس شرط کے ساتھ قبول کیا کہ خراج پہنچنے تک میاں صاحب اپنا ایک بیٹا بطور یرغمال اپنے ساتھ بھیجے گا۔ چنانچہ میاں نور محمد نے سندھ کی سا لمیت کی خاطر اپنا بیٹا میاں مراد یاب نادر کے حوالے کیا اور میاں غلام شاہ کو بھی ہمراہ کر دیا۔ اس موقع پر وزیر اعظم مشیر خاص سپہ سالار راجہ فقیر لیکھی بھی پیچھے نہ رہا۔ اس نے اپنا چھوٹا بیٹا میاں بلاول لیکھی بطور یرغمال نادر کے حوالے کیا۔ نادر شاہ انہیں ساتھ لے جا کر بجانب ایران روانہ ہوا، دوران سفر نادر شاہ نے ایک قلعے کی بابت بلاول لیکھی سے تجویز پوچھی۔ نادر شاہ پورے

برصغیر کو تسخیر کر کے جا رہا تھا لیکن ایک قلعہ جسے بھوج قلعہ کہا جاتا تھا وہ فتح نہ کر سکا جس کا اس کے دل میں درد تھا۔ بلاول لیکھی کیونکہ ایک تجربہ کار سپہ سالار اور مشہیر خاص کا فرزند تھا اس سے مشورہ طلب کیا بلاول کی عمر اس وقت تیرہ سال تھی بلاول نے موقع ملاحظہ کرانے کی خواہش ظاہر کی۔ جو نادرشاہ اور چند سپاہیوں نے اسے دکھایا کہ قلعے کے چاروں طرف پانی تھا۔ کنارے پر ٹہلتے ہوئے شام ہوگئی۔ بلاول لیکھی نے جو کچھ بھانپا تھا وہ دیکھ لیا اور نادر کو کہا اب اپنے خاص خیمے میں واپس چلو تجویز وہیں دوں گا۔ نادرشاہ اپنے خیمے میں واپس لوٹا جہاں میاں بلاول لیکھی نے اپنی دانست کے مطابق مشورہ دیتے ہوئے کہا کہ میں نے قلعے پر کبوتروں کو اڑتے ہوئے دیکھا ہے اگر یہ کبوتر صبح پکڑ والیے جائیں تو قلعہ آسانی سے فتح ہو جائے گا۔ چنانچہ نادری حکم کے مطابق کبوتر پکڑ والیے گئے۔ اب بلاول لیکھی نے ان کے آدمیوں سے کہا ان کے پروں کے علاوہ تمام جسم پر بارود باندھ دو اور بوقت شام انہیں قلعے کی طرف اڑا دو تو ویسے ہی کیا گیا۔ پرندے کی عادت ہوتی ہے کہ اسے کوئی چیز جسم پر لگی ہو تو جونہی وہ کہیں بیٹھے گا وہ جسم کو صاف کرنے کے لیے اپنے پر و بال جھٹکے گا تو کبوتروں نے ویسے ہی کیا۔ اب بلاول لیکھی نے نادرشاہ سے کہا کہ آپ کا تمام بارود قلعے کے چاروں طرف پھیل چکا ہے۔ اب آخری تین کبوتر جنہیں تار باندھ کر کپاس لگا کر آگ لگا دیں اور اپنی فوج کے جنگی بیڑے تیار رکھیں اس پر عمل کیا گیا، جونہی تینوں کبوتر قلعے پر بیٹھے تو تمام بارود کو آگ لگ گئی۔ اور قلعے پر زبردست دھماکے اور دھوئیں کے بادل چھا گئے۔ نادرشاہ کے جنگی کشتے آسانی سے پہنچ گئے۔ قلعے والوں نے سمجھا کہ نادرشاہ نے فضائی حملہ کر دیا ہے۔ وہ اوپر جانے لگے۔ نادرشاہ کے سپاہی آسانی سے قلعے میں داخل ہو گئے اور انہیں قید کر کے قلعہ آسانی سے فتح کر لیا (۷)

اس فتح پر نادرشاہ نے لیکھیوں کی فراست کی داد دی۔ اس واقع کو عبداللہ مگسی مرحوم نے کچھ یوں لکھا ہے کہ:





هينري ڪزن جي ڪتاب The Antiquities of Sindh تان ورتل خدا آباد مسجد
جون تصويرون جيڪي هن سنڌ ۾ ڪم ڪندي 1875-1890 دوران ورتيون

THE FIRST
KALHORA CAPITAL

# KHUDA ABAD

( An Economical & Political Review)

Selected & Compiled By:

**NAZIR AHMED BHAND**



**Sindh Graduates Association**

**10/7, Rimpa Plaza, M.A. Jinnah Road,**
**Karachi - 74400**

THE FIRST
KALHORA CAPITAL

# KHUDA ABAD

( An Economical & Political Review)

***Slected & Compiled By:***

NAZIR AHMED BHAND

*Composing & layout by:*

Sangam Publications
**G/43, Sachal Goth, Karachi- 75280**
**Phone: 021- 4643379**

*Published By:*

Sindh Graduates Association
**10/7, Rimpa Plaza, M.A. Jinnah Road,**
**Karachi – 74400**
**Phone: 021 – 2765864 Fax: 021 – 2724359**

**First Edition December 2004**

*PRICE RS: 200/*

# HISTORY OF KHUDA ABAD CITY

*By*

## M. H. PANHWAR

## Introduction

Shikarpur renamed as Khudabad was capital city of Panhwars. It was located in the centre of a number of their settlements in the present Dadu, Johi, Nathan Shah and Sehwan talukas, but called Baghban, Bubakan and Nerun Qila or Nerun Kot Pargunas of Sehwan Sarkar in the sixteenth century. The other important towns of theirs were Akbarabad (near Chhini or Chhini itself), Samtani in Sehwan taluka and Garhi (13 kilometres north-west of Kakar). After conquering Khairpur Nathan Shah, Dadu, Johi and Sehwan talukas from Panhwars, Kalhoras renamed Shikarpur as Khudabad, Fatehpur as Garhi and Akbarabad as Chhini. This may have been done after Yar Muhammad Kalhoro was given Sanad and title Khuda Yar Khan by emperor Aurangzeb, to rule the area. This town now in ruins was 12 kilometre south of Dadu and was about 1.6 kilometre long north to south and 3.2 kilometres east to west. This location for township was selected as a branch of the River Indus was flowing about $^1/_2$ kilometre to its west. The branch had become main river some times in the fourteenth century and was abandoned before the end of 16th century and took off from the River Indus between Mehar and Radhan, passed along alignment of lakes Maha, Jakhpari, Sutiaro, Pir Ghunio and Talti, and even after change of course some water passed through it as Wahur and as a perennial stream, either from the river or the Western Nara, which in turn took off from the river above Sukkur. The Western Nara, which was perennial channel of the river, could also supply water to Khudabad easily as the town was at lower level than the Nara.

It seems that in Sammas' rebellion against Soomras Panhwars, who were settled mostly in lower Sindh, were re-settled on the western branch of the River Indus, which passed from Rajankot to Thul and then to Janani (2 kilometres west of Warah town), where from it reached the Manchar Lake. When the above change of course of river from Radhan-Mehar to Talti took place, Panhwars occupied both of its banks with active assistance of Sammas.

The concentration of Panhwars' settlement at the present is near this branch and also the Western Nara. They were settled near Soomra strong-hold Janani (جناني) too, as they built an important canal Panhwarki, which even now takes off from Warah Branch and is located along the old alignment of western branch of the Indus of the fourteenth century.

Panhwars' rise to power and fall is discussed in paragraph that follows. The sources used are Mazhar Shah Jehani for Panhwars, "History of Kalhoras" by a Fakir called Wakeit-I-Sindh, edited by McMurdo and author's personal knowledge of the area when he had travelled vastly in Sindh in connection of ground water investigation and land reclamation by bulldozers.

## Origin and rise of Kalhoras

Kalhoras were a local Sindhi tribe and like Soomras, Sammas and Panhwars called themselves outsiders. Kalhoras claim their descent from Miyan Odhanno, who migrated to Makran and his son Muhammad, a mendicant, who had by different wives 18 sons, two of whom are important; one Daud an ancestor of Daudpottas of Bahawalpur and other whose descendants are Kalhoras. The first most important figure in history was Adam Shah, who was a disciple of Mehdi of Jaunpur and had collected large number of mendicants around him. He resided in Chanduka Parguna, which area was assigned to him by Abdur Rahim Khan Khanan, when the latter sought blessings of the former for conquest of Sindh from Mirza Jani Beg. Blessings

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سِپني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن کري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن ڪي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني ڪي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)